


خصوصي شمارو جمادي الثاني ١٤٣٧ھ

مارچ 2016

مزار پُرانوار

# حضرت پير مٺا سائين نور الله مرقده

# الاصلاح پبليڪيشن دادو

# منقبت شريف

## عاجز رحمت الله لاشاري طاهري

ٽلهہ: رهي سنڌ ۾ دنيا کي رنگ، لايو آ سڄڻ سائين
حقيقي واٽ جو رستو، ٻُڌايو آ سڄڻ سائين

1: "اے تهيسی شير" پيشنگوئي کئي هئي پير مٺا خود
واقعي شيطاني گدڙن کي ڀڄايو آ سڄڻ سائين

2: مٺا سائينءَ کي آ سنڌ ۾ سهڻا سائينءَ ئي ترسايو
سندن والد وارو ناتو نڀايو آ سڄڻ سائين

3: پاتائون پوشَ پيرن جا، مُنجهائڻ لاءِ ماڻهن کي
مگر هن دين کي زنده بنايو آ سڄڻ سائين

4: آهي ڏن ڏوڪڙن سان کو نہ مِلندو فيض روحاني
مفت ۾ فيض جو درياءُ وَهايو آ سڄڻ سائين

5: ٺلهِي دعوىٰ نہ آ منهنجي، ڀلي پرکي ڏِسي کوئي
حقيقي قرب قادر جو، کمايو آ سڄڻ سائين

6: قبيلائي، لساني توڙي فرقيوار جهڳڙا هِن
اهڙن فتنن فسادن کي گهَٽايو آ سڄڻ سائين

7: لکين "لاشاري عاجز" جهڙا شاعر شان ڳائيندا
جنين کي پنهنجي منزل تي پُڄايو آ سڄڻ سائين

بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ اِنۡ اُرِیۡدُ اِلَّا الۡاِصۡلَاحَ مَا اسۡتَطَعۡتُ ○

Sequential سلسليوار

# AL-ISLAH الاصلاح

DADU دادو

شمارو ڇهون: جمادي الثاني 1437هه بمطابق مارچ 2016ع قيمت 80رپيا

سرپرست اعليٰ سيدي و مرشدي حضرت سچل سائين مدظله العالي

## خصوصي شمارو

# حضرت پير مٺا سائين عليہ الرحمة

زير نگراني

حضرت صاحبزاده سائين
جعفر صادق طاهر طاهري

چيف ايڊيٽر

حبيب الرحمٰن گبول طاهري

ايڊيٽر نعمت الله قريشي

سب ايڊيٽر عبدالله کوکر

معاون وفا شر طاهري

سرڪيوليشن مينيجر محمد بخش جوٽيجو

باني بيلي: غلام مرتضيٰ چنڙ، قاضي مشهود احمد قريشي، غلام نبي ميمڻ، ذوالفقار جوٽيجو.

# سٽاءُ


| | |
|---|---|
| مدير جي قلم مان | 4 |
| درس قرآن | 5 |
| درس حديث | 10 |
| مڪتوبات امام رباني | 15 |
| حضور پيرمٺا جن جي سوانح | 19 |
| حضور پيرمٺا جن جي منفردغذا | 35 |
| سندن جا حالات ۽ملفوظات | 38 |
| حضرت پيرمٺا عليہ الرحمة | 54 |
| جيئن ڏٺا مون! | 62 |
| نور عليٰ نور | 65 |
| مڪتوبات پيرمٺا | 76 |
| سندن جي ڪرامات | 79 |
| سندن جي تبليغ | 83 |
| بحيثيت انقلابي شخصيت | 87 |
| ڪجھ يادگيريون | 91 |
| تعليمات غفاريہ | 94 |
| پيرمٺاجن تي هڪ نظر | 96 |
| تنزل الرحمة ... | 99 |
| چونڊ تحرير | 102 |
| ملفوظات | 105 |
| ساروٽيون | 108 |
| بلڊپريشر ۽ علاج | 113 |
| چوڻڪارو | 119 |
| مسلم نوجوانن لاءِ دعوت فڪر | 123 |
| اسلامي شاعري جي شرعي | 126 |
| خواتين ڪارنر | 130 |
| محسن اعظم سهڻا سائين | 134 |
| امن جو متلاشي | 142 |
| سائنس ايجادات | 144 |
| هڪ حقيقت هڪ لطيفو | 147 |
| مرشدڪامل مريدد صادق | 148 |
| ويا ج جي ويا | 149 |
| الاصلاح اوپن فورم | 151 |
| ننڍڙا اديب | 153 |
| سڄڻن جا سنيها | 154 |
| خبرنامو | 155 |
| تعليمات امام رباني بابت | 188 |
| انتقال پرملال | 189 |



مواد موڪلڻ لاءِ ايڊريس:

وفا شر طاهري الاصلاح
درگاهہ الله آباد شريف، ڪنڊيارو ضلع نوشهروفيروز
0301-8222602
alislahdadu@gmail.com
www.facebook.com الاصلاح پبليڪيشن دادو

رسالي گهرائڻ لاءِ:

سرڪيوليشن مينيجر
محمد بخش جوڻيجو طاهري
0300-3331703

ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ ۽ ڪمپيوٽر لي آئوٽ : وفا شر طاهري ۽ ڊيزائين : مسعود علي ڀٽي

# منقبت شريف

## مولانا محمد عاشق عباسي طاهري

ٿلهہ: سهڻا سائين سدا ياد آن تون،اسان توکي وساريو نہ آهي
تنهنجي نائب ۾ آهن نگاهون، اسان ٻئي ڏي نهاريو نہ آهي

1: تنهنجي تبليغ سان نيڪ ٿياسين، سڀ احڪام شرعي سِکياسين
جيئن تو درد ديني سيکاريو، تيئن ڪنهن ٻئي سيکاريو نہ آهي

2: جن تو سان اچي دل اڙائي، تن شيطان سان ڪئي لڙائي
تو نوري نظر جن تي ڪئي تن، جنگ اڪبر ۾ هاريو نہ آهي

3: تنهنجي صحبت ۾ جيڪي اچي ويا، نبي سائين جي محبت وٺي ويا
بي نمازي نمازي پڪا ٿيا، تن تهجد بہ ٽاريو نہ آهي

4: اسان تنهنجو ڪندا عرس آهيون، ڏيندا اسلام جو درس آهيون
وٺي ايندا هون جلسن ۾ تن کي، جن نيڪن سان گهاريو نہ آهي

5: توکي ساري دنيا پئي سڏي ٿي، جيڪا مسلم جي رت ۾ ٻڏي ٿي
اڄ مؤمن کي مؤمن ٿو ماري، ڪنهن ڪافر کو ماريو نہ آهي

6: هن محفل ۾ آيو تون آهين، اسان سيني تي سايو تون آهين
ٻڌ دردن ڀريون سخت دانهون، اسان سڪ ۾ گذاريو نہ آهي

7: آهي "عاشق عباسي" ثناگر، تنهنجي در جو ازل کان گداگر
منهنجي سُستي ڏسي تو ۽ تنهنجي، پياري فرزند ڌِڪاريو نہ آهي.

مدير جي ميز تان

# دائمي زندگي

**ڪي** ماڻھو زنده ھئڻ باوجود مرده تصور ڪيا ويندا آھن تہ ڪي وري وفات ڪري وڃڻ ڪانپوءِ بہ زنده رھندا آھن. حديث شريف ۾ ارشاد آھي:

**مثل الذي يذكر ربه والذي لايذكر مثل الحي والميت.**

ترجمو: ذڪر نہ ڪرڻ وارا (غافل ا نسان مرده) ۽ ذڪر ڪرڻ وارا زنده سمجھيا ويندا آھن.

سبحان الله! اھي ماڻھو جيڪي پنھنجو پاڻ وساري انانيت واري عيب ڪان آجا تي پنھنجي پالڻھار، قائم ۽ دائم رھندڙ الله رب العالمين کي ياد ڪندي اسم اعظم جو ورد ڪندا رھن، اُھي چو نہ حيات ھجن، جيئن تہ اُھي محبوب رب العالمين جي محبت ۾ مست آھن، جنھن کي فنائيت نہ آھي. حضرت خواجہ خواجگان قيوم زمان پير مٺا سائين رحمة الله عليہ اھڙا ئي ذاڪرن جا سردار، دائمي زندگي ماڻيندڙ جوان ۽ عارف بالله، ولي ڪامل ھيا. جن لکين غافل انسانن کي دائمي زندگي حاصل ڪرڻ جو احساس ڏياريندي حقيقي زندگي حاصل ڪئي .

اھو ئي سبب آھي جو سلسلہ عاليہ غفاريہ بخشيہ، طاھريہ سان وابستہ ھر ماڻھو ذڪرالاھي ۾ مشغول رھندي ذڪر قلبي جي نعمت عطا ڪندڙ مرشدِ ڪامل کي بہ ياد ڪري ٿو. اھا حقيقت آھي تہ سبق ڏيندڙ استاد کي ڏسڻ سان ئي سبق ياد اچيو وڃي. صحيح معنىٰ ۾ ذڪر وارا اُھي ئي ھوندا آھن، جيڪي تصورِ شيخ جي نعمت سان مالامال ھوندا آھن،

دعا آھي تہ شال الله تعالىٰ اسان کي بہ مرشدِ ڪامل سيدي و مرشدي حضرت سجڻ سائين مدظلہ العالي جن جو دائمي تصور نصيب فرمائي ۽ سندن طرفان عطا ڪيل قلبي ذڪر ڪرڻ جي توفيق ۽ دائمي زندگي جي حصول جو ذوق و شوق عطا فرمائي. (آمين)

**اوھانجو: نعمة الله قريشي**

# درس قرآن — علم جي اهميت



علامه مولانا محمد سعيد نواز بروهي طاهري

نحمده ونصلي على رسوله الكريم

اما بعد بسم الله الرحمٰن الرحيم

**قُلْ هَلْ يَسْتَوِي الَّذِيْنَ يَعْلَمُوْنَ وَالَّذِيْنَ لَا يَعْلَمُوْنَ.**

**ترجمو:** فرمايو، ڇا برابر ٿين ٿا اهي جيڪي ڄاڻن ٿا ۽ اهي جيڪي نٿا ڄاڻن.

حديث شريف ۾ آهي: **اَلْعِلم نُور.** علم هڪ نور آهي. هڪ اهڙو نور جنهن سان ظلمت دور ٿئي ٿي. علم اها نعمت آهي جنهن جي ڪري انسان باقي مخلوقات کان ممتاز بڻجي وڃي ٿو. الله تبارڪ و تعالىٰ حضرت آدم عليه السلام کي جڏهن فضيلت عطا ڪئي ان جو بنياد به علم ئي هو. جڏهن فرشتن اعتراض ڪيو ته يا الله تنهنجي حمد وثنا لاءِ اسان فرشتا ئي ڪافي آهيون. تڏهن الله تعالىٰ جواب ارشاد فرمايو: **اِنِي اَعْلَمُ مَا لَاتَعلمون. ترجمو:** جيڪو ڪجهه مان ڄاڻان ٿو اهو توهان نه ٿا ڄاڻو، لهٰذا توهان حضرت آدم عليه السلام کي سجدو ڪيو مگر ان سجدي جو سبب علم بڻيو. ارشاد فرمايو: **عَلَّمَ آدَمَ الْاَسْمَاءَ كُلَّها. ترجمو:** الله پاڪ حضرت آدم عليه السلام کي هر شيءِ جو علم عطا ڪيو. ته عزت جو جيڪو سبب بڻجي رهيو آهي اهو آهي علم جيڪو فرشتن کي معلوم نه هو اسان جي محبوب نبي ڪريم ﷺ تي جيڪا

پهرين وحي نازل ٿي. اها بہ علم جي متعلق، اقرا سان هئي. تون ئي(حبيب ﷺ) پڙهہ اڳتي الله تعالىٰ ارشاد فرمايو: 3

**اِقرَا وَرَبُّکَ الاَکرَمُ الَّذِيْ عَلَّمَ بِالْقَلَمِ عَلَّمَ الاِنْسَانَ مَالَمْ يَعْلَم.ترجمو:** اي حبيب (ﷺ) پڙهہ تنهنجو رب وڏو ڪريم آهي. جنهن علم سيکاريو قلم جي ذريعي، ان سيکاريو انسان کي اهو جيڪو نہ ڄاڻندو هو. هتي بہ الله تعالىٰ علم جو حڪم ڏئي رهيو آهي ۽ سورة قلم ۾ الله تعالىٰ قلم جو قسم کڻي قلم جي اهميت کي واضح ڪيو. دين اسلام دين فطرت آهي جيڪو انسان کي شعور، آگاهي ۽ علم جي طرف دعوت ڏئي ٿو. علم جي ايتري اهميت آهي جو حديث شريف ۾ حضور ﷺ جن ارشاد فرمايو: **أُطْلُبُوالْعِلْمَ مِنَ الْمَهْدِ اِلَي اللَّحْدِ.** علم حاصل ڪريو پينگهي کان قبر تائين يعني ان ۾ عمر جو ڪو بہ قيد ناهي، علم جي ڪا بہ حد نہ آهي ۽ اهي علماءِ ڪرام ئي آهن جو انسانن کي علم سيکارين ٿا. حضرت حسن بصري رحمة الله عليہ جو قول آهي تہ جيڪڏهن علماءِ ڪرام نہ هجن ها تہ انسان جانورن واري زندگي گذارين ها! انهن جو امت تي احسان آهي. جو انهن علم کي پنهنجي سيني ۾ محفوظ ڪيو ۽ سينہ بہ سينہ ان کي اڳتي پهچايو. انهن جو ئي صدقو آ جو علم اسان تائين پهتو آهي. اهو علماءِ ڪرام جو مقام آ جو حضرت ابن عباس رضي الله عنہ جن کان روايت آهي تہ حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو هڪ فقيهہ عالم يعني (عالم دين) شيطان تي هڪ هزار عابدن کان وڌيڪ آهي. (مشڪواة شريف باب العلم) علم انبياءِ ڪرام جي ميراث آهي. حضور اڪرم ﷺ جن جو ارشاد

آهي: **اَلْعُلَمَاءُ وَرَثَةُ الْاَنْبِيَاءِ. ترجمو:** عالم رباني انبياء
ڪرام جا وارث آهن ۽ نبي جو ورثو علم هوندو آهي.
دين اسلام بار بار علم حاصل ڪرڻ جو حڪم ڏئي ٿو.
حضور اڪرم ﷺ جن جو ارشاد گرامي آهي: **طَلَبُ الْعِلْمِ**
**فَرِيْضَةٌ عَلٰى كُلِّ مُسْلِمٍ وَمُسْلِمَةٍ.**
**ترجمو:** علم جو حاصل ڪرڻ هر مسلمان مرد ۽ عورت
تي فرض آهي. معلوم ٿيو ته علم حاصل ڪرڻ فرض
عين آهي.
ارشاد گرامي آهي: **مَنْ خَرَجَ فِي طَلب العلم فَهُوَ فِي سَبِيْلِ**
**اللّٰهِ حَتّٰى يَرْجِعَ.** يعني: جيڪو شخص علم حاصل ڪرڻ
لاءِ نڪتو اهو واپس اچڻ تائين الله جي رستي ۾ آهي.
علم هڪ طاقت ۽ قوت آهي ان قلم جي ئي طاقت آهي
جو ان قلم جي ڪري دنيا ۾ وڏا وڏا انقلاب آيا. ان قلم
جي طاقت هئي جو حضرت عمر رضي الله عنه درياءِ نيل
جي نالي هڪ خط لکي ڏنو ته جيڪڏهن درياهه تون الله
جي حڪم سان وهين ٿو ته توکي عمر جو حڪم آهي ته
وهُه ۽ جاري ٿي. جيڪڏهن الله پاڪ جي حڪم سان نه ٿو
وهين ته اسان کي تنهنجي پاڻي جي ضرورت ناهي. اهو
مصر جو درياهه نيل حضرت عمر رضي الله عنه جي ان
قلم جي ڪرامت سان ان ڏينهن کان وٺي اڄ ڏينهن تائين
جاري آهي ۽ تاقيامت جاري رهندو. اها علم جي طاقت آ
جو ملڪ بلقيس جو تخت جيڪو وزني به هو ته ڪيئي
ميل پري به هو اهو تخت حضرت سليمان عليه السلام
جي هڪ امتي عالم آصف بن برخيه جنهن اک ڇنب ۾
حضرت سليمان عليه السلام جي سامهون حاضر ڪيو ان
کي ڪهڙي طاقت هئي ان کي علم جي طاقت هئي،

جنهن جي شاهدي الله تعالىٰ قرآن كريم ۾ ڏني آهي:
**عِنۡدَہٗ عِلۡمٌ مِّنَ الۡکِتٰبِ.** ”ان وٽ ڪتاب جو علم هو.“
معلوم ٿيو ته علم هڪ قوت ۽ طاقت آهي. علم جي ذريعي ئي ماڻهو ڪنهن اعلىٰ درجي تي پهچي سگهي ٿو. 4
حضرت سليمان عليہ السلام کي الله تعالىٰ اهو اختيار ڏنو ته يا دولت قبول ڪر يا بادشاهي قبول ڪر يا علم قبول ڪر. حضرت سليمان عليہ السلام علم کي قبول فرمايو جو سندن کي هر شيءِ جو علم ڏنو ويو هو. الله تعالىٰ ان علم جي صدقي حضرت سليمان عليہ السلام کي مال به عطا ڪيو ته بادشاهي به عطا ڪئي. (تفسير روح البيان)
حضرت محبوب سبحاني عبدالقادر جيلاني جو قول آهي ته: *درست العلم حتیٰ سرت کتب* يعني پاڻ فرمائن ٿا ته مان علم پڙهي پڙهي حتيٰ جو قطب جي درجي تي پهچي ويس ۽ پاڻ ڪريم ﷺ هميشه اها دعا گهرندا هئا.
**اَللّٰهم اِنِّي اَسۡئَلُکَ عِلۡمًا نَافِعًا. ترجمو:** ياالله مان تون ڪان نفع ڏيندڙ علم جو سوال ڪيان ٿو. يعني اهڙو علم جنهن جي ڪري پاڻ کي فائدو پهچي ۽ ان جي ذريعي ٻين کي به فائدو پهچي. مٿي جيڪي به حديثون لکيون ويون ان ۾ صرف علم حاصل ڪرڻ جو حڪم بيان ٿيل آهي. ان ۾ اهو ڪٿي به ناهي لکيل ته اهو علم دين جو هجي يا دنيا جو بيشڪ دين جو علم سيني ڪان اول آهي ۽ ان جي تمام گهڻي اهميت آهي. دين جو علم فرض عين آهي پر جيڪڏهن دين جو فرضي علم پڙهڻ فرض آهي ته دنيا جو علم پڙهڻ واجب آهي. حضرت امام غزالي عليه الرحمة

فرمائن ٿا تہ جنهن علم جي ڪري ڪافر مسلمانن تي غالب اچي وڃن ان علم جو حاصل ڪرڻ مسلمانن تي واجب آهي. هڪ ٻيو ارشاد گرامي آهي تہ جيڪو جنهن قوم جي زبان سِکيو اهو ان قوم جي برائي کان محفوظ رهيو. موجوده دور ۾ مسلمانن جي زوال ۽ سستي جو بنيادي سبب دنيا جي علم کان دوري آهي. ڇو تہ اسلام کي ضرورت آهي سٺن سائنسدانن جي، سٺن انجنيئرن جي، سٺن ڊاڪٽرن جي، ڪامياب سرزمين جي، ڇو تہ هر اچڻ واري صدي اسلام جي صدي آهي.

الله جو واعدو آهي تہ زمين جو وارث مان پنهنجي نيڪ ۽ صالح ٻانهن کي ڪندس. دنيا تي غلبو دين اسلام جو رهيو آهي ۽ رهندو. دنيا ۾ قيادت مسلمانن کي ئي ملڻي آهي پر ان جي لاءِ ضروري آهي تہ اسان دين جو علم حاصل ڪرڻ سان گڏوگڏ دنيا جو بہ علم حاصل ڪيون.اسان جا مرشد مربي حضور قبلہ محبوب سجڻ سائين مدظلہ العالي اڪثر پنهنجي خطابات ۾ تلقين فرمائيندا رهندا آهن تہ علم حاصل ڪيو، دين جو بہ تہ دنيا جو بہ پاڻ پڙهو، پنهنجي اولاد کي پڙهايو، پاڻ اڪثر نبي ڪريم ﷺ جن جو ارشاد پڙهندا آهن:**اُطْلُبُوا الْعِلْمَ وَلَوكَانَ بِالصِّيْن.** يعني: علم حاصل ڪيو چاهي اوهانکي چين وڃڻو پوي.۽ پاڻ پنهنجي عظيم جماعت جماعت اصلاح المسلمين کي جيڪو پنج نقاطي پروگرام ڏنو اٿن. جنهن ۾ پهريون ۽ اهم نقطو علم آهي. دين جو علم بہ ۽ دنيا جو علم بہ ۽ ان علم جي طاقت سان هڪ دفعو وري اڳتي وڌڻو اهي دنياتي حڪمراني ڪرڻي آهي.

درس حديث

# شفقت، نرمي، رحم

حضرت علامه مولانا عبدالقدير شيخ طاهري

نحمده ونصلي علىٰ رسوله الكريم

امابعد

وَعَنۡ جَرِيۡر عَنِ النَّبِي ﷺ قَالَ مَنۡ يُحۡرَمُ الرِفۡق يُحۡرَمُ الۡخَيۡرَ. (رواه مسلم)

**حضرت** جرير رضي الله تعالىٰ عنہ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو جيڪو شخص نرمي کان محروم ڪيو ويو اهو (دنيا آخرت جي) هر ڀلائي کان محروم ٿي ويو. رفق جي معنىٰ آهي نرمي ڪنهن جو لحاظ رکڻ، سختي نہ ڪرڻ حتىٰ الوسعة مهربان ٿيڻ. ان کي رفق چيو ويندو آهي ان جي هم معنىٰ لفظ شفقت بہ آهي، شفقت شفق کان ورتل آهي جنهن جي معنىٰ آهي ڊڄ، خوف. اصطلاح ۾ شفقت ان مهرباني کي چيو ويندو آهي جيڪا الله تعالىٰ جي ناراض ٿيڻ جي خوف کان ڪئي ويندي آهي. غريب، بيڪس ۽ مظلوم تي مهرباني ڪرڻ ۾ صرف الله جي رضا مقصود هجي. ان کي شفقت چئبو آهي. ان جي هم معنىٰ رحمت جو لفظ بہ آهي رحمت چئبو آهي بلااستحقاق ڪنهن تي مهرباني ڪرڻ يعني جنهن تي احسان، رحم ڪرم ڪيو ٿا. اهو ان جو لائق بہ نہ آهي تڏهن بہ ان تي نرمي ڪيو ٿا ان کي رحمت چئبو آهي.الله تعالىٰ رحيم ڪريم آهي ڪنهن کي طاقت کان زياده ڪوئي حڪم نہ ٿو ڏئي، گناهہ ۽ خطا (ٻانهي کان) سرزد ٿيڻ تي بخشش فرمائي ٿو. اها ذات چاهي ٿي تہ ٻانهو بہ رحم ڪرم ڪري. انهيءَ ۾ سختي

نہ هجي عفو، ڪرم، بخشش ٻانهي ۾ هجڻ گهرجي. نرمي، رحم، ڪرم الله تعاليٰ جي عظيم نعمتن مان هڪ نعمت آهي. الله تعاليٰ جي هر مخلوق انسان هجي خواه جانور انهيءَ تي رحم ڪرڻ، مهرباني ۽ شفقت سان پيش اچڻ اها انسان جي بهترين خصلت آهي. جنهن انسان ۾ اها عادت هوندي آهي اهو انسان تمام انسانن ۾ عزيز ۽ عظيم بڻجي ويندو آهي. توڙي جو ان جو تعلق اعليٰ خاندان سان نہ بہ هجي. پر جنهن ۾ سختي هوندي آهي اهو حقير ٿي ويندو آهي اگرچہ ان جو تعلق اعليٰ خاندان سان هجي ان قابل مدح صفت اپنائڻ سان بيحد ثواب ملندو آهي. الله تعاليٰ ۽ الله تعاليٰ جي حبيب ﷺ جي خوشنودي ۽ رضا حاصل ٿيندي آهي. هر انسان تي لازم آهي تہ پنهنجي گهروارن تي، پاڙيوارن تي شفقت، رحم ڪري بلڪ هر ملندڙ جُلندڙ سان نرمي سان پيش اچي، هر هڪ سان خنده پيشاني سان پيش اچڻ سعادت ۽ خوش نصيبي جي علامت آهي. ان شخص تي الله تعاليٰ مهربان ٿي ويندو آهي.

حديث شريف ۾ آهي: **عَنۡ عَائِشَۃَ رَضِيَ اللهُ عَنۡهَا اَنَّ رَسُوۡلَ اللهِ صلي الله عليہ وسلم قَالَ اِنَّ اللهَ تَعَالٰی رَفِيۡقٌ يُحِبُّ الرِّفۡقَ وَيُعۡطِي عَلَي الرِّفۡقِ مَالَا يُعۡطِي عَلَی الۡعُنۡفِ وَمَالَا يُعۡطِي عَلٰی مَا سِوَاه.** (رواه مسلم)

حضرت بيبي عائشہ رضي الله عنها فرمائي ٿي تہ حضور ﷺ جن فرمايو تہ الله تعاليٰ نرمي ڪندڙ آهي نرمي کي پسند ڪندڙ آهي، الله تعاليٰ نرمي جي ڪري ٻانهي تي اها عطا ۽ بخشش ڪندو آهي جيڪا سختي ۾ نہ ٿيندي آهي يا نرمي کانسواءِ جيڪي بہ بهترين عادتون آهن انهن ۾ الله تعاليٰ جا انعام ايترا نہ آهن جيترا نرمي ڪرڻ ۾ الله

6

تعاليٰ جا انعام احسان آهن. ان ڪري آنحضرت ﷺ حضرت بيبي عائشہ رضي الله عنها کي فرمايو: **عَلَيۡکِ بِالرِّفۡقِ وَاِيَّاکَ وَالۡعُنفَ وَالۡفُحۡشِ اِنَّ الرفۡقَ لَايَکُونُ فِيۡ شَيۡءٍ اِلَّا زَانَه وَلَايُنۡزَعُ مِنۡ شَيۡءٍ اِلَّاشَانَه.** (مشڪواة شريف باب الرفق والحياء)

توهان تي نرمي ڪرڻ لازم آهي سختي ۽ بدگماني کان پاڻ کي بچايو. نرمي انسان کي بهتر بنائيندي آهي جنهن مان نرمي ختم ٿي ويئي تہ اهو عيبناڪ (عيب وارو) ٿيندو آهي. يعني نرمي سان اهي ڪم نهي ويندا آهن جيڪي سختي سان ڪم نہ نهندا آهن، سختي سان دوست بہ دشمن ٿي ويندا آهن نرمي سان دشمن بہ دوست بنجي ويندا آهن، بگڙيل ڪم بہ نهي ويندا آهن.

حضرت حارثۃ ابن وهب رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضور صليٰ الله تعاليٰ عليه وسلم جن فرمايو تہ: **لَايَدۡخُلُ الۡجَنَّةَ الۡجَوَّاظُ وَلَا الۡجَعۡظَرِيّ** (مشڪواة شريف باب الرفق والحيا وحسن الخلق) جنت ۾ سخت دل ۽ سخت زبان بئي داخل نہ ٿيندا. هڪ روايت ۾ الغليظ لفظ بہ آيو آهي غليظ جي معنيٰ سخت دل ۽ فظ جي معنيٰ سخت زبان جيڪو هر هڪ سان سخت ڪلام ڪري اهي بئي جنت کان محروم ٿي ويندا. حضرت ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضور ﷺ جن فرمايو تہ: **اَلۡمُؤمِنُ غِرٌّ ڪَرِيۡمٌ وَالۡفَاجِرُ خِبٌّ لَئِيۡمٌ.** (رواه ترمذي)

مؤمن ڪرم وارو هوندو آهي ۽ فاجر، گنهگار بدخُلق هوندو آهي مطلب هي آهي تہ سخا نرمي واري صفت سان موصوف آهي تہ اُن کي ئي ايماندار چيو ويندو آهي پر جيڪڏهن اها صفت ان ۾ موجود نہ آهي تہ اهو ڪامل مؤمن نہ آهي ان کي فاجر چيو ويندو ۽ پاڻ ڪريم ﷺ

7

فرمايو تہ: **اَلْمُؤمِنُونَ هَيِنُونَ لَيِنُونَ كَالْجَمَلِ الأَنِفِ اِنْ قِيْدَ اِنْقَادَوِاِنْ أُنِيْخَ عَلٰى صَخْرَةٍ اسْتَنَاخَ.** (رواه ترمذي) مؤمن نرم دل ۽ نرم طبعيت هوندا آهن پاڻ مثال ڏيئي فرمائن ٿا تہ جيئن اُٺ ناڪيلي واري مالڪ جي هٿ ۾ هوندو آهي. اگر ان کي هلائڻ چاهيندو آهي تہ هلندو آهي اگر پٿر تي ويهاريندو آهي تہ پٿر تي ويهي رهندو آهي، اهڙي طرح مؤمن بہ الله جي رسول ﷺ جن جي هٿ ۾ ائين نرم هوندو آهي جيڪو حڪم ڏيندو ويندو آهي اهو مؤمن تسليم ڪندو ويندو آهي. حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ فرمايو: **اَلَا أُخْبِرُكُم بِمَنْ يَحْرُمُ عَلَى النَّار وَبِمَنْ تَحْرُمُ النَّار عَلَيْه عَلٰى كُلِّ هَيِّن لَيِّن قَرِيْبٍ سَهْل.** (رواه ترمذي)

ڇا مان توهان کي ٻڌايان ان شخص متعلق جيڪو باھ تي حرام آهي ۽ باھ ان تي حرام آهي يعني جهنم ۾ ڪڏهن بہ اهو شخص داخل نہ ٿيندو. جيڪو نرم طبعيت نرم زبان هوندو ۽ ماڻهن جي زيادتين کي درگذر ڪرڻ وارو هوندو، اُهو جهنم کان دور هوندو. حضرت بيبي عائشة رضي الله عنها کان روايت آهي تہ حضور ﷺ جن فرمايو آهي تہ: **اِذَا اَحَبَّ اللهُ اَهْلَ بَيْتٍ اَدْخَلَ عَلَيْهِمِ الرِّفْق.** (رواه احمد) الله تعالىٰ ڪنهن گهروارن کي چاهيندو آهي تہ انهن جي درميان نرمي پيدا ڪندو آهي جنهن گهر ۾ هڪٻئي سان سلوڪ نرمي وارو آهي سمجهو تہ الله تعالىٰ انهن سان پيار ٿو ڪري.

نرمي جو تاڪيد احاديث شريفہ ۾ تمام گهڻو آيل آهي ۽ هر وقت بهترين انسان جي نشاني نرمي ڪرڻ آهي اگر نرمي موجود آهي تہ اهو انسان بهتر آهي.

ڪنهن شخص حضور ﷺ جن جي خدمت ۾ عرض ڪيو

ته يارسول الله ﷺ اهڙو عمل ٻڌايو جنهن جي ذريعي جنت ۾ داخل ٿي وڃان! پاڻ فرمايائون ته ٻه ڳالهيون اهڙيون آهن جن سان گناهن جي بخشش ٿي سگهي ٿي.1: سلام عام ڪرڻ 2: نرمي سان ڳالهائڻ ۽ خنده پيشاني سان پيش اچڻ. (رواه طبراني)حضرت عبدالله بن عمر رضي الله تعالىٰ عنه فرمائن ٿا ته ڪنهن شخص جي صالح هجڻ لاءِ ضروري آهي ته نرم گفتار ۽ خنده پيشاني وارو هجي. انهن ٻن صفتن کان اگر محروم آهي ته ان کي صالح نه ٿو چئي سگهجي.حضور ﷺ جن فرمايو آهي ته ٽي شخص جنتي آهن:1: عادل بادشاهه. 2: اهو انسان جيڪو رحم ڪندڙ ۽ نرم دل آهي هر هڪ لاءِ خواه ان جو رشتيدار هجي يا ڌاريو هجي.3: اهو انسان باوجوديڪ مسڪين هجڻ جي گهڻي عيال رکڻ باوجود سوال کان بچيل هجي. ڪنهن جي آڏو پنهنجو هٿ ٻه نه ڦهلائي يعني سوال نه ڪري. (رواه مسلم شريف)

حضرت وهب بن منبه رضي الله تعالىٰ عنه فرمائن ٿا ته بني اسرائيل ۾ هڪ شخص وڏو عابد ۽ زاهد هئو. ستر سال روزه سان رهيو. ان الله تعالىٰ کان دعا گهري ته يا الله! مون کي اهو ڏيکار ته شيطان، انسان کي ڪيئن ٿو گمراهه ڪري، الله تعالىٰ ان جي دعا قبول ڪئي ان کي اهو منظر ڏيکاريو ويو، ڏٺائين ته شيطان انسان جي چوڌاري مکين وانگر گهيرو ڪيو ويٺا آهن. اهو عابد حيران ٿي ويو، چيائين منهنجا مولا! هن حالت ۾ شيطان کان انسان ڪيئن محفوظ رهندو؟ارشاد باري تعالىٰ ٿيو ته جيڪو انسان پرهيزگار، نرم ۽ خنده پيشاني وارو آهي اهو شيطان کان محفوظ رهندو. لِهٰذا انسان پنهنجي طبعيت ۾ نرمي پيدا ڪري، سختي ۽ سخت دل الله کي پسند نه آهي. الله جي ناپسنديده ٻانهن مان بچڻ چاهي ٿو ته هر حال ۾ نرم رهي.

8

مڪتوبات شريف حضرت امام رباني مجدد و منور الف ثاني قدس سره



## ترجم مڪتوب نمبر:02

## روحاني راز

شيخ الحديث والتفسير حضرت علامه مولانا حبيب الرحمٰن گبول طاهري نقشبندي

**خلاصه مڪتوب:** حضرت امام رباني مجدّد و منوّر الف ثاني قدس سره هيءُ خط پڻ پنهنجي پير، روشن ضمير حضرت خواجه محمد باقي بالله قدس سره ڏانهن تحرير فرمايو آهي، جنهن ۾ پاڻ پنهنجي باطني ترقين جو احوال لکي، الله سائين جي عنايتن تي عجز نياز، ته ڪٿي ناز جي انداز ۾ خوشي جو اظهار ڪيو اٿن.

**عبارت: عرضداشت کمترین بندگان---**

**ترجمه:** سيني غلامن مان گهٽ درجه واري احمد نالي غلام طرفان بلند مقام (مرشد ڪامل) جي خدمت ۾ عرض ته مبارڪ مهيني رمضان سان متصل مولانا شاهه محمد استخاره جو امر پهچايو، پر ان وچ ۾ ايتري واندڪائي ملي نه سگهي جو (استخاره ڪري) رمضان شريف تائين آستانه عاليه چمڻ جو شرف حاصل ڪريان، مجبورًا رمضان شريف گذري وڃڻ لاءِ پاڻ کي تسلي ڏنم الله سائين جون مهربانيون جيڪي اوهان جي توجهات عاليه جي برڪتن سان لاڳيتو هڪ ٻئي پٺيان لڳاتار پهچي رهيون آهن، ان باري ۾ ڇا عرض ڪيان (بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهن) شعر:

من آن خاکم که ابرِ نوبهاری، کند از لطف بر من قطره باری
اگر بر روید از تن صد زبانم، چو سبزه شکر لطفش کے توانم

(آئون ته اها مٽي آهيان جنهن تي بهار جي موسم ۾ (الله سائين) پنهنجي فضل سان رحمت جومينهن وسايو، جيڪڏهن منهنجي جسم ۾ سوين زبانون پيدا ٿين (۽ انهن سيني سان شڪر ادا ڪريان) تڏهن به سائي سلي (بي زبان) وانگر ان مهرباني جو شڪر ڪيئن ٿو ادا ڪري سگهان). توڙي جو هن قسم جي احوال مان جرئت ۽ گستاخي (بي ادبي، فخر ۽ وڏائي) جي بوءِ اچي ٿي.(پر جيئن ته مون کي بادشاهه (سلامت پاڻ) مٽي ڪان مٿي ڪڍي بلند ڪيو آهي، ته هاڻي مون کي آسمان ڪان به ڪنڌ مٿي ڪرڻ سونهي ٿو، (جو هي ان جي نعمت جي شڪر ادائي ئي آهي ان ۾ منهنجو ڪو ڪمال ڪونهي) صحو ۽ بقا (سڪر ۽ مستي ختم ٿي وڃڻ) جي مقام جي شروعات ربيع الآخر مهيني کان ٿي ۽ هن وقت تائين خاص قسم جي بقا سان هرگهڙي مشرف ڪن پيا.ان جي ابتدا حضرت شيخ محي الدين (ابن عربي عليه الرحمة) جي(بيان ڪيل) ذاتي تجلي سان ٿي، ڪڏهن صحو واري ڪيفيت ٿئي ٿي ته ڪڏهن وري سڪر جي حالت طاري ٿئي ٿي.انهيءَ عروج ۽ نزول جي حالتن ۾ نوان نوان باطني علوم ۽ معرفت جا عجيب مقام عطا ٿين ٿا (جو ڪڏهن سالڪ پاڻ کي مٿانهين مقام ۾ محسوس ڪري ٿو ته ڪڏهن وري هيٺين مقام تي معلوم ڪري ٿو) ۽ هر مقام جي بقا سان مناسب احسان (اخلاص) ۽ خاص حضور جو شرف حاصل ٿئي ٿو. مبارڪ مهيني رمضان جي ڇهين تاريخ بقاء جو شرف حاصل ٿيوءِايترو احسان

نصيب ٿيو جو ڇا عرض ڪريان، ائين پي محسوس ٿيو
جڻ اتي استعداد جي انتها ٿي وئي (۽ وڌيڪ برداشت
ڪرڻ جي قوت ئي نہ آهي ۽ ان مقام سان مناسب وصل 9
(قرب) بہ حاصل ٿيو ۽ جذبہ واري صورت (سير في
الاشياء) مڪمل ٿي وئي ۽ جذبہ جي مقام سان مناسب
سير الىٰ الله جي شروعات ٿي. جيتري قدر فنا مڪمل
هوندو، اوتري قدر ان تي بقا مرتب ٿيندو (گهٽ وڌائي جو
مدار فنا تي آهي) ۽ جيتري قدر بقا ۾ ڪمال حاصل ٿيندو
ويندو، اوتري قدر صحو ۾ بہ واڌارو ايندو ويندو (۽
سڪر مستي گهٽ ٿيندي ويندي) ۽ جيتري قدر صحو
زياده هوندو، شريعت مطهره جي موافق باطني علوم عطا
ٿيندا، ان ڪري جو ڪمال صحو انبياءِ ڪرام عليهم
السلام کي حاصل هيو ۽ انهن کان جيڪي باطني علوم
ظاهر ٿيا اهي ئي شريعت جا احڪام آهن۽اهي ئي
(درست) عقيدا آهن، جيڪي انهن (نبين سڳورن) الله
سائين جي ذات ۽ صفات جي باري ۾ بيان فرمايا ۽ انهن
جي ظاهر جي مخالفت سڪر جي رهيل اثر ڪري آهي
(جو صحو وارو سالڪ شريعت جي ظاهري احڪام جي
ڪڏهن مخالفت نہ ڪندو آهي جڏهن تہ سڪر وارو سالڪ
مستي ۽ بي خودي جي حالت ۾ ڪوتاهي ڪري ويندو
آهي). هن وقت جيڪي باطني معارف هن نالائق کي
نصيب آهن اڪثر ڪري اهي شريعت جي احڪامن جي
وضاحت ۽ بيان آهن.ان نموني استدلالي علم ڪشفي ۽
ضروري ٿئي پيو. گربگويم شرح ايں بے حد شود۔ جيڪڏهن
ان جي وڌيڪ وضاحت ڪيان تہ ڳالهہ حد کان وڌي ويندي
۽ ڌپ ٽوٽئي تہ مٺان (مرشد ڪامل )جي بي ادبي ٿي پوي.
ٻانهي کي گهرجي تہ پنهنجي حد ڄاڻي.(حد اندر رهي)

10

# منقبت شريف

شاعر: مولانا احمد حسن لاشاري عليہ الرحمة

ٽلهه: منهنجا سڀ آسرا تو ۾، تنهنجي در جو سهارو آ
ڏسان ٿو چؤطرف برحق بچڻ جو ڪو نہ چارو آ

1: تنهنجي دربار تي دلبر رهڻ جا لائق ناهيون پر
وجون ڪاڏي پلا ڪنهن در ڪٽي بيڪار هي دفتر
قريشي قرب پنهنجو ڪر توڏي رب جو اشارو آ

2: تنهنجي در تان ٽڙيل سڀا خدا جو آ قسم ڪُٺا
ربي رحمت منجهان هٿا سلا پاڙئون سندن پٽا
ٽلها تي لحد ۾ لُٺا سدا تن لاءِ مونجهارو آ

3: منهنجي هن حال تي هادي ڪيو ڪا پير امدادي
گهري ٿو نفس آزادي جنهين ۾ آهي بربادي
تنهنجي در تي هان فريادي مدد ڪر نفس امّارو آ

4: پلائي ڪم پلارن جو خدا جي خاص پيارن جو
فڪر تو ڪي هزارن جو گنهگارن بي ڪارن جو
مون پارن شرمسارن جو ڪليل تو وٽ ادارو آ

5: چپر ”احمدحسن“ جو تون مگر دلبر سين جو تون
جنين جو ڪو نہ تن جو تون آهين آڌار اڙين جو تون
وسيلو بي وڙن جو تون تو وٽ بس ڇوٽڪارو آ

# سوانح حيات

# حضرت پير مٺا سائين رحمة الله عليه جون تبليغي خدمتون

حضرت مولانا محمد حسن اوٺو غفاري بخشي طاهري

**عنوان** تي لکڻ کان اول، سرزمينِ سنڌ، جنهن کي صوفين جي ڌرتي سڏجي ٿو، جنهن کي ”باب الاسلام“ جو لقب حاصل آهي، اڄ کان سوا سؤ سال جي حالات تي نظر ڪجي ته معلوم ٿو ٿئي ته انهن الله جي ڪامل ولين واري فيض جي روشني گهٽجي مدهم پئجي ويئي، سنڌ ۾ غير مسلم حڪومتن جي دور ۾ انهن جا رسم و رواج ايترا ته غالب ٿي ويا جو ڪيترين خانقاهن تي رسمي ميلا، ملاڪڙا، غير شرعي ڪم شروع ڪري پئسن، ڏوڪڙن ڪمائڻ جو ذريعو بڻائي، بزرگن جي طريقي ۽ تعليمات کان منهن موڙي سندن جي روح کي رنجايو ويو. معاشري کي برائين سان بگاڙي، مسلمانن کي دين کان گهڻو دور ڪري، جهالت واري انڌيري ۾ اڇلائي ڇڏيو، سڪونِ قلب واري دولت کان مسلمان اڪثر محروم ٿيڻ لڳا. اسلامي احڪامات کان پري رهي مسلمان ديني ۽ دنياوي خساري ۾ پئجي ويا. جائز، ناجائز، حلال و حرام جي تميز کي بلڪل نظرانداز ڪيو

ويو، ماڻهو نماز، روزي ۽ قرآن کان منهن موڙي چڪا هئا. نيون مسجدون ته ڪونه تي نهيون پر پراڻيون به غيرآباد ٿي ويون، جن ۾ پڪين آڪيرا ٺاهي ڇڏيا. نيڪي ۽ دينداري افسرده حالت ۾ مردِ قلندر جي راهه تڪي رهيون هيون. 11

الله تبارڪ و تعالىٰ جي رحمت هميشه پنهنجي ٻانهن جي هدايت ۽ راهِ راست تي آڻڻ جو انتظام ڪيو آهي. ان لاءِ سيدنا آدم عليه السلام کان انبياءِ جو سلسلو جاري ٿيو جيڪو خاتم الانبياءِ حضرت محمد مصطفىٰ صلي الله عليه وآله وسلم جن تي پڄاڻي تي پهتو ۽ اڳتي اها ذمه داري سندن جي غلامن، رباني عالمن، صالحين ۽ صادقين کي سونپي ويئي، جيڪي هر دور ۾ دين جي تجديد جو ڪم ڪندا رهيا ۽ ڪري رهيا آهن تاقيامت ڪندا رهندا. (انشاءَ الله)

پنهنجي خداداد لياقتن، عمده اخلاقن ۽ اخلاص سان اصلاح معاشره، روحاني تعليم و تربيت ۽ تبليغ دين جي اهم فرائضن کي ادا ڪندا رهيا آهن، انهن نوراني شخصيتن ۾ حضرت خواجه محمد عبدالغفار المعروف پير مٺا سائين رحمة الله عليه نقشبندي، مجددي، فضلي جن جو نالو به شمار ڪيو ويندو آهي. سنڌ جي سدا حيات صوفي شاعر، بزرگ حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحمة الله عليه جن ڏس ڏيندي فرمايو آهي ته:

**جي ڀائين جوڳي ٿيان ته طمع ڇڏ تمام،**
**گولا جي گولن جا، تن گولن جو ٿيءُ غلام،**
**ته نانگا تنهنجو نام، لکجي لاهوتين سين.**

حضرت پيرمٺا سائين رحمة الله عليه اڄ کان تقريباً 134 ورهيه اڳ سرزمين اولياء ملتان شريف جي ضلعي جلال پور پيروالا جي ويجهو لنگر شريف نالي ننڍڙي ڳوٺ ۾ عالم باعمل، صوفي باصفا، حضرت مولانا يارمحمد صاحب عليه الرحمة جي گهر ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم پنهنجي والد صاحب ۽ پنهنجن وڏن ڀائرن مولانا امام الدين ۽ مولانا محمد اشرف صاحب کان حاصل ڪيائون. عربي ۽ فارسي جي تعليم شاهه ولي الله رحمة الله عليه جي خليفه مولانا محمد عاقل رحمة الله عليه جن کان حاصل ڪرڻ بعد قاري مطيع الله صاحب، جنهن ڪيترائي سال حرم شريف ۾ قرات جي تعليم جا فرائض سرانجام ڏنا هئا. انهن وٽان حاصل فرمايائون.

**حضرت پيرمٺا رحمة الله عليه جن کي سنڌ ۾ تبليغ ڪرڻ جو شوق ڪيئن پيدا ٿيو؟**

پاڻ فرمايائون ته اسان ننڍپڻ ۾ ڏسندا هئاسون ته سنڌي مرد ۽ عورتون پيرين پيادا حضرت غوث بهاؤالحق ملتاني رحمة الله عليه جي عرس مبارڪ ۾ شرڪت لاءِ ملتان ويندا هئا. اسان جو ڳوٺ جيئن ته رستي ۾ درياهه جي ڪناري تي هو، اُهي سنڌ جا ماڻهو رات اسان وٽ ترسي صبح جو درياهه پار ڪري اڳتي روانا ٿيندا هئا. منهنجو والد صاحب مون کي متي تي مانيون رکي موڪليندو هو، آئون انهن کي کارائيندو هئس، مون کي انهن کي ويجهي کان ڏسڻ جو موقعو ملندو هو، ڪيترائي دفعا ڏٺم ته پيادل هلڻ ڪري انهن جا پير ڦٽجي پوندا هئا، پيرن تي لڦون ٿي وينديون هيون، انهن زخمن تي پٽيون ٻڌي پنهنجو سفر جاري رکندا هئا. انهن

12

جي اهڙي محبت، عقيدت ۽ صداقت کي ڏسي هن فقير (پيرمٺا رحمة الله عليه) جي دل ۾ سنڌ ۾ تبليغ ڪرڻ جو شوق پيدا ٿيو.

## سنڌ ۾ تبليغ جو آغاز ۽ ديني مرڪزن جو قيام

پاڻ مسلمانن جي تعليم ۽ تربيت لاءِ روحاني مرڪزن جو قيام عمل ۾ آندائون. اول پنهنجي آبائي علائقي ۾ ”عاشق آباد“ نالي مرڪز قائم ڪيائون جنهن جو افتتاح سندن جي شيخ ڪامل حضرت فضل علي قريشي عليه الرحمة جن ڪرڻ فرمايو هو. مگر جيئن ته حضرت خواجه پير مٺا سائين عليه الرحمة پنهنجي پير ڪامل حضرت قريشي عليه الرحمة سان سنڌ جي تبليغي سفرن ۾ ساڻن گڏ رهيا هئا ۽ انفرادي طرح به تبليغي سفر ڪندا رهندا هئا پر پنهنجي مشفق و مهربان مرشد جي فرمان بعد سنڌ ۾ مستقل طور تبليغ جي ڪم لاءِ پاڻ کي وقف ڪري ڇڏيائون. ڏينهن رات هن تبليغي مشغلي ۾ مصروف رهيا. شهر شهر، ڳوٺ ڳوٺ، وسندي واهڻ ۾ وڃي مخلوقِ خدا کي الٰهي احڪام ٻڌائي فيض محمدي ﷺ سان سندن دلين کي منور ڪندا رهيا. سندن جي خلوص ۽ محنت جي ڪري سنڌ ۾ ذاڪرين جو وڏو انگ پيدا ٿيڻ لڳو. ذاڪرين جي هن جماعت کي زياده وقت ڏيڻ جي ضرورت محسوس ٿيڻ لڳي.

پاڻ پنهنجي پير پائي، پنهنجي خليفه مطلق، دستِ راست ۽ اڳتي هلي سندن جي جاءِ نشين حضرت خواجه غريب نواز سهڻا سائين عليه الرحمة جن جي صلاح مشوري ۽ اصرار بعد سنڌ ۾ روحاني مرڪز قائم ڪرڻ

جي اجازت فرمايائون، حضرت سهڻا سائين عليه الرحمة جن پنهنجي جماعت سان گڏجي ڪڇي جي علائقي ۾ ”دين پور شريف“ نالي روحاني مرڪز جو بنياد رکيو، سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ سندن جو پيغام پهتو، ماڻهو جوق در جوق طريقه عاليه نقشبنديه ۾ داخل ٿيڻ لڳا. سندن جي فيوض و برڪات جو هر طرف چرچو ٿي ويو، باهران ايندڙ جماعت جي سهولت خاطر لاڙڪاڻي شهر جي ڀر ۾ درگاهه رحمت پور شريف جو بنياد رکيائون، جنهن جي زمين خريد ڪرڻ جو ۽ ٻيو خرچ حضور سهڻا سائين عليه الرحمة جن پنهنجي کيسي مان ادا ڪيو.

رحمت پور شريف مرڪز قائم ٿيڻ کانپوءِ ذاڪرين، صالحين ۽ مبلغن جي وڏي جماعت تيار ٿي جنهن کي پوري ملڪ ۾ موڪليائون ۽ هزارين ماڻهو طريقه عاليه نقشبنديه ۾ داخل ٿيا، بيشمار چور، زاني، شرابي، فاسق و فاجر نيڪ و ڪار، متقي پرهيزگار، شريعت ۽ سنت نبوي ﷺ جا پابند بڻجي ويا. سندن جي نوراني نظر ۽ صحبت سان رهزن به رهبر بڻجي ويا جيڪي بي لوث، بي طمع ۽ بي غرض، لِوجه الله پنهنجي کيسي مان خرچ ڪري تبليغ ڪندا رهندا هئا. ڪنهن کان به سوال، چندو، يا طمع نه ڪيائون. ڏاڙهي، ڏنڊڻ، پنج وقت نماز جي پابندي ۽ تهجد نماز، غفاري جماعت جون امتيازي خصوصيات شمار ڪيون وينديون هيون. جماعت کي انهن اصولن، تقوىٰ ۽ پرهيزگاري تي ڪاربند رهڻ جو تاڪيد ڪندي فرمائيندا هئا ته:

**”جي پائين غفاري ٿيان ته مرد ميدان جو ٿي بيهه،**
**نه ته پڇي پاسي ٿيءُ، مٺان غفاري به لڄائين.“**

سندن جو هي ڪم رڳو مردن تائين محدود ڪونہ هو پر مستورات جي بہ اهڙي پاڪيزه جماعت تيار ڪيائون جن پنهنجي مردن جي اصلاح ۾ بہ اهم ڪردار ادا ڪيو. شادي، غمي، موتي، فوتي جي غير شرعي ريتن رسمن کي ڇڏي شريعت محمدي جي اصولن تي هلڻ ۾ خوشي محسوس ڪرڻ لڳيون. حضرت سهڻا سائين عليه الرحمة فرمائيندا هئا تہ :

**”هر مرد جي اصلاح هڪ فرد جي اصلاح، هڪ عورت جي اصلاح پوري گهر جي اصلاح.“**

حضور پير مٺا سائين عليه الرحمة جن جي تعليمات، فيض و برڪات ۽ الله جي ذڪر، ماڻهن کي جهالت واري ڏهڻ مان ڪڍي اسلام جي روشني عطا فرمائي. اهڙيون مثالي بستيون قائم ڪيائون جو عوام الناس کي دين جي دعوت ۽ طريقه عاليه جي اشاعت لاءِ مبلغ پير مٺا رحمة الله عليه جي درگاهہ ۽ روحاني مرڪزن جو نقشو ٻڌائي متوجه ڪندا هئا.

انهن بستين ۾ شريعت جو نظام نافذ ڪرڻ ناممڪن سمجهندا هئا. انهن کي پنهنجي عمل سان ثابت ڪري ڏيکاريائون. هلندڙ هوا جي رخ تي ڪو نہ هليا. مگر هوا جو رخ موڙي ڇڏيائون، رات ڏينهن ڪين خلقِ خدا جي خدمت، اصلاح ۽ دين جي تبليغ جو اونو (فڪر) هوندو هو. پنهنجي خلفاءِ ۽ مريدن کي بہ فرمائيندا هئا تہ :

”رسول الله ﷺ جي امت جو هيءُ حال ڏسي اوهان کي گهرن ۾ ويهڻ ڪيئن ٿو اچي؟“ سندن جي حالات تي غور ڪرڻ سان معلوم ٿو ٿئي تہ تبليغ سندن جي غذا هوندي هئي.

اگر ڪڏهن سندن جي طبعيت تي ملال ٿيندو هو ته خواجه غريب نواز حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه تبليغ تان واپس آيل ڪنهن خليفي يا مبلغ کي تبليغ جي احوال ٻڌائڻ لاءِ اُٿاري ويهاريندا هئا. جڏهن هو سفر جو احوال، سندن جي فيوض و برڪات جا فوائد، ماڻهن جو گناهن کان توبه تائب ٿيڻ، ديندار ۽ نيڪوڪار ٿيڻ جا واقعات ٻڌائيندو هو ته حضرت پير مٺا رحمة الله عليه جن جي طبعيت تان سارو وزن لهي ويندو هو.

سندن جو نوراني چهرو هشاش بشاش ٿي ويندو هو، سندن جي تبليغ جي طريقه ڪار ۾ جتي شفقت، محبت، حڪمت ۽ تدبر جو عمل هوندو هو، ان کان زياده اثر هن ڳالهه جو هوندو هو جيڪي فرمائيندا هئا ان تي اول پاڻ عمل ڪندا هئا گويا سندن جي تبليغ ۾ قال کان وڌيڪ حال جو اثر هوندو هو. جيڪو سندن جي ڪاميابي جو ڪارڻ هو. يقينًا پاڻ انهن عظيم ۽ پاڪيزه شخصيتن مان هئا جن گهڻا ملڪ ته فتح ڪونه ڪيا پر دلين جي دنيا کي ضرور فتح ڪيو جنهن جو اثر اڃان تائين قائم ۽ دائم آهي.

## تبليغ جو ذوق، شوق ۽ جنون

حضرت پير مٺا سائين رحمة الله عليه روزانو فجر نماز ۽ حلقي مراقبي کانپوءِ ڏهين، ٻارهين وڳي تائين جماعت کي نصيحت ڪرڻ فرمائيندا هئا. آخري وقت ۾ ته ظهر نماز تائين مسلسل پُرتاثير تقرير فرمائيندا هئا. فقيرن کي فرمائيندا هئا ته:

”تبليغ مان اُٿڻ لاءِ ٻه ڳالهيون مجبور ڪن ٿيون هڪ الله جو فرض نماز ۽ ٻيو اوهان جي بک جو

احساس“، شام جو عصر نماز بعد مغرب نماز تائين وعظ و نصيحت كندا رهندا هئا. پنهنجي خلفاءِ ۽ مبلغين كي كيچ مكران، ننگرپاركر، بنگال ۽ ايران وغيره ڏانهن تبليغ لاءِ موكليائون. 14

آخري وقت ۾ پاڻ گھڻو عليل هئا، گجرات كان هڪ حكيم صاحب آيو، جمع جو ڀلارو ڏينهن هيو، حكيم صاحب اجان علاج شروع ئي كو نہ كيو تہ پاڻ كيس نصيحت كرڻ فرمايائون، ايتري تكليف جي باوجود صبح جو تقريباً 9 بجي كان جمع نماز جي اذان تائين دين جي تبليغ كندا رهيا. جيئن ئي تبليغ ختم كيائون تہ سندن كمزوري گھڻي وڌي ويئي، سندن جو داماد حضرت مولانا غلام فريد رحمة الله عليه كين ويلن واري كرسي (ويل چيئر) تي ويهاري مسجد شريف تائين آندو، كين هٿن تي کڻي اتر پاسي صف ۾ ويهاريو ويو، ياد رهي تہ اِها سندن جي آخري نماز هئي جيكا پاڻ باجماعت ادا كيائون.

## تقويٰ ۽ پرهيزگاري

حضرت پير مٺا سائين رحمة الله عليه نهايت متقي، پرهيزگار هئا، جماعت كي بہ تاكيد كندا هئا، هٿ جون ٺاهيل بازاري شيون، مٺائي، گيهہ، كير، تيل، گُڙ ۽ مصري وغيره بہ پاكائي سان تياركيل استعمال كندا هئا

**راقم الحروف** كي ياد آهي تہ 1958ع ۾ هي عاجز حضرت پير مٺا سائين رحمة الله عليه جن جي صحبت ۾ رحمت پور شريف پهتو، كجھہ مهينا اڳ هن عاجز جي ڀائرن پاكائيءَ سان گُڙ ٺاهي لنگر لاءِ موكليو هو.خليفہ سائين نصيرالدين شاهہ رحمة الله عليه جن هن عاجز كان پڇيو تہ

ڳڙ کهڙي طرح ٺاهيو ويو آهي، هن عاجز ٻڌايو ته پاڪائيءَ سان، ان بعد حضور پير مٺا سائين رحمة الله عليه جن لنگر ۾ اُن ڳڙ جي استعمال جي اجازت فرمائي.
شهري گوشت کان به پرهيز ڪندا هئا، ڇاڪاڻ ته اڪثر ڪاسائي ذبح جي مسئلن کان اڻ واقف هوندا آهن ۽ چوري جو مال به ڪاسائين وٽ پهچي ويندو هو، يتيمن جي مال کان پاڻ به پرهيز ڪندا هئا ۽ جماعت کي به سختي سان روڪيندا هئا.

فوت ٿي ويل شخص جي ملڪيت جيستائين وارثن ۾ شريعت مطابق نه ورهائي ويندي هئي تيستائين انهن ماڻهن جي پاڻ دعوت قبول نه ڪندا هئا.

## حضرت پيرمٺا عليه الرحمة جي آمد سان روحاني انقلاب آيو

حضرت پير مٺا سائين رحمة الله عليه جن طريقه عاليه قادريه جي بزرگ حضرت حافظ فتح محمد صاحب جلال پور پيروالا جي بيعت ڪيائون. حضرت حافظ صاحب جي وصال بعد پنجاب جي ڪامل ولي، عارف بالله حضرت فضل علي قريشي رحمته الله عليه مسڪين پور وارن جي سلسله عاليه نقشبنديه، مجدديه ۾ بيعت ڪيائون. سلطان الاذڪار تائين سندن لطيفه جاري ٿي ويا. تمام خطرات ۽ خيالن کان خالي، وجد و مستي جي عالم ۾ رهندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن وجد و مستي ۾ دستار ۽ قميص لاهي، پيرين اگهاڙي هيڏانهن هوڏانهن ڊوڙندا رهندا هئا، فقط گوڏ ٻڌل هوندي هُين، پير قريشي رحمة الله عليه سندن جي هيءَ حالت ڏسي خوش طبعي ڪندي فرمائيندا هئا ته: "**مولوي صاحب ڪپڙا (قميص) ڌوبيءَ کي ڏيئي آيا آهيو ڇا؟**"

پنهنجي پير سان والهانه عقيدت ۽ محبت هوندي هين، سندن جي شان ۾ بيشمار منقبتون ناهي پڙهندا هئا. پنهنجي واعظ و نصيحت ۾ پنهنجي پير جي فيض و برڪات جو تذڪرو سرفهرست هوندو هُئن. اگر ڪا ڪرامت ظاهر ٿيندي هئي ته اها پنهنجي مرشدن ڏانهن منسوب ڪندي فرمائيندا هئا ته: ”هيءَ منهنجي پير جي ڪرامت آهي.“اديب ايترا هئا جو پنهنجي پير جي دربار تي اگهاڙي پيرين هلندا هئا. حضرت پير قريشي رحمة الله عليه جن جي ساڻن خاص محبت ۽ شفقت هوندي هئي. حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جي والهانه محبت جي ڪري ساڻن هرهنڌ رفاقت رهي.

**خلافت:**

حضرت پير فضل علي قريشي رحمة الله عليه، حضرت پير مٺا رحمة الله عليه جن جي خلوص، لِلّهيت ۽ محبت ڪي ڏسي تبليغ دين ۽ طريقه عاليه جي اشاعت لاءِ کين خلافت مرحمت فرمائي. خلافت ڪانپوءِ تبليغ خاطر سنڌ ۾ گهڻو ايندا رهندا هئا مگر عاشق آباد نالي مستقل مرڪز پنجاب ۾ ناهيائون جتي حضرت پير قريشي رحمة الله عليه به تشريف فرما ٿيا هئا. سنڌ جا ڪافي فقير سنڌ ۽ پنجاب جي تبليغي سفر ۽ ”عاشق آباد“ مرڪز جي تعمير ۾ عملي طور شامل رهيا. جن ۾ سيدي و مرشدي حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه جن سرفهرست هوندا هئا. سندن جي محبت ڪوشش ۽ دلي خواهش تي حضرت پير مٺا سائين رحمة الله عليه مستقل سنڌ ۾ قيام فرمايو. ان وقت سنڌ جي ماڻهن جي ديني حالت ناقابلِ ديد (ڏسڻ جهڙي ڪا نه هئي) هئي.

15

صحيح طرح بنا لالچ جي دين جي دعوت، تعليم و تربيت ڏيڻ وارا، خصوصًا ٻهراڙي جي علائقن ۾ وجي الله جي رضا خاطر محنت ڪرڻ وارا نظر ئي ڪو نه ٿي آيا. مسلمان جهالت جي ريتن رسمن ۾ جڪڙجي چڪا هئا، اسلامي احڪامن تي عمل ڪرڻ کان بلڪل پري ٿي ويا هئا. رسمي پيري مريدي وڃي باقي رهي هئي، علماءِ جي اختلافات ڪري عوام دين کان وڌيڪ ڀاسيراٿيندا ويا

حضور پير فضل علي قريشي نورالله مرقده جي خليفي حضرت خواجه محمد عبدالغفار المعروف پير مٺا رحمة الله عليه جن درگاهه عاشق آباد کان سنڌ جو رخ ڪيو. گهوٽڪي، ڏهرڪي، سکر شڪارپور، راٺي پور، محراب پور، ڪنديارو، اٽڙپور ۽ نورپور ڪي فيضياب ڪندي سنڌو درياهه جي اولهندي ڪناري تي چورن ۽ ڦورن جي آماجگاهه، جتي پوليس يا ڪنهن ٻاهرئين ٻاڦهوءَ جو پهچڻ ناممڪن ۽ خطري کان خالي ڪو نه هوندو هو. الغرض حضور اڪرم ﷺ جن جي آمد کان اڳ وارن بدوين جهڙي حالت هن علائقي وارن جي هئي پاڻ (پير مٺا رحمة الله عليه) اُتي پهچي پنهنجي نظر ڪرم سان انهن ماڻهن جي ڪَٽيل ڪارين دلين ڪي ڌوئي، گناهن واري گدلاڻ لاهي چنڊ وانگر چمڪائي ڇڏيو. شاهه عبداللطيف ڀٽائي سچ چيو ته:

**صحبت صالحن جي اٿئي اندر اوجار**

**من مليو ماهه ڪن، جيئن لاهي ڪٽ قلعيدار**

**تن وٽ سب ڄمار، گذار جي گولو ٿي.**

حضور پير مٺا رحمة الله عليه انهن ڪي قلبي ذڪر جي تلقين فرمائي، انهن چورن کان چيخون ۽

16

رڙيون نڪري ويون، وجد ۽ جذبہ جي حالت ۾ تڙپڻ لڳا، دلي طرح توبہ تائب ٿي، خدا جا ذاڪر، شاڪر، متقي، پرهيزگار ٿي پيا، ماڻهن جا چورايل مال موٽائي ڏنائون، نہ فقط ايترو پر پنهنجي ٻين چور سنگتين کي بہ دعوت ڏيئي پير مٺا رحمة الله عليه جي خدمت ۾ وٺي ايندا هئا ۽ پاڻ انهن جي قلب تي آڱر مبارڪ رکي ذڪر قلبي جي تلقين فرمائيندا هئا. چورپور (چورن سان ڀريل بستي) دين پور بڻجي ويئي. جنهن ۾ عورتن ۾ بہ مثالي شرعي پردي جو اهتمام ڪيو ويو، حضرت پير مٺا رحمة الله عليه هتان هجرت ڪري لڏي لاڙڪاڻي شهر ۾ مستقل طور رحمت پور شريف نالي مرڪز ۾ رهي پوري ملڪ ۾ فيض رسائيندا رهيا،

ڪيتريون ئي بي مثال بستيون قائم ڪيائون، جن ۾ شريعت ۽ طريقت جي اصولن تي پوري طرح عمل ڪرايائون، سڀ مرد عورتون، نمازي تهجد گذار ۽ پرهيزگار ۽ متقي ٿي ويا، انهن جي شادي، غمي، شرعي پردي جو اهتمام جماعت غفاري جي امتيازي خصوصيات ۾ شامل آهي. نماز باجماعت، ڏاڙهي، ڏنڊڻ ۽ پٽڪو شريعت محمدي مطابق هن جماعت جون خاص نشانيون آهن، الغرض! حضرت پيرمٺا سائين رحمة الله عليه دين اسلام جي اشاعت خاطر سنڌ وارن تي عظيم احسان ڪيو، صوفين جي سرزمين باب الاسلام سنڌ ۽ سنڌي زبان وارن سان سنڌن جي بي حد محبت جو ثبوت آهي جو سنڌ ۾ مستقل قيام فرمايائون ۽ سنڌي زبان ۾ شوقيہ طور ڳالهائيندا بہ هئا چوندا هئا تہ ”سنڌ ۾ رهان ٿو ۽ سنڌي آهيان“.

# وصال پر ملال

اها هڪ حقيقت آهي تہ ڪامل ولين جي وصال وارو وقت سندن لاءِ پنهنجي محبوب حقيقي جي عشق و محبت ۽ ملاقات جي ذوق ۾ ايڏو تہ محويت وارو هوندو آهي جو مٿن استغراق واري حالت طاري ٿي ويندي آهي. حضرت پيرمٺا سائين رحمة الله عليه جن جي وصال وارو وقت بہ نهايت پُرڪيف هيو، سندن جا غلام، مريد، عاشق صادق تہ ملال واري حالت ۾ هئا، مگر مٿن استغراق طاري هيو، ڪاڏو تہ ڪافي عرصي کان ڪائڻ ڇڏي ڏنو هئائون پر بي ڪا گفتگو بہ نہ فرمائيندا هئا. ڪنهن ڪنهن وقت الله جي بارگاهہ ۾ التجا ۽ مناجات جا فارسي زبان ۾ پُرسوز ابيات سندن جي زبانِ حق ترجمان مان بي اختيار نڪرندا هئا.

نماز جي وقت تي تيمم جا اشارا ڪري، نماز اشارن سان ادا ڪندا هئا، اها بہ ان استغراق جي حالت ۾، پنهنجي وصال کان پهريائين عملي طور نوراني جماعت کي پنهنجي مخلص، عاشق صادق، خليفہ و نائب، عالم باعمل، حضرت الحاج الله بخش المعروف سهڻا سائين نورالله مرقده جن جي سپرد فرمايائون ۽ 8 شعبان 1384هہ مطابق 12 ڊسمبر 1964ع ۾ آچر جي رات 11 وڳي ڌاري وصال فرمايائون ۽ غفاري مسجد جي پرسان رحمتپور شريف لاڙڪاڻي ۾ پنهنجي مزار پرانوار ۾ آرامي ٿيا.

(اِنّا لله وَاِنّا اِلَيهِ رَاجِعُون)

الحمدلله! اڄ بہ حضرت سڄڻ سائين مدظلہ العالي، سندن جي چمن جي آبياري فرمائي رهيا آهن.

17

حضور پير مٺا سائين رحمة الله عليه جي سنڌ ۾ آمد جي ڪري هي عظيم انقلاب آيو، سندن جا نائب حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه تمام خلفاءِ ۾ شريعت و سنت جا پابند، پنهنجي مرشد ڪامل جي بي لوث عقيدت ۽ محبت لنگر جي خدمت مقامي ۽ مسافر فقيرن سان همدردي ۾ ممتاز نظر ايندا هئا.

حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه جن پنهنجن مرشدن جي فرمان مطابق دين جي تبليغ طريقه عاليه نقشبنديه جي منظم طريقي سان ڪرڻ لاءِ ديني مدارس، جماعت اصلاح المسلمين ۽ روحاني طلبہ جماعت جو قيام عمل ۾ آندو، سندن جي ڪيل ڪاوشن جي نتيجي ۾ نوان ديني مرڪز فقير پورشريف، الله آباد شريف، طاهر آباد شريف، مهاجر ڪيئمپ ڪراچي وغيره قائم ٿيا، جماعت اهل ذڪر ۾ مثالي اتحاد و اتفاق قائم رهيو. سندن جي اها تمنا ۽ دلي دعا الله عزوجل قبول فرمائي پاڻ پنهنجي لختِ جگر نورِنظر يڪتاءِ گوهر حضرت خواجہ محمد طاهر المعروف سڄڻ سائين جن جي سهڻي تعليم و تربيت ڪرڻ فرمائي تہ جيئن سندن جي وصال ڪانپوءِ سندن جي چاهہ واري چمن جي صحيح طرح آبياري ٿي سگهي جنهن لاءِ اڪثر هيءَ دعا گهرندا رهندا هئا تہ:

پھلا پھولا رہے یارب چمن میری امیدوں کا
جگر کا خون دے دے کر یہ بوٹے میں نے پالے ہیں

**حضرت** سهڻا سائين رحمة الله عليه سفرِ آخرت جي تياري ڪري چڏي هئي، آخري جمع 3 ربيع الاول 1404ھ بعد نماز جمع خصوصي طرح ڏاڙهي رکڻ جي نصيحت ڪرڻ فرمايائون. تڪليف، علالت واري وڏندي

ويئي مگر معمول مطابق سومر واري رات نماز تهجد ادا ڪري سيني ۾ سانديل حضرت پير مٺا رحمة الله عليه واري فيض جي امانت حضور قبلهٔ عالم محبوب سڄڻ سائين مدظله العالي جن جي سيني ۾ منتقل ڪرڻ فرمايائون ضروري هدايتون ۽ ارشادات فرمائيندي 6 ربيع الاول 1404ھ بمطابق 12 ڊسمبر 1983ع اسر ويل (تهجد وقت) 2.40 منٽن تي پنهنجي محبوب حقيقي الله عزوجل جي ذڪر جي محويت جي عالم ۾ وجي سندن جي حضور ۾ حاضر ٿيا.

## اي جوان شير ٿيسين

حضرت پير مٺا رحمة الله عليه جن جي سڄڻ سائين مدظله العالي جن لاءِ اها بشارت ته: "**اي جوان شير ٿيسين.**" ۽ حضرت سهڻا سائين نورالله مرقده جن جي ڪرامت ظاهر ٿي جو غفاري، بخشي جماعت جي خلفاءِ ۽ علماءِ ڪرام بعد نماز فجر متفق راءِ سان حضور قبله محبوب سڄڻ سائين مدظله جن کي پنهنجو قائد مقرر ڪندي پوري جماعت سندن جي بيعت ڪئي. ان ۾ سندن جا اساتذه ڪرام پڻ شامل هئا. نهايت عاجزي ۽ انڪساري سان حضرت سڄڻ سائين مدظله العالي جن حضور پير مٺا رحمة الله عليه جي فيض واري امانت جو بار پنهنجي ڪلهن تي کڻڻ قبول فرمايو.

الحمدلله! حضور پير مٺا رحمة الله عليه جن جي سنڌ ۾ آمد سان روحاني انقلاب وارو سلسلو جاري ساري آهي.سڄڻ سائين مدظله العالي جن جي ڪاوشن هن محبت واري، سڪون ۽ سلامتي واري اصلاحي پيغام کي بيرون ممالڪ تائين پهچايو ويو آهي، نبي اڪرم

18

ﷺ جن واري مشن يعني تزڪيہ نفس ۽ اصلاح قلب واري پروگرام کي دنيا جي ڪندڪڙچ تائين رسائن لاءِ رات ڏينهن رُڌل آهن، جماعت اصلاح المسلمين، روحاني طلبہ جماعت، جمعيت علماءِ طاهريہ، انجمن نونهال طاهريه وغيره دين جي محنت لاءِ قائم ڪيل تنظيمن جي ڪم ڪي سندن جي نظر ڪرم چارچنڊ لڳائي ڇڏيا آهن.

الله تعالىٰ ڪان دعا آهي تہ اهلِ ذڪر حضرات، علماءِ ڪرام، خلفاءِ حضرات، تنظيمن جي ڪارڪنن ۽ عهديدارن کي طريقه عاليه نقشبنديه غفاريه بخشيه طاهريه کي صحيح طرح سمجهڻ ان جي اصولن تي هلڻ، حضور قبلہ عالم سيدي و مرشدي حضرت سجڻ سائين مدظله العالي جن جي هدايتن مطابق هلڻ، سندن جي صحبت ۽ محبت جي توفيق عطا فرمائي. آمين.

## نمازي جي اڳيان لنگهڻ

**حديث شريف جو مفهوم آهي تہ:**

**نبي اڪرم ﷺ جن فرمايو تہ جيڪڏهن ڪو شخص نماز پڙهي رهيو آهي ۽ ٻيو ڪو بہ رستو نہ آهي هڪ وڏي اونهي کڏ آهي تہ گذرندڙ شخص کي گهرجي تہ ان (کڏ) ۾ لهي وڃي پر نمازي جي اڳيان هرگز نہ گذري.**

(**حديث نمبر:** 242 **مسلم شريف ج** 1)

**حضرت ابوهريره رضي الله عنہ ڪان روايت آهي تہ حضور ﷺ جن فرمايو تہ جيڪڏهن توهان مان** 100 **سال بيهي ان لاءِ اهو ڀلو آهي جو هو پنهنجي ڀاءَ جي نماز جي اڳيان گذري.**

چونڊ: محمد احسن شر / درگاهہ الله آباد

# حضرت خواجہ پير مٺا سائين عليہ الرحمة ۽ سندن منفرد غذا

## حضرت علامہ مولانا صاحبزاده ديده دل غفاري طاهري

سلسلہ عاليہ نقشبنديہ ۾ حضرت خواجہ محمد عبدالغفار المعروف پير مٺا سائين عليہ الرحمة جن جو مقام پنهنجي هم عصر اولياءِ ۾ نمايان رهيو آهي، سندن جي شخصيت جو اثر ۽ تازگي اڄ بہ محسوس ڪري سگهجي ٿي. حضرت جن جي شخصيت ۾ قربت خداونديءَ جو اهڙو تہ اثر هو جو اڄ لڳ ڀڳ 45، 50 سال گذرڻ جي باوجود سندن جو نالو ئي دلين کي گرمائي ڇڏي ٿو. پاڻ گوناگون صفتن جا مالڪ، خوبصورت خيالات جا حامل، عالم باعمل، ڪامل باڪمال، روحانيت جا رهنما ۽ بظاهر بي انتها خوبصورت هئا. سندن جي زندگيءَ جي ڪنهن بہ پهلو تي قلم کڻجي تہ بلاشبہ الڳ الڳ ڪتاب لکي سگهجن ٿا. هتي صرف سندن جي هڪ پهلو يعني سندن جي غذا جي باري ۾ ڪجهہ قلمبند ڪجي ٿو:

هي عاجز ان معاملي ۾ پاڻ کي بدقسمت سمجهي ٿو جو سندن جي ظاهري زيارت کان محروم رهيو ۽ بعد ۾ ڄائو پر سندن جي خوني رشتي جي نسبت ۽ سندن جي ذات جو حوالو ايترو قوي آهي ۽ ان جا اثرات وسيع آهن جو پنهنجي دامن ۾ ڪمي محسوس ٿئي ٿي ۽ اها بہ خوشنصيبي آهي جو سندن جي اهل خانہ جي ڀرپور شفقت ۽ صحبت نصيب رهي آهي. سندن جي ازواج مطهرات، سندن جي صاحبزاده ۽ صاحبزادين سان قربت حاصل ٿي ۽ آهي ۽ سندن جا خلفاءِ ۽ فقراءِ توڙي معتقدن سان بہ رهاڻيون ٿيون. خصوصًا سندن

19

جي انتهائي پياري خليفي مرشد حضرت سهڻا سائين عليہ الرحمة جن جي بہ صحبت نصيب ٿي ۽ فيوض و برڪات حاصل ٿيا. الحمدللہ!

سندن جي اهل خانہ سان سندن جي طرز زندگيءَ تي سير حاصل گفتگو ٿيندي رهندي آهي. سندن جي شخصيت جو هر پهلو، هر عمل منهنجي عقل کان ماورئ آهي. هتي صرف سندن جي غذا جو مثال ڏئي سگهجي ٿو. سندن جي غذا عام انسان کان بلڪل مختلف هئي، جيئن تہ خوراڪ انسان جي بنيادي ضرورتن مان هڪ آهي ۽ اهو جسم جي مناسبت سان ڪاڌي وجي ٿي پر سندن جي غذا سندن جي جسم اطهر جي مناسبت سان بلڪل نہ هجڻ برابر هئي. ان ڳالهہ جو ثبوت اهي برتن اڄ بہ موجود آهن جن جي زيارت ڪري سگهجي ٿي. جيڪي سندن جي زيراستعمال رهيا. اها تارازي، جنهن سان اٽو توريو ويندو هو، جنهن جو مقدار صرف هڪ آنو هوندو هو، اهو تئو جنهن جي ويڪر چار انچ مس ٿيندي، اها ديڳڙي جنهن ۾ ڀاڄي تيار ٿيندي هئي، جيڪا صرف هٿ ۾ اچي سگهي ٿي، اهو ڏاڪؤن بلڪل ننڍڙو جنهن ۾ ماني چوٽي ڪري رکي ويندي هئي. ايتري مختصر غذا ايتري مختصر ٿانون ۾ تيار ڪرڻ بہ ڪمال آهي، اهو فريضو بہ سندن جي زوجہ محترمہ ادا ڪندي هئي.

ان قليل مقدار ۾ توريل ڪڻڪ جي هڪ آني اٽي مان ٻہ ننڍڙيون مانيون تيار ڪيون وينديون هيون، جيڪي ڏاڪئين ۾ رکيون وينديون هيون ۽ بعد ۾ ان ننڍڙي ديڳڙي ۾ سندن جي لاءِ ڪڏهن ٻاڪري گوشت جون ننڍڙيون ٻوٽيون ڪري جيڪي هڪ آني کان بہ گهٽ ٿين تہ ڪڏهن وري ڪا سبزي مثلن ڪدو، ول توريون وغيره، جي ڀاڄي عمومًا ڪارن مرچن ۾ تيار ڪئي ويندي هئي. ياد رهي تہ اها غذا انتهائي پاڪائي، صفائي ۽ باوضو ٿي تيار ڪئي ويندي هئي. اها غذا پاڻ عمومًا جڏهن صبح جي نشست کان بعد اندازًا 11، 12 بجہ ڪڏهن ڪڏهن وعظ نصيحت دراز هجڻ جي

صورت ۾ ظهر نماز کان بعد استعمال فرمائيندا هئا. ۽ عين سنت نبوي مطابق تناول فرمائيندا هئا. گرهه ننڍڙا ڪٽندا هئا، جيئن ننڍڙي ٻار کي ٿاهي ڏبا آهن، بلڪل ننڍا، ان گرهه کي ٽيهه ٽيهه دفعا چٻاڙي کائيندا هئا درميان ۾ ٿورو پاڻي پيالي يا وٽي ۾ پيئندا هئا. گلاس کي پسند نه ڪندا هئا پاڻ فرمائيندا هئا ته سنت نبوي پيالي ۾ پاڻي پيئڻ آهي ان ڪري مون کي پڻ اهو پسند آهي، ان هڪ آني جي اٽي مان تيار ٿيل ٻن مانين مان صرف هڪ ماني جو به اڌ يا ٽي حصا کائيندا هئا. بس اها هئي ٿوس غذا جيڪا پاڻ 24 ڪلاڪن ۾ صرف هڪ دفعو استعمال ڪندا هئا، بقول سندن جي صاحبزادي محترمه (منهنجي والده) مون پنهنجي هوش سنڀالڻ کان سندن جي آخري وقت تائين سندن کي صرف اها ئي غذا استعمال ڪندي ڏٺو.هتي اوهان کي سندن جي جسم اطهر مطابق ڪجهه عرض ڪجي ته سندن جو قد مبارڪ درميانو، جسم مبارڪ پريل مضبوط ۽ ڪسرتي، سينو ڪشادو، جلد سفيد گلابي مائل جيئن خون جي فراواني هجي، سندن کي بي انتها طاقت هئي جو پنهنجي پير جي آڱرين سان هڪ طاقتور ماڻهو جي هٿ کي قابو ڪيائون پوري قوت لڳائڻ باوجود نه ٿي ڇڏائي سگهيو. ان کان علاوه به سندن جي ظاهري جسماني قوت جا ڪيئي مظاهرا ڏسڻ ۾ ايندا هئا. ايتري قوت هوندي به سندن غذا صرف ۽ صرف اها هئي جيڪا ذڪر ڪئي وئي. اڪثر پاڻ فرمائيندا هئا ته مون کي غذا کائڻ جي ضرورت بلڪل محسوس نه ٿي ٿئي، مان صرف سنت نبوي جي ڪري خوراڪ استعمال ڪيان ٿو يا وري ان ڳالهه جو ڊپ ٿو ٿئي ته متان غذا استعمال نه ڪرڻ جي صورت ۾ ماڻهو مون کي فرشتو نه سمجهن، ان لاءِ مجبورًا کاڌو کائڻو پوي ٿو محسوس ائين ٿيندو هو ته شايد سندن کي غذا بالغيب ملندي هجي يا روحانيت جي اعليٰ مقام تي فائز هجڻ سبب انهن مادي شين جي بلڪل ضرورت نه هوندي.

# حضرت پير مٺا عليه الرحمة جن جا حالات ۽ ملفوظات

از قلم **حضرت خليفه الحاج مولانا غلام قادر غفاري** رحمة الله عليه
**سهيڙيندڙ: مولانا مفتي مختار احمد ٽانڙي طاهري**

**مرشد** مربي قيوم زمان حضرت خواجه محمد عبدالغفار فضلي المعروف پير مٺا رحمة الله عليه جن جي حيات طيبه ۽ سندن شان جي بيان ڪرڻ يا تعريف ڪرڻ جي هن ناچيز بي علم کي ڪهڙي جراءَت ۽ حيثيت آهي، مگر: **الامر فوق الادب** جي مدنظر مثال جيڪي ڪجهه هن عاجز پنهنجي گنهگار اکين ۽ ڪنن سان ڏٺو، ٻُڌو ۽ سندن جي صحبت ۾ جيتري قدر حاضري نصيب ٿي ان مطابق حقيقتون پيش ڪيون وڃن ٿيون:

## حُسن اخلاق:

پاڻ عليه الرحمة فرمايائون ته طالب علمي جو دور هو، ان دور ۾ هڪ زميندار مشهور معروف وڏو عابد ۽ زاهد ٻڌڻ ۾ آيو، هڪ دفعي اسان پيادل سفر ڪندي مدرسي ڏانهن وڃي رهيا هئاسون، دل ۾ شوق جاڳيو ته اهڙي نيڪ بخت زميندار جي زيارت ڪيون، ان لاءِ مدرسي ڏانهن ويندڙ روٽ تبديل ڪري خاص سيڙجي ان مذڪور عابد زاهد جي زيارت لاءِ وياسين، صبح جو پهر هو، اسان سندس بينڪ (اوطاق) تي پهتاسون، ڪافي ڪتون پيل هيون، اسين به اتي وڃي ويهي رهياسين، اتي ٻيو شخص به مذڪور زميندار سان ملڻ لاءِ وينل هو، نوڪرن ٻڌايو ته وڏيرو صاحب فجر نماز پڙهي وڏي سج نڪرڻ تائين تلاوت ڪلام پاڪ ۽ نفل پڙهندو رهندو آهي،

21

ڏنوسين تہ ڪافي سج چڙهي چڪو هو مگر وڏيرو صاحب اڃان عبادت ۾ مشغول هو، سندس انتظار ۾ اوطاق تي ويٺل رهياسين، ڪافي دير ڪانپوءِ مذڪور وڏيرو صاحب ڏنوسين، تہ تسبيح هٿ ۾ درود شريف پڙهندو مسجد ڪان ٻاهر اچي رهيو آهي، وڏيري صاحب جي عبادت ۽ رياضت ڪان ڏاڍو متاثر ٿياسين، اوطاق تي آيل ماڻهن کي هٿ ڏئي وينو، سڀ ڪان پهريائين مون وانگر آيل هڪ ٻئي نئين ماڻهوءَ سان مخاطب ٿي پڇيائين تہ تون ڪير آهين؟ ان غريب وراڻيو تہ مان **وال وٽ** آهيان، مذڪور وڏيرو اهو ٻڌي تمام ڪاوڙ ۾ اچي ويو ۽ ان غريب تي سخت ناراض ٿيو ۽ ان کي غصي ۾ اچي گهٽ وڌ ڳالهائين، چيائين تہ تون **وال وٽ** تي ڪري اسان سان همسري ٿو ڪرين، اسان جي روبرو کٽ تي چڙهي وينو آهين، ان ويچاري غريب کي دڙڪا ڏئي بي عزتو ڪري کيس کٽ تان لهي ويهڻ جو حڪم ڪيائين،

هو مسڪين هيٺ تي وينو، وڏيري جي اهڙي ناشائستہ حرڪت، تڪبر ۽ سرڪشي ڏسي اسان جيتري عقيدت سان ساڻس ملڻ آياسين ان ڪان وڌيڪ اسان کي سندس هن بدخُلقي جو صدمو پهتو ۽ ساڻس حالي حوالي ٿيڻ ڪانسواءِ اُتيا هليا وياسين.

## 2: واقعو:

پاڻ عليه الرحمة فرمايائون تہ هڪ دفعي طالب علمي جي زماني ۾ اسان هڪ پراڻي عالم وٽ مهمان ٿياسون، اهو عالم سڳورو ڪافي عمر رسيده هو، اُن اسان سان محبت رکندي پنهنجي گهر ۾ اسان کي ترسايو، مهمان جي دل جوئي ڪندي اهو مولوي صاحب ڪجهہ

مزاحيہ ڳالهيون ٻڌائي پاڻ بہ کِلندو رهيو ۽ اسان کي بہ کِلائيندو رهيو، ڪجهہ وقت ڪانپوءِ ان مولوي کي ٻاهران دروازي تي سَڏُ ٿيو ۽ مولوي صاحب جڏهن ٻاهر نڪري ويو تہ سندس ڪراڙي گهرواريءَ مخاطب ٿيندي چوڻ لڳي تہ پٽ! هن مولويءَ وٽ ننڍڙي هوندي کان ئي مان نڪاح ۾ آئي آهيان پر پوري زندگي ۾ مون ڪيس ڪڏهن بہ ائين کِلندي ڪونہ ڏٺو آهي، گهر ۾ مون سان سدائين گُهنڊُ وجهي ڳالهائيندو آهي، پوري زندگي ۾ اڄ ئي ڪيس مون کِلندي ڏٺو آهي،

حضرت پير مٺا عليه الرحمة جن فرمايو تہ عورت جي انهيءَ درد ڀري سندس مڙس جي شڪايت ۽ اخلاقي ڪمزوري معلوم ڪري اسان کي سخت صدمو پهتو پاڻ اهو مثال ڏيندي فرمائيندا هئا تہ گهڻا ماڻهو پنهنجن يار، دوستن ۽ ٻين عام ماڻهن کي راضي رکڻ لاءِ هر طرح جون خوشامدون ۽ خوش طبعي ڪندا رهندا آهن مگر جڏهن پنهنجي ٻچڙن ۾ ويندا آهن تہ منهن ۾ شور وجهي ڪاوڙيا وتندا آهن ۽ پنهنجي ٻچن ۽ گهرواري جيڪي زياده خوش خلقي جا حقدار آهن انهن تي سدائين سِيٽيا وتندا اهن، حالانڪ حضور اڪرم ﷺ جن جو حڪم آهي تہ ”اوهان ۾ بهتر انسان اهو آهي جيڪو پنهنجي اهل و عيال سان سهڻو سلوڪ ڪري.“

## توڪل ۽ تقويٰ

پاڻ عليه الرحمة فرمايائون تہ اسان جڏهن علم پڙهي فارغ ٿياسين تہ رياست بهاولپور جي هڪڙي ڳوٺ محبت پور ۾ درس تدريس جو ڪم شروع ڪيوسين مگر ڪنهن کان بہ سوال چندو يا پگهار ڪا نہ گهري، نہ

وري ڪا طمع رکي، ڪافي عرصو گذري ويو تہ ڳوٺ وارا سڀ حيرت ۾ هجن تہ خبر ناهي مولوي نہ ڪو ٿو پگهار گهري، نہ ڪو ٿو سوال ڪري، نہ وري ڪا لالچ جي ڳالهہ ڪري ٿو، آخرڪار مولوي صاحب پنهنجو گذر سفر ڪيئن ٿو ڪري؟، پاڻ پنهنجي لاءِ فرمايائون تہ:

**اسان سڄي زندگيءَ ۾ جوانيءَ کان پيڙي تائين دنيا جي گذر سفر لاءِ ڪڏهن ڪَکُ پيڇي پيٽو نه ڪيو آهي مگر قدرت جي مهرباني سان اسان جو ڪڏهن به هٿ نه مُنجهيو آهي.**

پاڻ عليه الرحمة فرمايائون تہ اسان جو ڪپڙو لٽو (لباس) بہ عمدو ۽ ڪاڌو پيتو بہ هميشہ سٺو رهيو آهي پوءِ بہ ڪڏهن بہ اسان کي ڏوکڙ، پيسي جي ڪا تڪليف نہ ٿي. پاڻ عليه الرحمة فرمايائون تہ محبت پور ۾ جڏهن رهندا هئاسين تہ پنهنجي صاحبزادي جو نالو هن طرح وٺي فرمائيندا هئا تہ ننڍڙو خليل ٻاهر ٻارن سان ڳالهين ڪندي ڪين ٻڌايئندو هو تہ اڄ اسان گوشت چاڙهيو آهي ۽ اڄ اسان حلوو چاڙهيو آهي وغيره اتان جا ماڻهو اسان جي خوش گذران تي حيران هوندا هئا تہ آخر بغير ذريعہ معاش جي ايترو آسودو رهڻ ۽ ڪيڏانهن بہ هٿ نہ ڏگهيرڻ، اها هڪ عجيب و غريب ڳالهہ آهي، هڪ ڏينهن جمعي نماز تي ڳوٺ جي چوڌري صاحب اُٿي بيهي سموري جماعت کي نالو وٺي اعلان ڪيو تہ مولوي صاحب (پيرمٺا سائين عليه الرحمة) جي پگهار مقرر ڪرڻ گهرجي، سو ان ڪري سيئي ڳوٺ جا ماڻهو پنهنجي پنهنجي حيثيت آهر ماهوار مولوي صاحب جي پگهار لاءِ پئسہ لِکرائن، اها وڏي لسٽ تيار ٿي وئي بعد ۾ چوڌري صاحب اها لسٽ منهنجي حوالي ڪئي ۽ ايترو چيو تہ سائين اوهان مهرباني ڪري

هي لسٽ پاڻ وٽ رکو ۽ هر مهيني جي آخر ۾ اها لسٽ مون کي ڏيندا ڪريو ته جيئن آئون پاڙهي سيني جماعتين کان پيسا اوڳاڙي ڪري اوهان کي ڏيندس،

حضرت صاحب جن فرمايو ته اسان اها لسٽ وٺي ڪٽي رکي ڇڏي ۽ ڪيس ڪڏهن به ڪا نه ڏني ۽ نه وري ڪا يادگيري ڏياريسين اسان جي ايڏي استغنائي ۽ان معاملي ۾ لاطمعي ڏسي ان چوڌري صاحب ۽ ٻين ڳوٺاڻن کي پڪ ٿي وئي ته مولوي صاحب ڪيمياگر آهي ۽ سونُ ٺاهي ٿو، ان ڪري ڪا به لالچ يا طمع ڪنهن ۾ به ڪو نه ٿو رکي، ان ڪري چوڌري صاحب اسان کي بار بار مجبور ڪرڻ لڳو ۽ منٿون ڪرڻ لڳو ته مون کي به ڪيميا جو نسخو ڏسيو جيڪو توهان وٽ آهي، اسان ڪيس گهڻو سمجهايوسين ته اسان وٽ ڪو به ڪيميا جو نسخو ڪونهي مگر هو اعتبار نه پيو ڪري، هڪ ڏينهن جڏهن گهڻو ڪيميائي نسخي جي باري ۾ تنگ ڪيائين ته اسان ڪيس چيو ته جيڪڏهن اوهان سيني ڳوٺ وارن جي اها تمنا آهي ان لاءِ سيئي ڳوٺ جا ماڻهو گڏ ڪيو ته پوءِ هڪ جاءِ تي سيني کي ان ڪيميائي نسخي جو ڏس ڏيون، جڏهن ڳوٺ جا سمورا ماڻهو هڪ هنڌ گڏ ٿيا ته تڏهن اسان سيني کان پڇيو ته توهان سيني کي ڪيميائي نسخي جي تمنا آهي ؟ سيني گڏجي چيو هائو، مهرباني فرمائي اسان سيني کي اهو نسخو عنايت ڪيو، جنهن تي حضرت پير مٺا عليه الرحمة جن ڪين فرمايو ته اڄ اسان توهان سيني کي جيڪو اسان وٽ ڪيميائي نسخو آهي ان جو ڏس ڏيون ٿا جيڪڏهن توهان ائين ڪندؤ ته توهان کي به اسان واري نعمت نصيب ٿي ويندي،

23

حضرت صاحب جن کين سمجهايو ته ڪيميا جو نسخو هي آهي ته اوهان سيئي دنيا جا ڪم ڪاريون ڌنڌا واپار نوڪريون سڀ ختم ڪري فقط الله تعالیٰ جو دائمي ذڪر ڪندا رهو، پنج وقت نماز جماعت سان پڙهو، شريعت ۽ سنت تي پوري طرح عمل ڪريو، الله جو ذڪر هر وقت ڪندا رهو. جنهن مهل ننڊ اچي ته يلي آرام ڪيو. اهڙي طرح توهان پوءِ يلي ڪٽيون چوريون وڻا ڪائو پر اوهان وٽ پيسي جي ڪمي ڪانه ٿيندي، اوهان دنيا ۾ به آسودا گذاريندا ۽ آخرت ۾ به يلائي ٿيندي،

انهن پڇيو ته سائين جيڪڏهن دنيا جا ڪاروبار ڇڏي ڏيون ته پوءِ ڪائون ڪٿان؟، پاڻ فرمايائون ته جيڪي ڪجهه گهر ۾ مال مويشي اٿوَ اُهوسڀ ڪپايو، ان مان ڪائو پيئو، جنهن تي انهن چيو ته جڏهن اهي پيسا ڪپي وڃن ته پوءِ؟ پاڻ فرمايائون جيڪا زمين اٿوَ اُن مان گذرسفر ڪيو، انهن چيو زمين ڪپي وڃي ته پوءِ پاڻ فرمايائون توهان ڪي الله جل شانه ڏيندو. اهي ماڻهو چوڻ لڳا ته سائين اهڙي ڪيميا اسان ڪي ڪا نه ڪپي، اهڙي توڪل اسان ڪان ڪانه ٿيندي، پاڻ توڪل جي باري ۾ ڪيترا واقعات ۽ ابيات فرمائيندا هئا. جهڙوڪ:

*پلے خرچ نہ بَدن پکی تے درویش۔ جنہاں تکیہ ربدا انہاں رزق ہمیشہ*

*لطف علی مسکینے کوں رب ڈیندا رزق ہوائی*

## مشڪلاتن جو حل:

هڪ دفعي حضرت پير مٺا سائين رحمة الله عليه مسجد کان واپس پنهنجي گهر ڏانهن وڃي رهيا هئا ته هڪ نئين شخص مشڪلات جو ذڪر ڪندي

دعا لاءِ عرض ڪيو، پاڻ دعا فرمائي ھي شعر لھجہ سان چوندا حولي مبارڪ ڏانھن تشريف ڪٺي ويا:

مشکلیں آسان نظر آنے لگیں

جب ہمیں اپنا بنایا پیر نے

بعض اوقات اهڙي قسم جو ٻيو ھي شعر بہ پڙھندا ھئا:

**مشکل پڑی تو کیا ہوا مشکل کشا بھی ہے**

**سر پر پڑی تو کیا ہوا سر پر خدا بھی ہے**

## قطع تعلقات بابت واقعو:

پاڻ عليه الرحمة فرمايائون تہ حضرت پير قريشي رحمة الله عليه جي دؤر ۾ سندن ھڪ فقير پنھنجي پٽ جي رسم طھر تي ڪجھہ غير شرعي رسمون ادا ڪيون، جنھن تي حضرت صاحب جن اُن تي سخت ناراض ٿيا ان کان بازپُرسي فرمايائون جنھن تي ھن ٻڌايو تہ قبلہ ھي رسمون مون ڪو نہ ڪرايون آھن پر منھنجي والد ڪرايون آھن.

جڏھن ان شخص اھو جواب ڏنو تہ حضرت پير قريشي رحمة الله عليه کيس فرمايو تہ ڪلمو شريف پڙھي ٻڌاءِ جڏھن ان شخص ڪلمو شريف پڙھيو تڏھن پاڻ فرمايائونس تہ تو ڪلمو پڙھيو حضور ﷺ جن تي ۽ پيروي ڪرين پنھنجي پيءُ جي، ان ڳالھہ تي حضرت صاحب جن متس سخت ناراض ٿيا تان جو ھو شخص معافي وٺڻ لاءِ منٿون آزيون ڪندو رھيو، حضرت صاحب جن اٿي ھليا ويا ۽ ھو شخص يڪو روئندو رھجي ويو، ڪافي سج چڙھي آيو ۽ ھو شخص گرم اُسَ تي پيو ھو ۽ زاروقطار روئي رھيو ھو، آخرڪار ڪن پراڻن فقيرن

ڪيس دلداري ڏئي ٻانهن ڪان وٺي چانوَ تي ويهاريو پوءِ جڏهن حضرت صاحب جن ظهر نماز تي تشريف فرما ٿيا ته انهن فقيرن حضرت صاحب جن جي خدمت ۾ معافي جي درخواست ڪئي جنهن ڪانپوءِ ڪيس معافي ملي.

## واقعو3:

پاڻ عليه الرحمة فرمايائون ته حضرت پير قريشي رحمة الله عليه جن هڪڙي فقير جي شادي جي موقعي تي دعوت تي ويا، رات جو شادي شريعت مطابق ٿي وئي، صبح جو جڏهن اهو گهوٽ، حضرت صاحب جن جي قدم بوسي ڪرڻ لڳو. حضرت صاحب جن ڏٺو ته گهوٽ جي پٽڪي جي پلاند جي ٽُڪري رڱيل هئي، حضرت صاحب فرمايو ته الحمدلله! ٻيو سڀ ڪم شريعت پاڪ جي مطابق ٿي ويو مگر گهوٽ جي پٽڪي ۾ اها شيطان جي چنج ڏسڻ ۾ پئي آئي ۽ اها نه هئڻ گهرجي. جنهن تي گهوٽ پنهنجو پٽڪو حضرت پير قريشي رحمة الله عليه جي ويجهو ڪيو ۽ حضرت پير قريشي رحمة الله عليه جن پنهنجي هٿن مبارڪن سان اها رنگين ٽُڪري ڦاڙي ڇڏي.

## تقويٰ:

حضرت قبله پير مٺا سائين رحمة الله عليه هميشه تقويٰ ۽ عزيمت تي عمل فرمائيندا هئا، جماعت ڪي به اهڙو تاڪيد فرمائيندا هئا. خصوصًا ڪاسائين جو ذبح تيل گوشت، هوٽلن جي ماني يا چانهه وغيره ۽ ٻيون شهر جون هٽراڏو نهيل ملايون، مٺايون کائڻ کان منع فرمائيندا هئا، اهڙي طرح شهر جو تيل، ديسي گيهه، ڳڙ مٺائي جي پڻ منع فرمائيندا هئا، اهڙي طرح ڌوٻين جي ڌوتل ڪپڙي جي به اجازت ڪو نه ڏيندا هئا.

**واقعو4:**

حضرت پير مٺا سائين عليه الرحمة جن جيئن تہ كاسائين جي ذبح كيل گوشت كان منع فرمائيندا هئا ان كري ان وقت جا كيترائي پڙهيل لكيل ماڻهو بہ اعتراض كرڻ لڳا تہ مسلمانن جي كُتني كهڙي سبب ناجائز قرار ڏني تي وجي وغيره، ان كانپوءِ عالَم آشكار آهي، اها ڳالهہ عام اخبارن ۾ پڻ آئي هئي تہ ان دور ۾ لاڙكاڻي شهر جي كاسائين جي پاڻ ۾ بي اتفاقي تي پئي ان ڳالهہ جو انكشاف ٿيو تہ كيترا رولو گڏهہ ۽ مُردار جانور كُهي بازار ۾ انهن كاسائين گوشت كپايو آهي، الله وارن جي انهيءَ قلبي بصيرت جو اقرار كري سڀني مخالفن ۽ معترض جي زبانن تي مهر لڳي وئي۽ الله وارن كي مڃڻ لڳا تہ واقعي اجوكي دور ۾ تقويٰ ضروري آهي.

**واقعو:**

دين پور شريف جو واقعو آهي تہ لنگر جي ڀاڄي جماعت لاءِ تيار ٿي نانگري اها كٽائي پئي آيو جيئن تہ ديڳ گرم هئي، ان كي كٽڻ لاءِ هٿ پئي سڙيا، ان كري نانگري واٽ تان كو ڦاٽل كپڙو گهٽيءَ مان لڌو، جنهن جي مدد سان ديڳ كنيو ٿئي آيو تہ اتفاقًا رستي مان لڌل پراڻي اڳڙي وجي ديڳ اندر پئي، جڏهن اها خبر جماعت كي پئي تہ حضرت صاحب جن كي اها خبر پهتي تہ پاڻ فرمايائون تہ عالمن كان فتويٰ ونو تہ هاڻي اهاڀاڄي جماعت كائي يا نہ؟، موجود عالمن سڀورن جزيون كڍي جائز كري ڏني، مگر حضرت صاحب جن اها ڳالهہ پسند نہ فرمائي ۽ سڄي ڀاڄي جي ديڳ هارائي ڇڏي.

**واقعو 5:**

هن عاجز کي چڱي ريت ياد آهي تہ عشاءِ نماز تي آءٌ درگاھ رحمت پور شريف پهتس فرض نماز سائين جن پڙهائي، فرض نماز پڙهي پاڻ ارشاد فرمايائون تہ ڳوٺ جي کنهن بہ فقير کي گهر ڏانهن وڃڻ جي اجازت ڪانهي، سڀ اتي ترسجو، حضرت صاحب جن رهيل نماز دستور موجب پنهنجي تسبيح خانہ ۾ ادا ڪري واپس مسجد ڏانهن تشريف فرما ٿيا ۽ اچڻ سان گفتگو شروع فرمايائون سندن اڳيان ڪرسي رکي وئي پاڻ ان تي رونق افروز ٿيا ۽ مولوي صاحب غلام فريد (سندن داماد) کي حڪم فرمايائون تہ اهي ڪپڙا ڪٽي اچو حضرت صاحب جن فرمايو تہ اڄ اسان اوچتو پنهنجي گهر ۾ نظرداري ڪئي تہ زنانيون بہ پوتيون اسان کي ڏسڻ ۾ آيون جيڪي شرعي نقطي نگاھ کان جائز نہ هيون چو جو سنهيون هيون (ياد رهي تہ ان دؤر ۾ نئلون يا سيفون جي اجان ايجاد ڪا نہ ٿي هئي) مگر وائل ۽ ململ جو سنهو ٿلهو ڪپڙو هوندو هو،

حضرت پير مٺا عليه الرحمة جن فرمايو تہ اسان جڏهن پنهنجي گهر ۾ اهڙو سنهو ڪپڙو ڏٺو تڏهن اسان کي پڪ ٿي تہ ٿي سگهي ٿو تہ اهڙا سنها روا ڳوٺ ۾ رائج ٿي ويا هجن، ان ڪري اسان سڀي ڳوٺ جي عورتن جا روا گهرايا، جن مان ڪافي سنها روا نظر آيا، جنهن تي حضرت صاحب جن سخت ناراضگي جو اظهار ڪندي فرمايائون تہ اسان جي گهر جو ڪپڙو غلام فريد وٺي ايندو آهي پر توهان پنهنجي گهر جو ڪپڙو پاڻ وٺي ٿا اچو، پوءِ توهان روزانو مسئلا ٻڌڻ باوجود اوهان کي کهڙو حق هو جو اهڙو آواره عورتن وارو لباس پنهنجي

گهر وٽي استعمال ڪيو ٿا، حضرت صاحب جن رحمت پور جي منتظمين مولوي اميرالدينؒ مولوي عاشق محمد عليهما الرحمة ٻنهي خليفن تي سخت ناراض ٿيندي فرمايو تہ ڪٿي آهن اهي؟

پاڻ ڪين فرمايائون تہ اوهان ڳوٺ جو ڪهڙو انتظام سنڀاليو آهي جو توهان ڳوٺ جا ڇاجا چڱا مڙس آهيو؟ جو اهڙي قسم جو خلاف شرع رواج ڳوٺ ۾ آيو آهي، تہ توهان ڇا پيا ڪيو؟ حضرت صاحب جن سموري جماعت ڏانهن مخاطب ٿيندي فرمايو تہ اوهان جون عورتون اڳ ۾ بي پرده ڦٿيون چونديون هيون، گاهہ ڪنديون وتنديون هيون، هاڻي الله وارن اوهان جي مٿان خصوصي توجہ ۽ قرب ڪري اوهان کي ۽ توهان جي عورتن کي پرهيزگاري، نيڪوڪاري ۽ پرده داري جون نعمتون نصيب ڪيون آهن پوءِ بہ اوهان ان نعمت جو قدر ڇو نہ ٿا ڪيو، وري شريعت پاڪ جي خلاف ورزي برداشت ٿا ڪيو، جنهن بعد حضرت صاحب جن مولوي غلام فريد (پنهنجي داماد) کي ماچيس ڪٺي اچڻ جو حڪم فرمايو

۽ ان جڏهن ماچيس آندو تہ اهي بہ پوتيون جيڪي حضرت صاحب جن پنهنجي حويلي مبارڪ تي ڏنيون هيون انهن کي مسجد جي ٻاهران باهہ لڳائي ساڙائي ڇڏيائون، جنهن تي سيني ڳوٺ وارن دانهن ڪري عرض ڪيو تہ قبلہ ڳوٺ وارين مشڪوڪ پوتين کي بہ انهن سان گڏ ساڙيو وڃي، پاڻ فرمايائون توهان ڳوٺ وارا اڪثر غريب آهيو ان لاءِ اهي پوتيون توهان نندڙن ٻارن جي استعمال لاءِ رکي ڇڏيو.

26

## مرشد جي محبت:

مرشد جي محبت جنهن تي طريقت جو دارومدار آهي، ان باري ۾ حضرت پير مٺا عليه الرحمة جن عجيب واقعا ۽ عجيب ڪيفيت بيان فرمائيندا هئا. پاڻ فرمائيندا هئا تہ طريقت ۾ اوائل کان وٺي اڄ ڏينهن تائين اسان جي مٿان مرشد جي محبت ۽ ڪيفيت جو رنگ ڏينهون ڏينهن نئون نظر اچي رهيو آهي، حضرت صاحب جڏهن حضرت قريشي عليه الرحمة جن جي دربار تي جماعت ڪي وٺي ويندا هئا تہ پاڻ ڪافي مفاصلي کان علحدگي اختيار ڪندا هئا ۽ جماعت کي تاڪيدا ڪندا هئا تہ دربار عاليہ تي ڪير بہ اسان جي خدمت نہ ڪري. پاڻ جيڪو وقت دربار تي رهندا هئا تہ هڪ پاسي اڪيلائي ۾ گذاريندا هئا ۽ دربار شريف تي موجودگي دوران جُتي مبارڪ بہ ڪو نہ پائيندا هئا.

## واقعو:

پاڻ فرمايائون تہ هڪ شخص جي مون سان سواءِ ڪنهن سبب جي ضد ۽ مخالفت ٿي پئي ۽ هو هر وقت منهنجي خلاف پروپيگنڊا ۽ مخالفت تمام گهڻي ڪندو رهندو هو پر اسان جي ڪيفيت وري اها هجي جو ان کي پنهنجي جان کان بہ پيارو پيا سمجهون، ڇاڪاڻ تہ اهو شخص اسان جي نفس جو مخالف ۽ دشمن هو. ان ڪري ان جي مخالفت اسان کي ڏاڍو مزو ۽ سُرور پئي ڏئي. پاڻ فرمايائون تہ هڪ دفعي نماز ۾ اچانڪ اسان سندس پرسان اچي بيناسين، جڏهن ان تي نظر پئي ۽ ڪلهو ڪلهي سان لڳو تہ اسان کي ايڏو تہ مزو، خوشي ۽ سرور محسوس ٿيو جو اسان جي انهيءَ باطني ڪيفيت انهيءَ

مخالف دوست کي بہ موهي وڌو ۽ ان ڏينهن کانپوءِ ان مان اهو حسد، بغض، ڪينو مٺجي محبت ۽ دوستي ۾ تبديل ٿي ويو

**واقعو:**

پاڻ فرمايائون تہ رياست بهاولپور جو نواب صاحب ڪڏهن ڪڏهن اچانڪ آڌي مانجهي پنهنجي پير جي ديدار لاءِ پاڻ پنهنجي گهرواري سميت روانو ٿيندو هو ۽ حضرت خواجہ غلام فريد عليه الرحمة جي دربار پاڪ شريف تي پهچندو هو بزرگن جو خادم ميان اگڻو دربان هوندو هو، ان کي نواب صاحب منٿون ڪندو هو تہ مهرباني ڪر، حضرت صاحب جن کي وري عرض ڪر پنهنجي ديدار جو شرف عطا ڪن، پر ميان اگڻون سختي سان ڪين انڪار ڪندو هو، نواب صاحب ڪيس منٿون ايلاز ڪندو هو، ميان اگڻ اسان جي حال تي رحم ڪر ۽ اسان کي ديدار کان نہ روڪ، انهيءَ چوبول تي بزرگ سجاڳ ٿيندا هئا ۽ آڌي مانجهي بہ ان پياري مريد کي پنهنجي ديدار ۽ نوراني محفل جو شرف بخشيندا هئا نواب صاحب محبت جي جنون ۾ ڪين عرض ڪندو هو تہ قبلہ هاڻي مون مسڪين کي اجازت ڏيو تہ بادشاهي ترڪ ڪري اوهان جي در جو اچي دربان ٿي رهان، حضرت صاحب جن فرمايو تہ نواب صاحب جي مرشد جي محبت جون ڳالهيون مشهور هونديون هيون پاڻ فرمايائون تہ اسان هڪ تصوير ڏٺي جنهن ۾ ڏنوسين تہ حضرت خواجہ غلام فريد عليه الرحمة سوني ڪرسي تي وينل هئا ۽ ڪرسي جي پنيان نواب صاحب باادب بيٺل هو ۽ ان تصوير جي مٿان هي شعر پڻ اڪريل هو:

جان دل سے ہے فدا صادق اپنے پیر پر
نہر ایمان ہے جھلکتا اس تصویر پر

## انڪساري ۽ عاجزي

حضرت شيخ سعدي عليه الرحمة فرمايو آهي تہ ”الله جا پيارا ملائڪن کان بہ شان ۾ وڌي ويا جو هو پاڻ کي ڪتي کان بہ بدتر ڄاڻندا آهن“

ان ڪري حضرت قبلہ عالم جن جي مٿان بہ هر وقت انڪساري عاجزي ۽ تواضع جي ڪيفيت طاري رهندي هئي، جيئن تہ ان دؤر ۾ ايڏي فيض و برڪت وجد حال جي بيحد طغياني ڏسي اڪثر رسمي پير ۽ ڪي ملان مولوي ۽ وڏيرا انهيءَ نعمت عظميٰ جا مخالف ۽ حاسد بنجي پيا ۽ انهن جي مخالفت هڪ چڱي موچاري ضخيم ڪتاب جي صورت ۾ شايع ٿي. جماعت جي محبت وارن فردن ان ڪتاب جي رد ۾ جوابي ڪتاب شايع ڪرڻ لاءِ عرض ڪيو مگر پاڻ بلڪل منع ڪندي فرمايائون تہ درياهہ کي ڏينگرن سان روڪي نٿو سگهجي، ان ڪري هن فيض محمدي کي مخالفن جي الزام بازي ۽ مخالفت ڪڏهن بہ روڪي نہ سگهندي يا نقصان نہ پهچائيندي.

پاڻ فرمايائون تہ اسان مخالفن کي دعوت ٿا ڏيون تہ هتي اچن مسجد شريف جي ٻاهران ويهي جيڪي وٽين منهنجي مٿان هانوَ جي هواڙ ڪڍن، ڀؤ تي اسان کي گهٽ وڌ ڳالهائين اسان کي ڪا بہ ناراضگي ڪا نہ ٿيندي ۽ اسان جماعت جي بہ ذميواري ٿا کڻون تہ ڪو بہ ڪين تڪليف نہ ڏيندو، جڏهن ڳالهائي ڳالهائي ٿڪجي پون تہ پوءِ ڪين اسين ماني کارايون پوءِ وري ساهي پٽي جيترووقت

منهنجي خلاف ڳالهائيندارهن تہ هي عاجز ناراض نہ ٿيندو. پاڻ پنهنجي کا بہ ڳالهہ کندا هئا تہ پاڻ کي **"اي عاجز"** جي لفظ سان سڏيندا هئا. هڪ دفعي پاڻ جماعت کي مخاطب ٿي فرمايائون تہ اوهان ٻاهران اچو ٿا حالانڪہ اسين پيرين پوڻ کان منع بہ کندا آهيون تنهن جي باوجود محبت وچان کي فقير پيرن تي هٿ رکي ملندا آهن پر اسان جي دل کان پُڇو تہ اوهان پيرن تي هٿ رکندا آهيو تہ اسان جي دل اوهان جي پيرن جي بہ هيٺيان هوندي آهي، اسان جي دل گُهرندي آهي تہ اوهان جو جُتيون سِڌيون کري ٺاهي رکئون پر اوهان اسان کي ائين کرڻ نہ ڏيندا

## آخري حالات:

آخري زندگي مبارڪ ۾ پاڻ تبليغ ۽ نصيحت گهٽي وقت تائين فرمائيندا رهندا هئا، فجر نماز پڙهي مراقبي کان فارغ ٿي جماعت ڏانهن مخاطب ٿي نصيحت کرڻ فرمائيندا هئا. عموماً سياري توڙي اونهاري ۾ 10، 11 بجي تائين جماعت سان وينا رهندا هئا، مسلسل نصيحت فرمائيندا رهندا هئا،

بعض اوقات مسلسل ظهر نماز تائين سندن نوراني محفل جاري ساري هوندي هئي ۽ جڏهن ٻپهري جي اذان ايندي هئي تہ صبح واري وضوءَ سان نماز پڙهائي پوءِ حويلي مبارڪ ڏانهن روانا ٿي ويندا هئا، کڏهن کڏهن عشاءِ نماز لاءِ تشريف فرمائيندا هئا تہ نصيحت کندي رات جا 10، 11 بجہ ٿي ويندا هئا، پاڻ فرمائيندا هئا تہ اسان جي غذا تبليغ آهي،

پاڻ فرمائيندا هئا تہ اسان کي بہ ڳالهيون دين جي

تبليغ کان يعني وعظ و نصيحت کان مجبور ڪن ٿيون هڪ اوهان جي تڪليف جو احساس تہ متان اوهان کي بک جي تڪليف نہ ٿئي ۽ ٻيو نماز جو وقت. اِنهن ٻن ڳالهين جي ڪري اسان بس ڪندا آهيون ورنہ تبليغ ۽ نصيحت ۾ اسان کي ٻيو ڪو بہ عذر مانع ڪونهي. پاڻ فرمايائون تہ 2،2 ڏينهن گذري وڃڻ باوجود بہ اسان کي بک ڪا نہ لڳندي آهي بئي يا ٽئين ڏينهن تمام معمولي غذا استعمال ڪندا آهيون ورنہ اسان کي کاڌي جي خواهش ئي ڪا نہ ٿيندي آهي.

سندن آخري بيماري جي دوران سنجهوري کان بہ هندستاني حڪيم سندن علاج خاطر گهرايا ويا جمع جو ڏينهن هو. صبح جو اٽڪل ساڍي 8 يا 9 بجي حڪيمن کي پردو ڪرائي کين اندر آندو ويو حڪيم صاحبن طرفان تشخيص ڪرڻ کان اڳ ۾ حضرت صاحب جن انهن کي نصيحت شروع ڪري ڏني،

اها نصيحت هلندي هلندي منجهند جو سوا هڪ ٿي ويو ۽ جمع جي اذان بہ اچي وئي. حضرت صاحب جن کي عرض ڪيو ويو ۽ حڪيم صاحب پاڻ ٻاهر آيا ۽ پاڻ سائين جن نماز جي تياري ڪري ٻاهر مسجد ڏانهن تشريف فرما ٿيا جو ويل چيئر تي پاڻ وينل هئا ۽ سندن داماد انهيءَ ڪرسيءَ کي هلائي ٻاهر مسجد ۾ آندو ۽ ٻين فقيرن حضرت صاحب جن کي سهارو ڏئي وڏي تڪليف سان مصلي مبارڪ تي ويهاريو ۽ پاڻ محبوبن وينڻ نماز جماعت سان ادا ڪئي ۽ اِها سندن آخري جمع جي نماز هئي جيڪا جماعت سان گڏ ادا ڪيائون.

**********************************************************

سيدي و مرشدي

# حضرت پير مٺا نورالله مرقده

## مولانا حبيب الرحمٰن گبول غفاري طاهري الله آبادي

**اڄ** کان اٽڪل سٺ، پنجهٺ سال پهرين جڏهن خواجہ خواجگان قيوم زمان پير پيران حضرت محمد عبدالغفار المعروف پير مٺا سائين رحمة الله عليه فاني جهان ۾ رونق افروز رهيا ۽ مخلوق خدا جي اصلاح ۽ سڌاري لاءِ لاڙڪاڻي شهر ۾ رحمت پور شريف نالي هڪ مثالي ديني مرڪز جو بنياد رکيائون تہ قرآني آيت: **وَرَئَيۡتَ النَّاس يَدۡخُلُونَ فِي دِيۡنِ اللّٰهِ اَفۡوَاجًا** جي مصداق فوج درفوج، جماعت در جماعت، سنڌ هند، عرب ۽ عجم مان مخلوق خدا اچڻ لڳي جو سوَن مان هزارين پوءِ تہ جماعت جو انگ وڃي لکن کي پهتو.

*هر کجا چشمہ بود شيرين، مردم و مور و مرغ گرد آيند*

(جتي بہ مِٺي پاڻيءَ جو چشمو هوندو، اتي ماڻهو توڙي پکي پکڻ پر ڪِوليون بہ اچي گڏ ٿينديون آهن.)

گو انهن ڏينهن ۾ آءٌ ستن، اٺن سالن جو ٻار هيس، سندن ارشادات عاليه سمجهڻ جيتري سمجهہ ڪانہ هئي پر ايترو ضرور ياد آهي تہ نماز جي وقت تي فقير سندن دروازي مبارڪ تي ويهي سِڪ، محبت سان غزل پڙهندا هيا ۽ جنهن وقت پاڻ ٻاهر تشريف فرما ٿيندا هئا تہ حديث شريف ”الله وارن کي ڏسڻ سان الله ياد ايندو آهي“ مطابق سيني جي زبان تي الله، الله جو ورد جاري

تي ويندو هيو، جنهن سان پوري فضا گونجندي هئي. جڏهن پاڻ خطاب فرمائيندا هئا ته سامعين سراپا پُرسڪون تي سندن ارشاد غور سان ٻڌندا هئا، البته وقفي وقفي سان الله، الله جون ضربون، جذبه ۽ ڪڏهن ڪڏهن پير مٺا پير مٺا جون سدا بهار صدائون فضا کي وڌيڪ فرحت بخش بنائينديون هيون جيئن ته صبح جي محفل ڪافي دير تائين جاري رهندي هئي گرمي تيڻ تي فقير چادر مٿان جهلي ڇانوَ ڪندا هئا.

پاڻ نقشبندي طريقي جا بزرگ هئا پر سندن دربار عاليه تي ذڪر جهري بہ جاري هوندو هيو، لنگر جو ڪو ڪم ڪار هجي يا رات جو پهرو، مرشدن ڪريمن جي آمد هجي يا حويلي مبارڪ ڏي روانگي، انهن موقعن تي تہ خصوصيت سان فقيرن جي زبان تي الله الله ۽ حق پير مٺا حق پير مٺا جي تنوار هوندي هئي، هونءَ بہ رات هجي يا ڏينهن وقفي وقفي سان الله، الله جو آواز پيو ٻُڌبو هو. سندن فاني زندگي جي آخري سالن ۾ تہ هر وقت رحمت پور شريف ۾ ماڻهن جو ميلو متو پيو هوندو هو، ماهوار يارهين شريف جي جلسہ ۾ تہ تمام گهڻا ماڻهو اوري پري کان اچي حاضر ٿيندا هئا جڏهن تہ ساليانہ اجتماع ۾ تہ عوام جو ڪو ڪاٿو ئي ڪو نہ هوندو هيو.الغرض! حضرت پير مٺا عليه الرحمة پنهنجي نوراني خطابات ۽ نوراني توجهات ذريعي مخلوق کي خالق ڏي متوجه ڪيو ۽ اسلام جي اشاعت جو اهڙو انقلاب آندو جو هزارين اڻ سڌريل ماڻهو سڌري نيڪوڪار، متقي، پرهيزگار بڻيا. الحمدلله! اڄ بہ درگاهہ رحمت پور شريف، درگاهہ الله آباد شريف توڙي ٻين هنڌن تي جتي غفاري جماعت موجود آهي اتي سندن تعليم ۽ تربيت جا اثرات نمايان نظر اچن ٿا:

اَللّٰهُمَّ بَارِكْ

## سندن نوراني خطاب

ٻُڌڻ وارا گهڻا هجن يا ٿورا، حضرت پير مٺا عليہ الرحمة هڪ ئي نموني روزانو ڪلاڪن جا ڪلاڪ وعظ فرمائيندا هئا. هر وقت متن شهود جي حالت طاري هوندي هئي ۽ ملڪوتي صفات جو اهڙو غلبو جو، کائڻ پيئڻ يا ٻي ڪنهن انساني ضرورت جو جڻ تہ احساس ئي نہ هوندو هُين، سندن زبان حق ترجمان جي چواڻي ”جنهن کي ڏسڻو هجي تہ بنا کاڌي پيتي جي الله تبارڪ و تعالىٰ انسان کي ڪيئن هلائي ٿو، اهو اچي هن فقير کي ڏسي، جو هي فقير ٽئين يا چوٿين ڏينهن کان بعد هڪ آنو تورَ اَٽي جي چوٿين پَتِي جي ماني کائي ٿو سو بہ زور سان ٽيهہ سال گذريا آهن جو اُجَ ۽ بُکَ صفا ختم ٿي وئي آهي.“

هڪ ٻئي دفعي ارشاد فرمايائون”منهنجي پير منهنجو نالو ديوانو رکيو هو ۽ انهيءَ ديوانگي جو اثر اجان تائين آهي جو صبح جي نصيحت ڪندي ٻپهريءَ جي ٻانگ اچي ٿي وڃي اَنَ درميان بُکَ لڳي ٿي نہ اُجَ، بلڪ جيڪڏهن ڪو ٻُڌڻ وارو هجي تہ اَٺَ پهر (24 ڪلاڪ) بس نہ ڪيان ۽ نہ ئي مون کي پنهنجي پرينءَ جي پچار کان ڍؤ ٿيندو.“

ايتري مهرباني ۽ محنت باوجود هن نعمت جي بي قدري ۽ بي استقامتي ڏسي هڪ دفعي ڏک وچان ارشاد فرمايائون، سندين جي بي استقامتي ڏسي فقير کي تيئن جنون زياده ٿئي ٿو تہ منهنجي پير جي ايتري فيض هوندي هي محروم ۽ بي نصيب چو ٿا ٿين؟ ڪيترن

سالن کان گڏ رهڻ وارا وجن ته فقير کان موڪلائن به نه.....قيامت جو قرب آهي ان ڪري دليون سخت ٿي ويون آهن سڀ ماڻهو نندا خواه وڏا دنيا جي چنبي ۽ محبت ۾ ڦاٿل آهن، ظاهر ۾ ڪٽي ڪيترو به نيڪ هجي اندر دنيا جي سورن سان ڦٽيل اٿس، ڪو به خالي ڪونهي سڀ دنيا جي محبت ۾ پريل آهن. (ملفوظات)

## سنت رسول الله ﷺ تي عمل

جيئن ته طريقه عاليه نقشبنديه جو مدار ئي شريعت و سنت مطابق عملي زندگي گذارڻ تي آهي ۽ اها ئي خوبي هن طريقه کي ٻين طريقن کان ممتاز ڪري ٿي. جيئن حضرت امام رباني قدس سره پنهنجي مکتوبات شريف ۾ تفصيل سان لکيو آهي. ان مطابق حضرت پير مٺا عليه الرحمة پاڻ به پوري طرح شريعت مطهره تي عمل پيرا رهيا ۽ پنهنجي مريدن کي به شريعت مطهره جو پابند بنايائون. نماز باجماعت، تهجد، مسواڪ، عمامه، شرعي پردو، شادي غمي ۾ خلاف شرع رسم و رواج کان پاسو ڪرڻ جو اهڙو ته پڪو سبق ڏنائون جو بلڪل جاهل ۽ اڻ پڙهيل ديهاتي ماڻهو به سختي سان ان تي عمل ڪندا هئا.

هن حقيقت جو اظهار سندن مريد صادق عالم باعمل ۽ نائب حضرت الحاج الله بخش المعروف سهڻا سائين نورالله مرقده (جن جي ئي مخلصانه ڪوشش سبب حضرت پير مٺا قدس سره پنهنجو آبائي وطن ترڪ ڪري مستقل طور اچي سنڌ ۾ رهيا ۽ ولين جي ڌرتي سنڌ کي، سندن آخري آرامگاهه هجڻ جو شرف حاصل آهي) هنن لفظن ۾ فرمايو:

فضلي فيض جو دنيا ۾ نعرو آ
چمڪيو دين جو روشن ستارو آ

وڌيل جهل سندي انڌوڪار هئي
گهٽيل دين جي رونق بازار هئي
آئي رهبر جي ويو گلزار بڻي
اڄ دين نبي جو قرارو آ
هر جاءِ شرشيطان جو شور هيو
ڏاڍو گناهن خطائن جو زور هيو
نڪي خوف خدا نہ ڪجهہ غور هيو
اچي شيخ ڪامل دين جياريو آ

شريعت مطهره تي عمل ڪرڻ بابت حضرت پير مٺا عليه الرحمة فرمائن ٿا! هن طريقي ۾ شريعت تي هلڻ ۽ ذڪر ڪرڻ ضروري آهي. باقي ٻيو ڪو مجاهدو نہ آهي پلي دنيا جو ڪم ڪار، حلال ۽ جائز طريقي سان پيو ڪر، ڏؤ تي ڪاڻ، سنو چوڙ، سنو ڪاڻ.

هن جماعت نقشبندي جي هيءَ نشاني آهي تہ ڏاڙهي قبضي تي پوري هجي ۽ گهٽ هڪ آڱر بہ نہ هجي ، ٻيا سڀ ڪم بہ شريعت پاڪ تي هجن جيئن شادي، ان ۾ رسمون نہ ڪري، مماتي ٿئي تہ ان ۾ پِٽڪو نہ ڪري، ورثو ترڪو جيئن شريعت چوي تيئن ورهائجي پيڻ ڪي .ملڪيت مان حصو ڏجي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو شريعت جا اهي ڪم نہ ڪندو ۽ ورثي مان پيڻ ڪي حصو نہ ڏيندو، باقي سڏائيندو فقير تہ اهو هرگز اسان جي جماعت جو ۽ نقشبندي نہ آهي. ڏندڻ ڏيڻ سنت آهي ۽ هن جماعت جي وڏي نشاني آهي. (ملفوظات)

جيئن تہ شريعت مطهره تي عمل ڪرڻ لاءِ ان جي

تعليم ۽ سکيا وٺڻ لازمي آهي، ان لاءِ پاڻ پنهنجي جماعت کي ديني تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ گهڻو تاڪيد ڪندا هئا. ان سلسلي ۾ پاڻ درگاهه رحمت پور شريف ۾ ٻارن جي تعليم سان گڏ تعليم بالغان جو پڻ عمده انتظام ڪيو هيائون جو نه فقط مرد پر عورتن کي به نماز، روزي جا مسائل برزبان ياد ڪرائي وقتًا فوقتًا انهن کان امتحان پڻ ورتو ويندو هيو، انهيءَ سلسلي ۾ فرمايائون علم فرضي ضرور پڙهو، متان چئو ته هي فقير علم جو مخالف آهي، آئون علم پڙهڻ، پڙهائڻ جو مخالف نه آهيان، مدرسن جو حال ڏسي چوان ٿو ته مدرسن ۾ نه پڙهايو (جو اتي اخلاق ۽ اخلاص جي تعليم نه آهي، فقط لفظي علم پڙهايو ٿو وڃي) باقي پنهنجي روبرو تعليم ڏياريو.عورتن کي به فرضي علم پڙهايو، پاڪائي، پليدي جا مسئلا سيکاريو، جيڪڏهن انهن کي توهان نه سيکاريندو ته اُهي ويچاريون ڪٿي وڃي سکنديون، جي نه سيکارندؤ ته ان جو اوترو گناهه اوهان تي به ٿيندو، پوءِ ميان صاحب جون نمازون به پوريون نه پونديون..

## عجب انداز بيان

حضرت پير مٺا عليه الرحمة انتهائي خوبصورت چهره مهره ۽ قد ڪاٺ جا مالڪ هيا ته بارعب، بي باڪ ۽ حق گو هجڻ ۾ به پنهنجو مٽ پاڻ هئا. آواز مبارڪ ڪنهن قدر ٿلهو پر منڙو ۽ ايترو پرڪشش جو روزانو ڪلاڪن جا ڪلاڪ خطاب ٻڌڻ وارو به بور نه ٿيندو هيو ان کان علاوه ڪير ۾ ڪنڌ ۽ مکڻ ۾ ماکي جيان اندازِ بيان علمي ۽ ادبي پڻ هوندو هيو. جنهن جي چاشني مان اهل علم، اديب ۽ دانشور به فيضياب ٿيندا هئا.

**مشت از نمونہ خروار:** سندن چند ملفوظات تحرير ڪجن ٿا:

1: هن فقير جو طريقو ٻين ماڻهن کان ڪافي علحده آهي. جو دشمني رکندڙ ۽ شڪايتون ڪندڙ ۽ بهتان هڻندڙ به هن فقير جا دوست آهن، ڪو به اهل ذڪر هن فقير جي طرفان جواب ڏئي نہ انهن سان بحث مباحثو ڪري، نہ ئي انهن کي گهٽ وڌ چئي هن فقير کي دوستن کان بہ وڌيڪ اهي پيارا آهن.

2: الله وارن کي ڪشف ذريعي الله تعالیٰ (ڳجهہ جون ڳالهيون) ڄاڻائيندو آهي، برابر غيب جو علم الله تعالیٰ کي آهي پر الله تبارڪ و تعالیٰ الله وارن کي ڄاڻائيندو آهي. الله وارن وٽ انهيءَ واسطي نہ ويجهو آهي جيئن پهاڪو آهي: ***دال دا پيالا چٽي آيا، رپيا گهتي آيا*** (نذرانو ڏئي لنگر کائي موٽيو) بلڪ انهن وٽ انهيءَ واسطي ويجهو آهي تہ جيڪا باطني شيءِ انهن وٽ آهي اها حاصل ٿئي ۽ اها ئي شيءِ انهن کان خريد ڪجي.

3: اڙي سنڌيو! توهان تہ موت، قيامت ۽ قبر کان اصل نہ ٿا ڊڄو جو زالن تي ظلم ٿا ڪيو، انهن ويچارين کي پورو خرچ بہ نہ ڏيو، رهندو انهن کي اِيذائيو بلڪ گهڻا تہ اهڙا ماڻهو بہ آهن جيڪي زال جي ڪمائي مان پاڻ پيا کائن. ڪلا بدمعاش قيامت ۾ ڪلا ڪائيندو، پڇڻ جي جاءِ بہ نہ لهندؤ.اي بلوچو! اي سنڌيو! ٿوري شڪ شبهي تي انسانن کي قتل ڪري ٿا وجهو، قرآن شريف ۾ اهڙو حڪم ڪٿي آهي تہ شبهي جي آڌار تي ماڻهو ماريو.

اي جاهل ! ڇا توکي شريعت پاڪ کان وڌيڪ غيرت آهي؟4: اڄ ڪلهہ مخلوق الله تعالیٰ کان منهن موڙيو آهي تہ الله پاڪ بہ انهن کان منهن موڙيو آهي. مخلوق

32

جو الله تبارڪ وتعالیٰ کي وساري ڇڏيو آهي ته رب العالمين به انهن کي وساري ڇڏيو آهي.الله تبارڪ و تعالیٰ جي وسارڻ جي اها نشاني آهي ته ننڍين توڙي وڏن کي دنيا جي مارو مار لڳي پئي آهي جو نماز پڙهڻ جي به مهلت ۽ وقت نه ٿو ملين.اي ادا! تون الله پاڪ کي نه وسار ته الله پاڪ به توکي ڪڏهن نه وساريندو. آيت ڪريمه آهي:**فَاذْكُرُونِي أَذْكُرْكُمْ**يعني توهان مون کي ياد ڪيو ته مان توهان کي ياد ڪيان. الله پاڪ جنهن کي ياد ڪري ته ان کي پوءِ ڪهڙو خوف؟5: اسان ۽ توهان جو هن دنيا ۾ گڏ هجڻ ۽ رهڻ ائين آهي جيئن اسٽيشن تي مختلف قومن جو پاڻ ۾ اجتماع ٿيندو آهي، پوءِ جنهن وقت گاڏي ايندي آهي ته سڀ ڪو مختلف جاين ڏانهن روانو ٿي ويندو آهي ۽ مختلف اسٽيشن تي لهندو آهي. اهڙي طرح اسان به آهيون مسافر. عاقل ۽ داناءُ اهو هوندو آهي جيڪو مسافري ۾ ڪنهن سان جنگ ۽ جهيڙو نه ڪري اهو ماڻهو بيوقوف آهي جيڪو جهيڙو ڪندو آهي ۽ بيو ضروري آهي ته مسافر سفر جو سامان تيار رکي توهان ڪهڙو سامان تيار ڪيو آهي؟ توهان پاڻ نماز پڙهو ٿا؟اولاد ۽ گهرواري کي نماز پڙهايو ٿا؟ ديني مسئلا سيکاريو ٿا؟شال الله تعالیٰ اسان کي پنهنجي مرشد ڪامل حضرت پير مٺا نورالله مرقده جي تعليمات تي استقامت سان هلڻ جي توفيق عطا فرمائي آمين.

**يارب العالمين بحرمة حبيبک رحمة للعٰلمين صلیٰ الله تعالیٰ عليه وعلیٰ آلهٖ واصحابهٖ وسلم**

**فقير حبيب الرحمٰن گبول طاهري بخشي غفاري**

**درگاهه الله آباد شريف 11 جمادي الاولیٰ 1437هه**

# حضرت پير مٺا سائين عليہ الرحمة جيئن ڏٺا مون!

مولانا نوازيل فقير بروهي غفاري بخشي طاهري

**حضرت** سيدي و مرشدي قبلہ عالم خواجہ محمد عبدالغفار المعروف پير مٺا رحمة الله عليه جن جي ڪرم نوازي هن ڪمزور، بي علم ۽ بدڪار تي، بيشمار، اڻ ڳڻيا احسان آهن جو قلم ۽ زبان ڪي طاقت نہ آهي جو پڙهي، لکي سگهي، الاصلاح جي دوستن جي اصرار تي ڪجھ ستون قلمبند ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهيان.

مون ڪي اُهي گهڙيون اڄ بہ چڱي ريت ياد آهن، جا تہ محبت جو منظر هوندو هيو رحمت پور شريف دربار تي، گهڻو ڪري هي عاجز ۽ برادر حسين علي صاحب بئي نعتون، منقبتون پڙهندا هئاسون، ان وقت اُتي جذبا، جنون حد درجي تي بي انداز هوندا هئا جو سڄي مسجد الله جي ذڪر جنبش ۾ اچي ويندي هئي، حضرت پير مٺا سائين رحمة الله عليه جن جون ڪرامتون بيشمار هونديون هيون، فقير هر يارهين شريف تي پهچي پنهنجا احوال ڪرامتون بيان ڪندا هئا، هي عاجز بہ ڪرامتن جون منقبتون مرشدن جي نگاھ ڪرم سان سندن جي شان ۾ ناهي پيش ڪندو هيو هڪ منقبت هي ناهيم:

**رحمت پور ۾ رهي تون رهبر**
**دنيا کي رنگ لائين ٿو، سڌ ۾ سڄڻ تون سڌ ڏين ٿو**

33

**1: معصوم ٻار بلوچن جي کي ٻگهڙن کان تو بچايو**
**پير مٺا پچ پير مٺا چئي ويچاري ٿي واجهايو**
**رب جي حڪم طاقت سان پهچي ان کي گهر پهچائين ٿو.**

بهرحال هن منقبت ۾ ڪيئي ڪرامتون پيش ڪيل آهن، محبت جون موجون هوندون هيون، هر فقير کي. هڪ دفعي هي عاجز پنهنجي اصلي ڳوٺ ڪاڇي کي ڇڏي نئين گاج جي پر ۾ ڳوٺ واقع آهي، دادو کان پنڌ وڃڻ ٿيو، اڳي سواريون وغيره ڪو نه هونديون هيون، نعتون ۽ منقبتون پڙهندو محبت جي جنون ۾ وڃان پيو روئندو، وڃان پيو دل ۾ چوندو ته اڄ جيڪر مرشد ڪريم زيارت ڪرائين اڪيلائي ۾ ته مزو ٿي پئي! ايتري ۾ غوث شهنشاهه آڏو اچي ويا! پاڻ فرمايائون:

**"فقير ڪِيون پيا روندئين؟، اي عاجز، تُسان نال هميشه ڪٺي هَي، تُسان غمگين نه ٿِيوو."**

حضرت پير مٺا سائين عليه الرحمة جڏهن برقعو مٿيو، اچي پريشان ٿياسين، شهر وارا ۽ هن عاجز جا برادر چون پيا ته هاڻي ڪنهن جي پُنيان لڳون پاڻ صلاح ڪئي سون ته هلو هڙئي رحمت پور، محبوبن کي عرض ڪيون ته هاڻي اسان کي ڪنهن جي قطار ۾ قطارن، هڙئي دربار عاليه تي مراقبو، مزار انور تي عرض آهون، ڪِيهون ڪري رُنا سين، مراقبي ۾ حال پئجي ويا، پاڻ اچي مٿان فرمايائون: **"فقيرو تُسان گهر وڃو، اي عاجز تُسان ڏي آپي پوئواري ڪريسين."**

ٻيهر ٻه ائين فرمايائون، فقيرن سيني جو يقين ٿيو هڙئي فقير ڳوٺ پهتاسين ته چوٿين ڏينهن يا پنجين ڏينهن حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه جو خط مبارڪ پهتو فرمايائون ته اوهان جي دعوت قبول آ اسان فلاڻي ڏينهن ايندا سين اُن ڏينهن ان وقت ٻيون سواريون وغيره ڪو نه هيون، لاريون موٽرسائيڪل ڪو نه هئا، بابا سائين جي پلي گهوڙي هوندي هئي، سائين جن گاڏي تان دادو پليٽ فارم تي لٿا گهوڙي تي چڙهيا، فقير هڙئي جذبا خوشيون ڪندا پنهنجي شهر پهتاسين، سائين جن ٻه راتيون ترسيا. اسان تي مِنن ڪرم ڪري سهڻو سائين عطا ڪيو آهي.

**حق پير مٺا حق سهڻا سائين حق سچڻ سائين**

**جيئن سدائين فيض ڪِندائين قيامت تائين**

**ادا نوازل بروهي تون بدڪار بندو هِين،**

**غم چو ڪندو هين،**

**تون غلام سچڻ سندو هين.**

## ﷼ خيرات نہ روڪيو ﷼

حضور ﷺ جن فرمايو خيرات کي نہ روڪيو ورنہ توهان جو رزق ٻہ روڪيو ويندو. الله جي راهہ ۾ خيرات ڪرڻ وقت ڳڻڻ نہ لڳي وڃو نہ تہ پوءِ الله تعالىٰ بہ توهان کي ڳڻي ڳڻي ڏيندو. (صحيح بخاري 1433 حديث)

**مفهوم حديث:** توهان دنيا ۾ اهڙي طرح رهو جيئن مسافر هجو يا رستو طئہ ڪرڻ وارا هجو. (صحيح بخاري)

**چونڊ: محمد منور انور طاهري**

34

# نورٌ علیٰ نور پير مٺا حضورؒ

**ڊاڪٽر عبدالرحيم چنا "بيدار طاهري"**

**شايد** 1963ع جي ڳالهہ آهي جو مان اڃان ننڍڙو ئي هيس تہ بابا سائين حاجي محمد عثمان چنہ مون کي ۽ گهروارن کي ڪنڌيارو شهر ۾ قائم پنهنجي گهران درگاهہ رحمت پور شريف (لاڙڪاڻو) وٺي ويا، رات سومهڻي ٽي، مسجد شريف ۾ هڪ بلب لڳل هو، روشني پوري ساري هئي، عشاءِ سومهڻي آذان ڪانپوءِ جماعت وضو ڪري حضور پُرنور جو انتظار ڪري رهي هئي، غزل بہ هلي رهيا هئا، پير مٺا سائين رحمة الله عليه حويلي مبارڪ کان ٻاهر دروازي کان نڪري هڪ ڏيڍيءَ منجهان اسان جي سامهون جيئن ئي نڪتا تہ منهنجي بدن مان سسراٽيون نڪري ويون،

سندن نوراني چهرو ايڏو تہ روشن ۽ چمڪدار هيو جو سندن چهري تي نظر پوڻ سان اکين تي جيئن ٽارچ لڳڻ ڪري، چمڪي جي ڪري جُهڪي ويندي‌يون آهن، تيئن منهنجون اکيون پهرين نظر پوڻ سان ڇرڪي هٽي ويون، ڪنڌ ٿورو ڪٻي پاسي لاڙي 0ڇڏيم پر جلدي وري زيارت جي شوق ۾ ڏٺم تہ ڇا حسن و جمال جو پري پيڪر، سونهن سوڀيا جو سينگار وقت جو ولي، ڪامل

قلندر نورٌ عليٰ نورُ حضور پير مٺا رحمة الله عليه پنهنجي حيران ڪن منڙي ۽ پياري هلت سان نڌڙا نڌڙا قدمڙا پري اسان عيبدارن، گناهگارن ڏي، مشڪندي وڌندا رهيا ۽ مان پنڊ پاهڻ پٿر تي، سندن چهري مبارڪ تي نظر ڄمائي، بيٺو ڏسان ته ڇا هي ڪو انسان آ يا ملائڪ،

اڳي اهڙو سهڻو ۽ حسين چهرو ڪو نه ڏٺو هئم، پنهنجي حال کان بي خبر ۽ بي حال وائڙن وانگر بيٺو رهيس، ڄڻ ته بيهوش هجان ۽ جڏهن فرض نماز لاءِ تڪبير الله اڪبر ٻڌم ته ڪنڌ کي ڌوڏي، پاڻ کي جاڳائي، وڃي نماز پڙهڻ لاءِ صف ۾ بيٺم، پر اکين ۾ پير مٺا رحمة الله عليه جو چنڊ جهڙو حسين چهرو ئي هيو، ٻئي پاسي خيال ئي نه پئي ويو، سمجهه ۾ نه پئي آيو ته مان ڪاٿي آهيان، پيش امام رڪوع لاءِ الله اڪبر چيو ته ٿورڙو هوش آيو ته نماز پيا پڙهون، وري به ساڳيو چهرو اکين ۾، وري سجدي ۾ چهرو پنهل جو ساڳيو سونهن وارو، نماز پوري ٿي وئي، پير مٺا رحمة الله عليه حويلي هليا ويا، پر نوراني چهري کي منهنجي هيانوَ اهڙو سانڍيو جو اڄ 53 سالن کانپوءِ به سمجهان ٿو ته رب ڪريم ڪو ملائڪ پير مٺا رحمة الله عليه جي من مهڻي، هيانءَ ٺار، قلب قرار، صورت ۾ موڪليو هو ۽ اڄ به ائين ياد ۽ تازو آ ڄڻ منڙا، من مهڻا، پير مٺا رحمة الله عليه منهنجي سامهون ملڪي صورت ۾ محمدي محبوب جي مشڪڻ واري انداز ۾ بيٺا آهن ۽ مان سندن زيارت ڪري من مهڪائي ۽ دل ٺاري رهيو آهيان. بقول ڀٽائي عليه الرحمة:

**اونده انڌو ڪارو ۾ پرينءَ پسايو پاڻُ،**
**چنڊُ ڪَتين ساڻُ، پيهي ويو پڙلاوَ ۾.**

## سردي بي اثر

حضور پير مٺا سائين رحمة الله عليه صبح جي نماز تي سياري جي سخت سرد موسم ۾ آيا اسان وضو 35
ڪري ڪوٽ، اوني شال، مفلر ۽ گرم گرم جورابن ۾ ملبوس ٿي ڏڪندا ڏڪندا اڳتي وڏي مسجد ۾ سندن انتظار پئي ڪيو، پير مٺا رحمة الله عليه آيا ته قميص سلوار مٿان هڪ بنا ٻانهُن جي ڪوٽڙي پاتل هئي نه شال هئي نه جوراب بس ائين پئي آيا ڄڻ بهار جي موسم ۾ مور پنهنجا محبوب قدم کڻي وڏي رهيو هجي، نه سيءُ نه ڏڪڻي، نه پرواهه، ڄڻ سردي ياد ئي نه هُين، عاجز حيران ۽ وائڙو ٿي ڪڏهن پنهنجن گرم گرم ڪوٽ، اوني شال ۽ گرم جورابن کي پيو ڏسي ته ڪڏهن سيءُ کان بي نياز، وقت جي مجدد، قيوم زمان، پير مٺا رحمة الله عليه کي پيو ڏسي ته ڇا ته نوراني چهرو پيو چمڪي، اسان سندن چهري کي چتائي غور سان ڏسي نٿي سگهياسون پر پاڻ باڪمال باجمال سيءَ کان بي نياز ٿي، من مهٺي هلت هلي اسان کي نور ۽ فيض سان ڀرپور ۽ مخمور ڪري رهيا هئا، واه قلندر واه! تنهنجي ناز ۽ انداز، سردي کي مجال ئي نه هئي جو ڪين تنگ ڪري.

## آهن قلندر روز و شب پنهنجي خوديءَ ۾ خود غرق

## بدن اطهر:

سندن بدن اطهر مضبوط، گوشت سان ڀريل، ٿلهڙو، هڪ پهلوان مثل لڳندو هو، ويتر سفيد گلابي رنگ ته منديءَ تڪ هيو، عام ماڻهو ته شايد ائين سمجهندو هو ته شايد وڏي خوراڪ ۽ ڪاڌو کائيندا هوندا مگر اصل ۾ منهنجو پيارو، نيارو ڪم گو ۽ صادق عاشق

چاچو ڊاڪٽر عبداللطيف مرحوم جيڪو پير مٺا سائين رحمة الله عليه جو علاج ڪندو هو، اڪثر حويلي تي اڪيلائي ۾ گهرائي پيرمٺا رحمة الله عليه ان کي شرفِ ملاقات بخشيندا هئا، اُن ڊاڪٽر عبداللطيف کي هڪ ڏينهن راز جي ڳالهہ ٻڌايائون تہ اسان کي (پيرمٺا) بڪ کاڌ تي لڳي، ماني کائڻ جي تمنا نہ تي رهي، زوريءَ گهروارا کارائڻ لاءِ ڪوشش ڪن ٿا تہ آٽ (اٽي وانگر) ٿا اچن صرف هڪ آنو اٽو ٽوري (ماپ ڪَري) 4 مانيون (ڄڻ تہ ننڍڙيون لوليون) پچائي هڪ ماني مان هڪ گرهہ هڪ ڏينهن ۾ کائون ٿا، پر پيٽ اندر نٿو هلي زوريءَ ڪير سان کائون ٿا پر دل وري بہ ڪچي ۽ اٽي وارو نمونو ٿو ٿئي.

سندن سهڻي سيرت، من مهڻي صورت حسين صورت، نوري چهرو ڏسي حضور سهڻا سائين رحمة الله عليه جي جيڪي سندن خاص دادلا مريد، من پسند عاشق، دل پسند انسان، فيض ۽ نور جا مجسما پير مٺا رحمة الله عليه جا خاص پيارا، اکين جا تارا، دل جا دادلا هئا ۽ هُجن بہ چونہ سهڻا سائين رحمة الله عليه قرب و محبت جو مچ نينهن جو ناتو، پيار جو پيچ اهڙو تہ پير مٺا سائين رحمة الله عليه سان پاتو جو سڄي حياتي ٻار ٻچا، گهر گهاٽ، قربان ڪري، سڄي عمر پير مٺا رحمة الله عليه جي خدمت ڪندي گذاري. پير مٺا رحمة الله عليه جي فرمان تي هڪ پاسي تبليغ جو ڪم جند جان ۽ جان فشاني سان ڪندا هئا تہ ٻئي پاسي درگاهہ رحمت پور شريف پير مٺا رحمة الله عليه جي درگاهہ جو ڪم لنگر جو هجي يا جماعت جي خدمت جو، دين پور ڪچي مان هزارين مڻ ڪانيون ڪٽائڻ، جماعت جي کائڻ لاءِ بندوبست ۽ جماعت

جي خدمت جو ڪم، مسجد شريف جو ڪم پيرمٺا رحمة الله عليه جي حويلي جو ڪم، پير مٺا رحمة الله عليه جي آرام ۽ سڪون لاءِ گرمي ۾ اي سي هٽائڻ وغيره مطلب تہ ڪو بہ درگاهہ خواه پير مٺا، خواه تبليغ يا مسجد جو ڪم ڪندڙن ۾ پهرين نمبر تي هئا ۽ خاص نائب هئا، سندن هر ڪم ڪي احسن طريقي سان سرانجام ڏيندي ڏسي سڄي جماعت سهڻا سائين رحمة الله عليه کي پير مٺا رحمة الله عليه جو حقيقي نائب تصور ڪندي هئي.

حضرت پير مٺا رحمة الله عليه جو پيار سهڻا سائين رحمة الله عليه لاءِ اهڙو هو جو هر سفر ۾ گڏ وٺي ويندا هئا، راڻي پور پٽي ماڇي جلسہ دعوت تي سهڻا سائين رحمة الله عليه نہ پهتا، پير مٺا راڻي پور پهچي حڪم ڪيو تہ سهڻا سائين نہ آهن تہ واپس هلو، سخت ناراض ٿيا، نيٺ دعوتِ جلسہ وارا ساڳي جيپ ۾سهڻا سائين رحمة الله عليه کي وٺي آيا، تيستائين پير مٺا انتظار ڪندا رهيا، حضرت پير مٺا فرمائيندا هئا تہ: ***عطر هِڪوئي هي، (عطر هڪ آ) شيشيان ڊُون هِن، (شيشون بہ آهن)*** اسان کان عطر وٺو يا سهڻا سائين کان وٺو،

حضرت پير مٺا رحمة الله عليه وصال کان اڳ خليفن جي ميٽنگ گهرائي تہ اسان کان پوءِ جماعت ڪير سنڀاليندو، فيصلو ڪري اچو، هڪ خليفو چوندي آيا، پير مٺا رحمة الله عليه منظور نہ ڪيو وري ويا فيصلو ڪري حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه کي نائب بنائڻ جو فيصلو عرض رکيائون تہ پير مٺا رحمة الله عليه ٺري پيا ڏاڍو خوش ٿيا، فرمايائون هاڻي صحيح فيصلو ڪيو اٿو.

***اهو جوان ڪم ڪريسي رنگ لائيسين.***

حضرت پير مٺا رحمة الله عليه فرمائيندا هئا تہ قيامت ۾ الله تعالىٰ اسان کان پڇندو تہ اسان لاءِ ڇا آندو اٿو، اسان حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه جي ٻانهن پيش ڪنداسون تہ هي تحفو آندو آهي. حضرت پير مٺا رحمة الله عليه پنجاب جا هئا، ڪيترا دفعا پير مٺا رحمة الله جي ياڻرن، مٿن مائٽن ۽ جماعت واپس پنجاب درگاهہ تي هلڻ لاءِ عرضَ، منٿون ميڙيون ڪيون، پر فرمايائون تہ حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه اسان کي نہ ٿا ڇڏن، اُن کان اجازت وٺي اچو. هڪ دفعي سيني خليفن کي حڪم ڪيائون تہ اسان پنجاب ٿا وڃون، ميٽنگ ڪري فيصلو ڪري اچو تہ توهان جي مرضي ڇا آهي؟ سڀ خليفا ميٽنگ ۾ وينا حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه کي عرض ڪيون تہ واهر ڪيو، واپس پير مٺا رحمة الله عليه وٽ پهتا تہ حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه دستارمبارڪ لاهي، قدمن تي رکي سيني خليفن دستارون لاٿيون ۽ حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه روئي ٻانهون ٻڌي، حضرت پيرمٺا رحمة الله عليه کي عرض ڪيو تہ جيئن هينئر اسان تي ڪرم ڪري هت درگاهہ کولي آهي وري بہ اسان تي ائين ئي مهرباني ڪري هت رهو ۽ اسان تي فيض و نور جي بارش برسايو، پير مٺا سائين رحمة الله عليه ڏسي ڏاڍو خوش ٿيا، کلي فرمايائون تہ سهڻا سائين رحمة الله عليه پنجاب لاءِ موڪل نہ ڏيندا تہ ڪو نہ ويندا سين.

هڪ دفعو حضرت پير مٺا سائين جي ياڻرن زور پريو تہ پنجاب هلو، پير مٺا رحمة الله عليه ، گهر جا پاڪ ٻيبيون، سامان لاڙڪاڻو اسٽيشن تي ريل گاڏي ۾ رکيائون، سهڻا سائين رحمة الله عليه پليٽ فارم تي

مصلو وڇائي نماز شروع ڪئي،ريل گاڏي خراب ٿي پئي، اٽڪل چار پنج ڪلاڪ ريل نہ هلي، نيٺ پير مٺا رحمة الله عليه ، پاڪ بيبي سڳوريون لهي پيا، اجان سامان ريل ۾ ئي هيو تہ ريل گاڏي نهي هلي پئي ۽ پير مٺا رحمة الله عليه جو سامان، فقير روهڙي مان لاهي آيا ۽ پوءِ 1964ع وصال تائين رحمت پور شريف لاڙڪاڻو درگاهہ تي ئي رهيا ۽ اُتي ئي وصال فرمايائون.

حضرت پير مٺا رحمة الله عليه جي وصال کان بعد سهڻا سائين رحمة الله عليه 1964ع کان 1983ع تائين گادي نشين طور ذميواريون سنياليون، پاڪستان چا پر سڄي دنيا کي عشق محبت، پيار، اسلام، اخلاق، علم حلم سنت نبوي، قرآن نماز، روزو، حج، زڪواة جو پيغام ڏئي عقل کي حيران ڪري، راهِ رباني، ظاهري برقعو مٿائي، اصل ۾ زنده، اڄ بہ پنهنجي مزار مبارڪ الله آباد شريف ڪنڊيارو ۾ آرامي، بهشت فردوس جو هوائون ۽ خوراڪون کائي رهيا آهن تن لکين انسانن جي ڪَٽيل ڪارَن ۽ ڪوجهن قلبنِ کي فيض نبوي سان اهڙو تہ رڱيو جو هر جاءِ تان الله الله جا عشق ڀريا آواز، سونهن ڀريون صدائون ۽ نينهن جا نعرا هٺائي ويا، سوين خليفا ۽ خاصن خاص هڪ اهڙو گوهر موتي، املهہ ماڻڪ، فيض ڀريو فرزند حضرت خواجہ محمد طاهر المعروف سڄڻ سائين مدظلہ العالي کي نوراني نوازش فرمائي ڪامل اڪمل بنائي اسان کي سڀاجهڙو سردار، شهنشاهِ نقشبند، نائب نبي، شيرن جا شهنشاه، اعلىٰ اڪرم، احسن مرشد 1983ع ۾ ڏئي ويا، جيڪو اڄ بہ سهڻا سائين رحمة الله عليه جي تمنائن ۽ آرزوئن کي رات ڏينهن هڪ ڪري تبليغ ڪري سڄي دنيا جي اٽڪل 60 ملڪن کان وڌيڪ

ايراضي کي دين اسلام سان آبيار، سرشار، شاداب، سرسبز ۽ آباد ڪري رهيو آهي، اهڙو تہ عشق و محبت ۽نبوي فيض ڏئي رهيا آهن جو ننڍو وڏو پوڙهو پڪو، مرد خواه عورت بي اختيار دل و روح ۽ قلب مان بار بار الله الله جي تنوار سان، مدهوش ٿي جذبا ڪري رهيو آهي ۽ اسلام جو حقيقي رنگ درگاهہ الله آباد شريف ڪنڊيارو ۾ ڏسڻ وٽان آهي، هر هڪ فقير الله ۽ رسول ﷺ جي حقيقي عشق ۽ فيض ۾ پرپور اکيون آليون آه و زاري سوز پريا، الله الله جا سڏڙا ٻڌي، جذبا ڏسي مسلمان تہ ڇا پر غير مسلم بہ ائين چوڻ تي مجبور آهن تہ شايد اڄ زنده نبي ڪريم ﷺ پاڻ حضرت سجڻ سائين مدظلہ العالي سان گڏ امت محمدي جي آبياري پيا ڪن.

ڇا اڄ اهو 14 سو سال اڳ وارو دور وري تہ نہ آيو آ، حضرت سجڻ سائين مدظلہ العالي جي يورپ ۾ ڪيترن ملڪن آمريڪا، آفريڪا، ڪينادا، انگلينڊ، عرب ملڪن، چين، آسٽريليا، جاپان وغيره ۾ جماعت آهي، ڪيترن ملڪن جا خود دورا ڪن ٿا پيا ۽ انٽرنيٽ تي اڪثر ڪري براه راست (سڌيءَ ريت) پروگرام ڏيکاريا ويندا آهن، جڏهن تہ انٽرنيٽ ذريعي هر وقت هر ماڻهو سموري دنيا ۾ ڏسي، ٻڌي سگهي ٿو، جتي سندن جي تقرير، مراقبو، توڙي لٽريچر بہ موجود آهي.

درگاهہ الله آباد شريف تي ايندڙ هر طبقي جا ماڻهو درگاهہ تي اسلام جو حقيقي رنگ ڏسي بي اختيار ٿي چوي ٿو تہ ههڙو الله ۽ رسول جو رنگ ٻئي هنڌ ڪٿي بہ ڪو نہ ڏٺو آهي، حضور سهڻا سائين هڪ منقبت ۾ پير مٺا رحمة الله عليه لاءِ فرمايو:

ڏسي صورت تنهنجي حسن و جمال،
آيو نور چنڊ جي کي زوال،
تنهنجو نوري چهرو ڪمال درڪمال،
پير مٺا سائين پير مٺا،
تنهنجي ناز دلڙي آموهي منهنجي،
ازل کان ئي آهيان مان گولي تنهنجي،
زبان خواهه دل ۾ آ ٻولي تنهنجي
پير مٺا سائين پير مٺا،
خلق ۾ حسن جا جي اربابَ هئا،
ڏسي صورت تنهنجي ڏسي بيتاب ٿيا،
توتان ڪيئي قربان مهتاب ٿيا،
پير مٺا سائين پير مٺا،
تنهنجو گفتگو مکڻ ماکيءَ منو،
تنهنجي ڳالهه مشڪل دلين کي کُنو،
تنهنجي خُلق سهڻي آ جڳ کي مُنو،
پير مٺا سائين پير مٺا

## هڪ واقعو!

هڪ دفعي پير مٺا رحمة الله عليه سومهڻي نماز تي اچي رهيا هئا، دروازه کان نماز جي صف تائين 40 فوٽ کن فاصلو هو، اڌ پنڌ يعني 20 فوٽن تي هڪ فقير تڪڙ ۾ ويو ۽ حضرت پير مٺا رحمة الله عليه کان هڪ مسئلو پڇيو، حضرت پير مٺا سائين رحمة الله عليه مسئلي کي وضاحت سان بيان ڪرڻ شروع ڪيو، تہ تقريبا 2 ڪلاڪ بينا رهيا ۽ ڳالهائيندا رهيا ۽ جماعت آهستي آهستي چوڌاري ڳڌ ٿيندي وئي، فقير ڪرسي ويهڻ لاءِ اچي رکي، پر ان ڪرسي تي هڪ پير مٿي رکي هڻُ ڪرسي جي ڀُنين ٽيڪ تي رکي ٻي ٽنگ مبارڪ

زمين تي رکي هئي، ٻن ڪلاڪن ڪان پوءِ فرمايائون ته اسان کي وچ تي بيهاري مسئلو نه پڇندا ڪريو، سڄي جماعت کي تڪليف ٿي اچي، ڪسر نفسي ڪندي فرمايائون ته اسان آهيون ٻير جي ڍينگهري، اُن جو ڪندو ٽيندو ته ابتو آهي، ان ۾ ڪپڙو ڦاٽو پوءِ جيئن ڇڪ ڏيندا ٽيئن ڪپڙو ڦاسندو ويندو، اسان کان به ويهڻ کان پوءِ مسئلو پڇندا ڪريو، جي دير ٿي وڃي ته جماعت کي تڪليف نه ٿئي.

## انسان يا ملائڪ:

مان ننڍو هئس، ايترو گهڻو هوش، سمجهه ته ڪانه هئي، پر پير مٺا سائين رحمة الله عليه جي درگاهه رحمت پور تي سندن صبح نماز، مراقبه کان بعد تقرير ٻڌم، جيڪا ڪڏهن ته ايتري ڊگهي ۽ دير تائين هلندي هئي جو منجهند، ڪڏهن ٻيپهري تي ويندي هئي، پر پوءِ به حضرت پير مٺا رحمة الله عليه فرمائيندا هئا ته اسان کي توهان جماعت جو خيال ته ٿئي باقي اسان کي ٿڪاوٽ ئي ڪو نه ٿي ٿئي، حالانڪ سندن کي ڪافي عوارضات پڻ هئا، خاص ڪري پراسٽيٽ (غدود) جي تڪليف، جنهن بيماري ۾ بار بار پيشاب تنگ ڪندو آهي، پر پير مٺا تقرير جلدي ختم ڪري ڪو نه اٿندا هئا. اصل ڳالهه مان حضرت پير مٺا رحمة الله عليه جي سهڻي صورت، اکيون نڪ لب، ڳل مبارڪ پريل، رنگ صاف گلابي سفيد، ڏند مبارڪ چمڪدار، ڳالهائڻ وقت مشڪندڙ انداز ۾ تقرير ڪرڻ، پلٿي ماري ويهڻ، وري ڪپڙا مبارڪ سهڻا، مٿي مبارڪ تي قلعو جنهن تي ڪاري رنگ جو پٽڪو اهڙو ته دل پذير ۽ دل نواز انداز سان ٻڌل هوندو هو جو چڻ ته ڪنهن ڪارخاني مان ٻڌجي

39

نهي آيو هجي، حضرت پير مٺا سائين رحمة الله عليه رڳو سر مبارڪ تي پاتو هجي، بقول ڀٽائي عليه الرحمة جي:

**ڪيچان آيو قافلو، پاڻ ڏٺي سَرواڻ**

**وار وَڍي واڳون ڪيان، پوان هوند پلاڻ**

**جهڙو پرين پاڻ، تهڙي سِٽا سَاٽ جي.**

مطلب تہ سندن سهڻي صورت، ناز و اَنداز، تقرير جو پيارو نمونو، پوشاڪ بادشاهي، ويهڻ شهنشاهي، مان ڏسي وري وري چِتائي ڏسان، ائين پيو سمجهان ڇا هي انسان آ، نہ، دل پئي چئي انسان اهڙو ڪاٿي هوندو آهي، هي تہ ملائڪ آهي، مان جيڪا گهڙي وينل هوس پر وينو حضرت پير مٺا رحمة الله عليه جي ناز و اَنداز کي نهاريان، دل پرجي ئي ڪا نہ پئي، ٻئي پاسي خيال وڃي ئي ڪون، گُگُ، مُڪُ تي پنڊ پاهڻ تي زيارت وينو ڪيان، مون کي ٻہ نہ تڪ ٿئي نہ اُڄَ نہ بک وينو ڏسان وينو ڏسان، بس اڄ اهي سڪون حضرت سڄڻ سائين جي يارت مان لاهيون پيا، خدا سڄڻ کي خوش ڪري، اسان کي محبت ۾ مالامال ڪري، اسان جي حياتي حضرت سڄڻ سائين مدظلہ العالي کي ڏيئي، سڄڻ جي صدقي ٻيڙا پار، دنيا قبر قيامت حشر هر جاءِ گڏ گڏ هجون. (آمين)

## قرضدار کي مهلت ڏيو

**حضرت عمران بن حصين رضي الله عنهما روايت ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ جن ارشاد فرمايو جنهن شخص جو ڪنهن ٻئي شخص ڏانهن (قرض وغيره) هجي، ان مقروض کي ادا ڪرڻ لاءِ ڪجهہ دير تائين مهلت ڏيو تہ ان کي هر ڏينهن جي بدلي صدقي جو ثواب ملندو. (مسنداحمدبن حنبل)**

***محمد امين ميمڻ/ دادو***

سهيڙيندڙ: سلمان کوکر طاهري



# مڪتوبات حضرت پير مٺا عليہ الرحمة

## بخدمت جناب حاجي نواب شاهه صاحب سلم الله تعالىٰ

السلام عليڪم ورحمة الله وبرڪاتہ

اوهان جو نوازش نامو پهتو، لکيل حقيقتن کان آگاهي ٿي، ذکر ۾ حد کان وڌيڪ ڪوشش ڪيو ۽ ان کان گهٽ وڌيڪ ڇا تاڪيد ڪجي تہ حضور محبوب الهي عليہ من الصلوات والتحيات افضلها فرمائن ٿا (حديث) اذڪروالله حتيٰ يقولو انہ مجنون او ڪما قال النبي عليہ الصلوات والتحيات ۽ تبليغ جو ڪم سڀ کان بهتر آهي. ۽ ان ۾ ٻين جي ترقي پنهنجي ترقي جو موجب بڻجي ويندي آهي. همت بلند رکو. پر ڏينهون ڏينهن تبليغ ۾ اڳرائي حاصل ڪريو ۽ اچڻ وڃڻ وڌيڪ رکو ڇو تہ نہ اچڻ ۾ شيطان کي مضبوط موقعو ملي ٿو. ۽ رابطہ شيخ تہ حد کان وڌيڪ فائديمند آهي. هيءَ نعمت هر هڪ بوالهوس (سڌڙيو ماڻهو) کي نہ ملندي آهي. بلڪہ اخص الخاص ماڻهن کي هيءَ نعمت ڏني ويندي آهي. حضرت خواجہ احرار قدس الله تعاليٰ سره فرمائن ٿا "سايہ پير بهتر است از ذکر حق ۽ قرآن شريف جي تلاوت ايتري ڪريو جو فراموش نہ ٿي وڃي ۽ جمعي جي خطبن کي ياد ڪريو ۽ عيدين ۽نڪاح جا خطبات بہ ياد هجڻ گهرجن. ۽ ڪتاب رڪن الدين اردو گهرائي اهو پڙهو، جيڪي ضروري مسئلا نماز جا آهن، اهي ياد ڪريو، فرائض، سنتون، واجب، مستحبات، مڪروهات سڀ سمجهو ۽ وضوء جا احڪام بہ چڱي طرح سمجهو ۽ غسل جا فرائض، واجب بہ ياد ڪيو ۽

ڪجھ ڪتاب فقہ جا بہ ضرور گهرائي وٺو. ۽ مطالعو ڪندا ڪيو ۽ اچڻ وڃڻ بلڪل ڪثرت سان ڪندا ڪيو، ايستائين جو عاشق آباد کي پنهنجو وطن ۽ گهر سمجهو ۽ گهر کي سفر، جنهن وقت سفر کان اچو تہ فوراً هتي اچي وڃو، انشاءَ الله بنده کي سفر جو ارادو آهي.

لاشيِ فقير محمد عبدالغفار فضليِ

از عاشق آباد شريف

## مڪتوب نمبر:2

سلمہ اللّٰہ تعالیٰ

عزيز القدر مشفقي و مڪرمي ميان فتح الدين صاحب

السلام عليڪم ورحمة الله وبرڪاتہ

توهان جو مڪتوب پهتو، استقامت تي مبني هيو، ان جي مطالعي ڪرڻ سان خوشي حاصل ٿي، پيارا، الحمدلله اوهان جي دل زنده آهي ۽ ذاڪر آهي ۽ ذڪر جي گهٽتائي جو موجب دنياوي ڪمن ڪارين جي مصروفيت آهي، ان جو ڪو انديشو نہ آهي، وس آهر ڪوشش ڪريو تہ جيئن ترڪ باطني ميسر ٿي پوي ۽ ظاهري مشغولي ڪا بہ اهڙي نقصان ده ناهي هوندي ۽ جيڪڏهن طالب صاحبِ استقامت واري کي دنياوي مصروفيتون هڪ ٻئي جي پٺيان لاڳيتو اچن ٿيون تہ بہ مانع ترقي باطن جي ناهن ٿي سگهنديون، ڇو تہ اصل مقصود تہ استقامت آهي ۽ استقامت جي لاءِ حضرت مجدد منور الف ثاني عليہ الرحمة فرمائن ٿا: الاستقامت فوق الڪرامة (استقامت جو مان ڪرامت کان مٿي آهي)

عزيزا ڪتاب هداية الانسان ۽ ڪتاب فيض الڪريم اهي ٻئي گهرائي مطالعي ۾ رکو. هي ٻئي اردو ٻولي ۾ آهن هنن جو مطالعو

فائديمند آهي، ملڻ جو هنڌ: الله واري جي قومي دڪان ملڪ چنن الدين ڪڪي زئي تاجر ڪتب قومي ڪشميري بازار لاهور، انهن ٻنهي ڪتابن جي فقط هڪ روپيه قيمت آهي ۽ اوهان جي گهرواري واسطي هڪ تعويذ موڪليو وڃي ٿو. هي ڳلي ۾ ٻڌو ۽ ڪجھ تعويذ پيئڻ جا، هر هڪ تعويذ کي 3، 3، ڏينهن رات پيئندا رهو ۽ جيڪڏهن تاريخ 27 رمضان المبارڪ جيڪا ليلة القدر جي رات آهي، هتي اچي وڃو ته بهتر آهي ۽ هن رات فقيرن جو ميڙاڪو ٿيندو آهي ۽ سموري رات بيداري ٿيندي آهي ۽ ذڪر ڪندا آهن ۽ ميان فياض حسين صاحب کي به اهو اطلاع فرمايو ۽ دوست احباب کي به ان رات جي برڪتن ۾ شامل ٿيڻ جي دعوت آهي ۽ توهان کي روبرو دعائون بي بي صاحبه تي دم ڪرڻ لاءِ ٻڌايون وينديون. عزيزا اوهان جي ڏاڙهي جو نه ڪترائڻ ۽ بيڙي (سگريٽ) جو نه پيئڻ اهي ٻئي ڪم استقامت قوي ۽ بالاهمتي تي دليل آهن، الله تبارڪ و تعاليٰ اوهان کي ان کان به وڌيڪ همت عطا فرمائي آمين. بيت

ذکر کن ذکر کن تاترا جان است،
پاکئ دل ز ذکر رحمان است

عزيزا! عاشقن جو ڪم آهي بلڪه هي فرض آهي بغير ياد محبوب جي نه ٿا رهي سگهن ۽ افسوس صد افسوس جو هن خالق يگانه کي ياد نه ڪيو وڃي ۽ هن ڪانسواءِ ٻين کي محبوب بنايو وڃي ۽ هي سڀ دنيا جي دوران واريون مجازي محبوب اخير ۾ سڪرات مهل ڇڏي وينديون ۽ پوءِ **ياايها الانسان ماغرڪ بربڪ الڪريم** جون پڪارون اچڻ شروع ٿينديون ته ان وقت ڇا جواب ڏينداسين.

والسلام

لاشي فقير محمد عبدالغفار فضلي

# حضرت پير مٺا عليه الرحمة جن جا حالات ۽ ڪرامات

سهيڙيندڙ: محمد محسن بن محمد عرس عرف مختاراحمد ٽانڙي

**محترم** بيدار مورائي صاحب حضرت خليفہ سيد نصيرالدين عليه الرحمة جن جي حوالي سان ڪتاب گلستان غفاريہ جي صفحہ نمبر 40 تي لکيو آهي تہ فقيرالحاج دلمراد سائين لوڙهائي بزرگ عليہ الرحمة جن جو مبني برحقيقت عجيب خواب مذڪور بزرگن، پنهنجي مرشد فقير فيض محمد عليہ الرحمة ساڪن سڳيون نزد سوڀوديرو جي مبارڪ زماني ۾ ڏٺو تہ اتر طرف کان هڪ رحمت ڀريو ڪڪر (بادل) اچي سنڌ سونهاري تي وَسيو، جنهن سموري سنڌ کي سبز و شاداب ڪري ڇڏيو آهي، اهو خواب لوڙهائي بزرگ حضرت الحاج دلمراد فقير عليہ الرحمة جن پنهنجي مرشد حضرت فيض محمد عليہ الرحمة جن سان بيان فرمايو تہ سندن مرشدن بي انتها خوشي ۽ مسرت جو اظهار ڪندي تعبير هن طرح فرمايو تہ توهان کي مبارڪون آهن، توهان جي مبارڪ دور ۾ پنجاب کان هڪ ڪامل و اڪمل ولي سنڌ ۾ تشريف فرما ٿيندا جن جي تشريف آڻڻ سان سموري سنڌ ۾ دينداري، پرهيزگاري، ذڪر و اذڪار جو فيض عام ۽ جام ٿيندو، (اهو خواب حضرت خواجہ محمد عبدالغفارفضلي المعروف پير مٺا قدس سره جن جي صورت ۾ ظاهر ٿيو)

حضرت خواجہ دلمراد فقير لوڙهائي فقير جن پيار ۽ محبت جا پيغام ۽ سلام حضور پير مٺا عليہ الرحمة جن کي موڪليندا رهندا هئا ۽ حضور پير مٺا قدس سره جن

42

جي پياري جماعت کي حضوري ۽ نوري جماعت ڪري ياد فرمائيندا هئا.حضرت لوڙهائي فقير دلمراد سائين رحمة الله عليه جن ڪي پير مٺا قدس سره جن جي غفاري جماعت سان وڏي محبت ۽ پيار ۽ عقيدت هوندي هئي، ان جو عملي ثبوت اهو هيو تہ پاڻ پنهنجن صاحبزادن حضرت فقير نورمحمد ۽ مير محمد عليهما الرحمة جن ڪي رحمت پور شريف لاڙڪاڻو ڏانهن دعا سلام ۽ زيارت وملاقات لاءِ موڪليندا هئا. سبحان الله. (گلستان غفاريہ ص 41)

حضور پير مٺا عليہ الرحمة جن جا فقراءَ وصال ڪان بعد بہ ذڪر ڪندي ۽ ملاقات ڪندي مشاهدو ڪيا ويا، جيئن حضرت پير ڪرم الله المعروف دلبر سائين مدظلہ العالي جن سوانح حيات حضور پير مٺا قدس سره جي صفحہ نمبر 260 تي لکيو آهي:

فقير عبدالحميد ذاڪر هيو، جڏهن وفات ڪري ويو تہ قبر ۾ ذڪر ڪندو رهيو، هڪ دفعي حضور پير مٺا سائين قدس سره جن فجر نماز ڪان بعد اهل ذڪر فقراءِ ڪان پڇيو تہ توهان مان ڪنهن فقير عبدالحميد عليہ الرحمة جو ذڪر ٻڌو آهي؟ ڪجهہ فقيرن عرض ڪيو تہ قبلہ سائين اسان فقير جي آواز ۾ ذڪر ٻڌو آهي، پاڻ فرمايائون تہ اسان رات فقير جي ذڪر ڪرڻ جو آواز ٻُڌو پوءِ پنهنجي گهرياتين ڪي بہ اٿاريو، انهن ڪي وصال شده فقير جي ذڪر ڪرڻ جو آواز بہ ٻُڌرايوسين، لهٰذا فقيرو اوهان بہ ڪثرت سان ائين ذڪر ڪمايو تہ مرڻ ڪان بعد بہ اوهان جي مزارن مان ذڪر جون تنوارون جاري هجن، فقير محمد حسن پٽو فقير عبدالحميد جن جو زندگي ۾ گهرو دوست هيو، ان جي وصال ڪان بعد مرحوم جي قبر تي محمد حسن پٽو اڪثر و بيشتر ويندو رهندو هوم، هڪ

ڏينهن مرحوم عبدالحميد جي مزار تي ختم شريف لاءِ ويو تہ پنيرو مرحوم کي ڏنائين تڪڙو تڪڙو وجي ان کي سلام ڪري ۽ هٿ ملايائين ۽ چيائين تہ تون تہ وفات ڪري ويو آهين؟ ٻاهر ڇو گهمي رهيو آهين؟ فقير عبدالحميد جواب ۾ چيو تہ مان روزانو رحمتپور شريف محفل مراقبہ ۾ ايندو آهيان، اسان کي مئل نہ چئو، ائين چئي نظرن کان غائب ٿي ويو، فقير محمد حسن اهو سمورو واقعو حضور پير مٺا عليہ الرحمة جن جي خدمت ۾ ٻڌايو پاڻ ان جي تصديق ۽ تائيد فرمائيندي هي شعر پڙهيو

*هرگز نہ ميرد آنکس کہ دلش زنده شد بعشق*

*ثبت است بر جريده عالم دوام ما*

## چور باشرع بڻجي ويو:

هڪ چور جنهن مٽان لاڙڪاڻي جي عدالت ۾ ڪيس هلندڙ هيو، ان تي پير مٺا سائين رحمة الله عليہ جن جي نظر ڪرم ٿي تہ باشرع ڏاڙهي پٽڪي سان عدالت ۾ پيش ٿيو، جج ڪيس ڏسي پڇيو تہ چور جي جاءِ تي پيش امام کي ڇو پيش ڪيو اٿوَ؟ فقير عرض ڪيو تہ قبلہ واقعي مان چور هيس، مگر پير مٺا رحمة الله عليہ جن جي نظر ولايت سان توبہ تائب ٿيو آهيان، جج صاحب کي هن جي سچ ۽ توبہ ڪري باشرع ٿيڻ تي بي انتها خوشي ٿي ۽ فيصلو ڏنائين تہ مالڪ کي چوري موٽائي ڏي باقي ٻي سزا معاف اٿئي.

## ڪرامت 2:

ثواب پور، ڪنديارو جي ويجهو علائقو آهي، اهو نالو بہ پاڻ پير مٺا سائين جن رکيو هيو، ابتدائي دور ۾

سائين جن هن ڳوٺ ۾ ڪثرت سان ايندا رهندا هئا. تقريبًا سمورو ڳوٺ سائين جن جا فقير ۽ مريد هئا.

هن ڳوٺ ۾ فقير پيربخش جڏهن وفات ڪري ويو ته غسل، ڪفن ڏيڻ کان بعد جڏهن ان کي کڻڻ لاءِ فقرا الله الله جون ضربون لڳايون ته مرحوم پير بخش ٿي دفعا ڪٽ تي چيلهه جيترو اٿي فقيرن سان الله، الله، الله ڪندي آخر ۾ فرمايو ته

**”ذڪر وارا مرندا ناهن پر هڪ جهان ڪان ٻئي جهان ڏي منتقل ٿي ويندا آهن.“**

ترجمو آهي: الله وارا مري ختم ٿي نه ويندا آهن پر هڪڙي گهر کان ٻي گهر ڏي منتقل ٿيندا آهن.حضرت پير مٺا قدس سره جن نهايت ڪمال درجي جا متوڪل انسان هئا، پنهنجي ذات لاءِ چندي ۽ سوال جا قائل بلڪل نه هئا، پر پنهنجي جماعت کي به تبليغ، تعليم و تدريس جي ديني خدمات ڪرڻ جو خاص الخاص الله تعالیٰ جي رضا حاصل ڪرڻ لاءِ حڪم فرمائيندا هئا. پنهنجي تقرير ۾ هي آيت شريف پڙهندا هئا ته :آئون توهان کان هن واعظ و تبليغ جو ڪو به اجر ۽ بدلو نٿو گهران، منهنجو اجر ان پاڪ ذات تي آهي جيڪو جهانن جو پاليندڙ آهي.

### عجيب ڳالهه!

مسجدون مفت آهن پر خالي آهن، هوٽلن جي فيس آهي پوءِ به ڀريل آهن، عجيب ڳالهه آهي؛ مفت ۾ جنت کو نه ٿا وٺون ۽ پئسن عيوض جهنم خريد پيا ڪريون.

چونڊ: ڪامران علي چانڊيو /مٺياري

### ڀلائي ڪندي ته ڀلو ٿيندو

پنهنجو فائدو سوچڻ کان بغير سيني سان ڀلائي ڪريو، چو ته جيڪي ماڻهو گل تقسيم ڪندا آهن، انهن جي هٿن ۾ خوشبو رهجي ويندي آهي.

چونڊ: غلام مصطفيٰ ”اطهر“ ميمڻ/ مٺياري

# حضرت پير مٺا سائين عليه الرحمة جي تبليغ اسلام

## علامه مولانا مفتي عبدالرحيم طاهري

**سنڌ** ۾ تبليغ دين خاطر تشريف فرمائڻ جو واقعو پاڻ هن ريت فرمايو آهي. پاڻ عليه الرحمة فرمائن ٿا ته منهنجي پير مرشد خواجه فضل علي قريشي عليه الرحمة جي تبليغي مشن پوري ملڪ ۾ ڦهليل هئي ۽ پنهجن خليفن کي پسند تحت مختلف علائقن ۾ موڪليو ويندو هو فرمايائون هڪ دفعي مان ۽ مولانا عبدالمالڪ (مولانا صاحب عالم باعمل ۽ حضرت پير قريشي عليه الرحمة جن جو خليفو هيو) پاڻ ۾ گفتگو ڪري رهيا هئاسون ان دوران مولانا عبدالمالڪ چيو ته منهنجي دل گهري ٿي ته ڪاش! (حضور قريشي عليه الرحمة) مون کي تبليغ لاءِ هندستان موڪلين، ڇو جو هندستان ۾ بنسبت ۽ علائقي جي اهل علم زياده آهن، اتان جا ماڻهو هن نعمت (روحانيت) جو قدر ڪندا. جنهن تي مون پڇي ان کي ٻڌايو ته مولانا صاحب، **منهنجي تمنا هيءَ آهي ته حضور مون کي سنڌ ۾ تبليغ جو حڪم فرمائين!** ته ڏاڍو ڀلو ٿي پوي، ڇو جو سنڌي سڀاجهڙا الله وارن جا وڏا عاشق آهن پاڻ فرمائين ٿا ته حضرت پير قريشي عليه الرحمة کي ڪشف القلوب گهڻو هوندو هو، پاڻ ڪنهن

44

عرض معروض جي مولانا عبدالمالڪ کي هندستان ڏانهن ۽ مونکي (پير مٺا قدس سره) کي سنڌ ڏانهن تبليغ دين واسطي حڪم فرمايائون.

توڙي جو ان کان اڳ پاڻ پنهنجي مرشد سان گڏجي يا انفرادي ڪيترائي ڀيرا تبليغي سفر ڪري چڪا هئا، پر جڏهن سندن کي مرشد طرفان تبليغ لاءِ حڪم ٿيو ته پاڻ ڏينهن رات تبليغ دين کي وقف ڪري ڇڏيو، پاڻ مختلف علائقن ۾ روحاني مرڪز ۽ خانقاهن جو قيام عمل ۾ آندائون، پنهنجي ڳوٺ ۾ عاشق آباد نالي مرڪز تيار ڪيائون، حضرت سهڻا سائين عليه الرحمة پنهنجي جماعت فقيرن سان ملي ڪڇي جي علائقي ۾ دين پور نالي مثالي ڳوٺ قائم فرمايو، هتي پنهنجي ۽ فقيرن لاءِ گهر جوڙايائون. اهڙي ريت سنڌ ۾ هڪ روحاني درسگاهه بلڪ تربيت گاهه جو قيام عمل ۾ اچي ويو، جنهن بعد ڏينهون ڏينهن جماعت ۾ اضافو ٿيندو ويو، ٻاهريان ايندڙ جماعت جي سهولت کي مدنظر رکندي پاڻ لاڙڪاڻو ۾ رحمتپور شريف جو بنياد رکيو، جنهن جا سموا اخراجات حضرت سهڻا سائين عليه الرحمة جن پنهنجي جيب مان ادا فرمايا.

## منهنجي تمنا آهي ته حضور مونکي سنڌ ۾ تبليغ جو حڪم فرمائين!

رحمت پور شريف پهچڻ تائين نه رڳو مبلغين ۽ ذاڪرين پر مصلحين ۽ مبلغين جي هڪ تمام وڏي جماعت تيار ٿي چڪي هئي، هتي رهڻ بعد انهن حضرات کي ملڪ جي مختلف حصن ۾ تبليغ دين خاطر موڪليو ويو، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو هزارن جي تعداد ۾

ماڻهو طريقه عاليه ۾ داخل ٿيڻ لڳا، ڪيترائي ڏاڙيل، چور، زاني، رهزن، راشي، زاني، فاسق فاجر گناهن کان تنگ ٿي توبه تائب ٿيڻ لڳا ۽ سنت نبوي ﷺ تي ٺوڪ ۽ چٽر ڪنڌڙ شريعت محمدي جا پابند ۽ متبع سنت بڻجي ويا.

اها بلڪل حقيقت آهي ته سندن جي نوري نظر ۽ صحبت جي اثر، جنهن رهزنن کي رهبر بڻائي ڇڏيو ۽ رهبر رهنما به اهڙا جيڪي بي لوث، بي طمع ۽ بي مقصد خالص الله تعالىٰ ۽ ان جي پياري حبيب ﷺ جي آفاقي پيغام کي عوام الناس تائين پهچڻ لاءِ پنهنجي گهر جا ڪرايا پاڙا ڪري گهر گهر پهچندا هئا ۽تبليغ جو طريقو به انهن سلف بزرگن وارو يعني جوڙڻ وارو نه ڪه ٽوڙڻ وارو. جڏهن قيادت اهڙي باڪمال هوندي ته باصلاحيت ماڻهو ته پيدا ٿيندا.

هي ڪم رڳو مردن تائين محدود ڪو نه هو پر عورتن جي به هڪ اهڙي پاڪيزه جماعت تيار ٿي وئي، اهي عورتون جيڪي ريتن رسمن ۾ جڪڙيل هيون، اهي شريعت ۽ سنت محمدي تي عمل ڪرڻ ۾ خوشي محسوس ڪرڻ لڳيون، جن ڪڏهن سجدو ادا نه ڪيو هو اهي پنج وقت نمازي تهجد گذار بڻجي ويون.

سندن جي بستي رحمت پور شريف اها بستي هئي جتي عملاً قانونِ شريعت نافذ هيو، مرد، عورت ننڍو وڏو، هر هڪ شريعت تي عمل پيرا هيو، هر ڳالهه سنت نبوي ۽ شريعت مطهره تي ٿيندي هئي. ايتري منزل تي پهچڻ تائين انهن کي راهه تي هلندي گهڻو ڪجهه برداشت ڪرڻو پيو، ماڻهن جي اڻنگي رويي ۽ سخت گفتگوکي سَهڻو پيو، طرح طرح جون رڪاوٽون بيهاريون وينديون هيون، پر هن

45

مردِ مجاهد ڪنهن بہ موقعي تي مزاحمت يا هڪ لفظ بہ جواب جو ڏنو، چاڪاڻ جو اهو ئي الله وارن جو شان هوندو هيو، ڇوجو انهن جي دنياوارن سان ڪو مقصد ناهي هوندو جيڪڏهن ڪجهہ هوندو آهي تہ صرف الله جي رضا ۽ محبت ئي هوندي آهي.

پاڻ پنهنجي مريدن ۽ عقيدتمندن کي اهو ئي فرمائيندا هئا تہ **رسول الله ﷺ جي امت جو اهو حال ڏسي توهان کي گهرن ۾ ويهي سڪون ڪيئن ٿو اچي؟ اٿو، تبليغ ڪيو.**

سندن جي حالات تي غور ڪجي تہ ائين معلوم ٿو ٿئي تہ سندن جو اٿڻ ويهڻ دين محمدي تي ۽ تبليغ دين ۽ اصلاح خلق هيو، جيڪڏهن ڪڏهن طبعيت تي بارُ محسوس ٿيندو هو تہ خواجہ غريب النواز حضرت سهڻا سائين عليه الرحمة جن تبليغ کان واپس پهتل ڪنهن فقير يا مبلغ کي ڪي اٿاري تبليغي سفر ۽ فيض و برڪات بابت ڳالهائڻ لاءِ امر فرمائيندا هئا تہ سندن جو چهرو خوشي مان کلي اٿندو هو ۽ پاڻ هشاش بشاش ٿي ويندا هئا.هي سڀ ان لاءِ جو پاڻ گناهن کان تہ نفرت ڪندا هئا پر گنهگارن کان سندن کي پيار هوندو هو، ان محبت جو اهو نتيجو نڪتو تہ گنهگار گناهن کان بيزار ٿي توبہ تائب ٿي راه راست تي اچي نيڪوڪار متقي پرهيزگار بڻجي ويا. پاڻ يقينًا انهن پاڪيزه نفوس مان هئا جن توڙي جو ملڪ فتح نہ ڪيا پر پنهنجي حسن عمل ۽ حسن اخلاق سان دلين کي ضرور فتح ڪيو ۽ معاشري جي بگڙيل ماڻهن کي سنواري نيڪ صالح ماڻهن ۾ تبديل ڪري ڇڏيو. اهڙا ئي ماڻهو اسلام لاءِ سرمايہ فخر آهن.

# حضرت پير مٺا سائين رحمة الله عليه

# بحيثيت انقلابي شخصيت

## حضرت علامه مولانا عبدالقدير شيخ طاهري

**حضرت** بايزيد بسطامي رحمة الله عليه جن کي ڪنهن شخص چيو ته فلاڻو شخص نماز پڙهڻ لاءِ ڪعبة الله شريف ويندو آهي، پاڻ فرمايائون ته اها ڪا وڏي ڳالهه ناهي، ان ڪان وڏيڪ خدا، شيطان کي طاقت ڏني آهي ته هو جتي چاهي هليو ويندو آهي، مشرق هجي چاهي مغرب. ڪنهن چيو ته فلاڻو شخص پاڻي ۾ تري رهيو آهي، پاڻ فرمايائون ته اهو ته مڇي جو ڪم آهي. وري ڪنهن چيو ته فلاڻو هوا ۾ اڏي ٿو، پاڻ فرمايائون هي ته پکين جو ڪم آهي. اصل ڪمال اهو آهي ته شريعت محمدي تي عامل بڻجي ٻين کي ڪامل بڻائي. ائين ئي حضرت پير مٺا رحمة الله عليه سنڌ ۾ انقلاب آندو.

پاڻ جڏهن سنڌ ۾ تشريف فرما ٿيا ته ان وقت سنڌ ۾ مسلمانن جي ديني حالت انتهائي پنتي پيل هئي، شهرن ۾ رهندڙ پڙهيل لکيل ۽ جديد تعليم يافته ماڻهو شريعت مطهره جي پابندي ڪرڻ پنهنجي شان ۾ گهٽتائي سمجهندا هئا، عام ماڻهو خاص ڪري ٻهراڙين ۾ رهندڙ ماڻهو توڙي جو ڪنهن حد تائين دين سان سلهاڙيل ته هئا ۽ دلچسپي به رکندا هئا پر سنڌن جي اٿڻي ويهڻي، رهڻي ڪهڻي ۽ ريتن رسمن ۾ قرآن و سنت گهٽ پنهنجي پسند ۽ ناپسند جو وڌو عمل دخل هوندو هو، جهالت ان حد تي

46

پهتل هئي جو اڪثر مسلمانن کي ڪلمہ طيبہ بہ پڙهڻ نہ ايندو هو، بي عملي ايتري حد تائين هئي جو نماز جهڙي اهم فرض ۽ عبادت کي ماڻهن وساري ڇڏيو هو، مسجدون تہ گهٽيون نهيل هيون پر اهي نمازين لاءِ پڪاريندِيون هيون، سنت جي پيروي ڪرڻ کي عيب سمجهيو ويندو هو، اهي خانقاهون ۽ ديني مدرسا جتي علم، عمل ۽ معرفت و حڪمت جا چشما وهندا هئا اهي خشڪ ٿي چڪا هئا،

ناخلف رسمي گادي نشين رڳو پيري مريدي ۾ مگن هئا، جيڪي نذر و نياز ۽ ڏن وغيره وٺڻ کي ئي پيري مريدي ۽ طريقت ۽ تصوف سمجهندا هئا. علماءِ جو توڙي جو گهڻو انگ موجود هئو جيڪي وعظ و تقرير، تعليم ۽ تعلم ۾ تہ مشغول هئا پر سندن تقرير ۾ عام طور تي اختلافي ۽ علمي مسائل هوندا هئا، جن کي عام ماڻهن جي سامهون بيان ڪرڻ جي ضرورت ئي نہ هئي، پر جيئن تہ عام رجحان ان پاسي جو پيدا ٿي چڪو هو، ان لاءِ علماءِ جو بہ اهو ئي پسنديده موضوع بڻيل رهندو هو، مسلمانن جون سماجي توڙي اخلاقي حالتون تمام گهٽيون ڪِريل نظر اچي رهيون هيون.

توڙي جو پاڻ ان کان اڳ پنهنجي پير و مرشد حضرت پير فضل علي قريشي رحمة الله عليه سان گڏ ۽ اڪيلائي ۾ ڪيترائي ڀيرا تبليغي سفر ڪري چڪا هئا، پر پنهنجي مشفق مهربان، محسن مرشد جي حڪم ملڻ بعد پاڻ کي تبليغ لاءِ وقف ڪري ڇڏيو، ڏينهن رات ان ئي ڪم ۾ مگن رهندا هئا، شهر شهر، وسندي واهڻ هلندا رهندا هئا، مخلوق خدا کي خدائي احڪام ٻڌائيندا ۽ فيض محمدي سان انهن جي دلين کي روشن ڪندا رهندا هئا،

پاڻ مسلمانن جي تعليم ۽ تربيت جي لاءِ روحاني مرڪز ۽ خانقاهون بہ قائم ڪيائون، ان سلسلي ۾ سڀ ڪان پهريان پنهنجي آبائي ڳوٺ عاشق آباد نالي ڳوٺ جو قيام عمل ۾ آندائون، جنهن جو افتتاح بہ پنهنجي شيخ قريشي قدس سره جن ڪان ئي ڪرايائون، جنهن جو اظهار هنن الفاظن ۾ فرمايائون:

**ہم چاہتے تھے کہ تربیت گاہ کی بنیاد ایسی جگہ پر رکھی جائے جس کے ایک طرف آبادی ہو اور دوسری طرف جنگل ہو، الحمدللہ آپ کو ایسی جگہ مل گئی آپ کی جگہ ہماری اپنی جگہ ہے۔**

الله وارن جو ڪم ڪنهن دنياوي غرض و مقصد جي حاصل ڪرڻ لاءِ ناهي هوندو پر رضا الٰهي جو حصول ئي انهن جو مقصد اعليٰ هوندو آهي اهو ئي سبب آهي جو سندن خلوص جي ڪري ئي انهن جي ڪمن ۾ الله تعاليٰ جي مدد هر وقت شامل هوندي آهي ۽ ائين ئي ترقي جون راهون کلي پونديون آهن. سندن جي محنتن ۽ ڪوششن اهڙو تہ رنگ لاتو جو سنڌ ۾ ذاڪرين جي تمام گهڻي جماعت تيار ٿي وئي جن مخلص نيڪ ٻانهن کي وقت ڏيڻ جي ضرورت محسوس ٿيڻ لڳي تہ پاڻ پنهنجي پيريائي خليفہ مطلق، دست راست ۽ بعد ۾ سندن جي جان نشين حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه جي مشوري ۽ اصرار تي سنڌ ۾ روحاني درسگاهہ تعمير ڪرڻ جي اجازت فرمايائون، حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه پنهنجي جماعت سان گڏجي ساهتي پرڳڻي جي ڪچي جي علائقي ۾ دين پور نالي ڳوٺ جو قيام فرمايو ۽ ائين سنڌ ۾ هڪ روحاني درسگاهہ بلڪ تربيت گاهہ جو قيام عمل ۾ اچي ويو، ماڻهو جوق درجوق

طريقه عاليه ۾ شامل ٿيڻ لڳا. سنڌ جي ڪنڊڪڙڇ ۾ سندن جو پيغام پهچڻ لڳو. ٻاهران ايندڙ جماعت جي سهولت ڪي سامهون رکندي لاڙڪاڻو ۾ رحمت پور شريف جو بنياد رکيو ويو. جنهن لاءِ زمين ۽ ٻيا اخراجات به حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه جن پنهنجي کيسي مان ادا ڪيا. رحمت پور شريف پهچڻ تائين نه رڳو مخلصين ذاڪرين پر مبلغين جو به هڪ وڏو انگ تيار ٿي چڪو هو. هتي رهائش اختيار ڪرڻ بعد انهن سمورن مبلغين حضرات کي ملڪ جي ٻين حصن ڏانهن تبليغ دين جي ارادي سان موڪليائون. جنهن جي نتيجي ۾ هزارين چور، لچ لوفر، زاني، شرابي، فاجر، گنهگار گناهن کان توبهه تائب ٿي ويا ۽ قانون شريعت موجب ۽ سنت نبوي تي عمل پيرا ٿي ويا.

حضرت پيرمٺا سائين رحمة الله عليه اهڙي طرح مخلوق خدا کي جهنم جي باهه کان بچائي ورتو. ان وقت جي انسانن جو اهڙو حال ٿي چڪو هو. جو هو پنهنجي مقام ۽ عزت کي وساري چڪا هئا. اهو شرف، شان، عزت، مان مرتبو انسانن کي حضرت پيرمٺا رحمة الله عليه ڏياريو. جو انهن کي حقيقي مومن بڻايائون. نماز، روزو، صبر، شڪر، قناعت، زهد و تقويٰ، خدا رسي، عشق الٰهي، عشق رسول ﷺ، توڪل، خوف خدا جهڙين حسنات سان انسانن کي نوازيو. جتي پهريون شيطان جو راڄ هو، اتي نظام مصطفيٰ نافذ ٿي ويو. جيڪي مخلوق خدا پنهنجي پالڻهار کي وساري نفساني خواهشات ۾ ڦاسي چڪي هئي، اها راه راست تي اچي ٻين کي به سڌي رستي تي هلڻ جي هدايت ڪرڻ لڳي.

**********************************************

48

# ڪجهه ياد گيريون

مولانا محمد مشتاق شر طاهري
الله آبادي

**هي** عاجز پنهنجي اباڻي ڳوٺ تعلقہ نري ميرواهہ جي رسولپور ۾ رهندو هو، مون کي چڱي ريت ياد آهي تہ عاجز جي ناني احمد علي عليه الرحمة جي سؤٽ مولانا بخت علي شر غفاري دعوت ڪئي. عاجز جي جي ماروٽ عبدالخالق کي جيڪو عاجز جو رضائي ڀاءُ بہ آهي، ان کي ذڪر قلبي جو وظيفو ڏنو ويو، تہ ڪيس جذبو ٿي ويو ۽ مٿس وجد طاري ٿي ويو، اسان جي ڳوٺ جو اصل نالو گهندتڙ هو جيڪو سهڻي ميهار جي درياهہ مٿان اڏيل آهي ۽ پير مٺا سائين بعد ۾ نالو رسولپور ڳوٺ رکيو، ان دؤر ۾ تمام گهڻي مخالفت هئي، الله ۽ رسول ﷺ جو نالو وٺڻ کان ماڻهو ڪيٻائيندا هئا،

ڪافي فقيرن کي تڪليفون ڏنيون ويون هيون، حضرت پيرمٺا سائين عليه الرحمة جن جي آمد ڪانپوءِ دين ۽ اسلام تيزي سان ڦهلجندو رهيو، ڪوڙ سارا فقير سندن جي بيعت ٿي راه راست تي اچڻ لڳا، پاڻ فرمائيندا هئا تہ هي سڀ ڪجهہ ختم ٿي ويندو، ان وقت مون کي ياد ٿو اچي تہ رڳو 4 فقير هيا، جن ۾ پچل فقير، ماستر نبي بخش شر، حاجي چاچا نصيرالدين فقير شر ۽ نانو احمد علي شامل آهن، انهن فقيرن جڏهن مرشدن جو پيغام گهر گهر پهچايو. چاچو خليفہ نصيرالدين فقير ٻڌائيندو هو تہ اسين مرد عورتون پنجاب درگاهہ عاشق آباد ويندا هئاسين،

هو ٻڌائيندو هو تہ دين پور شريف جي قيام دوران شر برادري جا ماڻهو پيرين پنڌ هتان کان دين پورشريف پهچندا هئاسين اتي لنگر جو ڪم ڪار ڪندا هئاسين، ڪافي محبت واري جماعت هوندي هئي.

حضرت پير مٺا سائين عليه الرحمة فرمائيندا هئا تہ: **اسان شر الناس وچون خير الناس ٺاهيا آهن.** مولانا محمد دائود غفاري شر، مولوي نورالدين انور، مولوي ميرمحمد خليفہ هوندا هئا ۽ پاڻ رسول پور جي پرسان واقع قديمي ڳوٺ ۾ بہ فضل آباد نالي مرڪز قائم ڪيائون جيڪو ان وقت مولانا رحمت الله ونديرَ جي حوالي ڪيو ويو هو، پر اڳتي هلي سنڀال نہ ٿيڻ ڪري هو هلي نہ سگهيو.

چاچا سائين چوندو هو تہ جڏهن اسين لوڙهي شريف تي ويندا هئاسين تہ پير حاجي دلمراد فقير عليه الرحمة لوڙهي وارو سائين فرمائيندو هو تہ نوري جماعت حضوري جماعت آئي آهي، ادب ڪيو، اسان فقيرن جو احترام ڪندا هئا.

فقير نواب الدين جو ڀاءُ خيرمحمد جيڪو وڏو سرڪش ڏاڙيل هوندو هو، رحمت پور شريف درگاهہ تي ذڪر ورتائين تہ سندس دل هلڻ لڳي، هو ٻڌائيندو هو تہ هڪ ڀيري سندس جي هڪ عورت تي بدنيت نظر پئي تہ پير مٺا سائين جن نظر آيس تہ پوئتي هٽي ويو ۽ ڏوهن جي دنيا کان تنگ ٿي نيڪ صالح متقي پرهيزگار بڻجي ويو.چاچا نصيرالدين فقير وڏو مجاهد، عالم دين مبلغ هو

49

هي عاجز بہ سندس جي ترغيب سان درگاھہ فقير پور شريف ۾ 1968عذاري آيو ۽ غلام بڻيم.حضرت پير مٺا سائين جن جي اسان جي ڳوٺن ۾ آمد کانپوءِ سندن فيض سمنڊ جي ڇولين جيان وڌڻ لڳو ۽ ڪيترائي ڌاڙيل، زاني، شرابي، متقي پرهيزگار بڻجي نيڪوڪار ٿي ويا، سنڌ ۾ ان وقت پردو وغيره نہ هوندو هو، سندن آمد سان مخالفن ڪي صحبت جو فيض حاصل ٿيو.

حضرت پير مٺا سائين عليہ الرحمة هڪ دفعي چاچي وٽ ڳوٺ آيل هئا. سدا رنگ واھہ جي پر ۾ کٽ تي آرام فرمايائون ۽ دلا واھہ جي پاڻي مان پرائي استعمال لاءِ رکيائون ان وقت ڪوھہ وغيره هوندا هئا، پاڪائي وغيره ڪانہ هوندي هئي.

## سانڍڻ جهڙيون ڳالهيون

*ڪامياب انسان اهو آهي جنهن جا ارادا مضبوط هجن.
*زندگي جا ڏک ماڻهوءَ کي انسانيت سيکارين ٿا.
*مسڪراهٽ اوهان جي مقبوليت ۾ اضافو ڪري ٿي.
*جيڪڏهن دنيا کي فتح ڪرڻ چاهيو ٿا تہ آواز۾نرمي پيدا ڪريو
*همت هارڻ ناڪامي طرف پهرين وک آهي.
*ايمانداري سٺي سماج لاءِ بيحد ضروري آهي.
*مسڪرائڻ لاءِ روح جا دروازا کلن ٿا.
*جلدبازي ۾ ڪم ڪرڻ سان ندامت ۽ آرام سان ڪم ڪرڻ ۾ سلامتي آهي.

چونڊ: اصغر لانگاھہ

# تعليماتِ غفاريه

## چونڊ تحرير: مولانا نثار احمد چانڊيو طاهري

### ڪاروانِ عشاق منزل بمنزل:

**حضرت** پير مٺا سائين عليه الرحمة جن کي جڏهن سندن مرشد ڪريم تبليغ جي ذميواري سونپي ته پاڻ رات ڏينهن ان ئي ڪم ۾ جنبي ويا ۽ مشغول ٿي ويا، سندن تبليغ جو طريقو به عجيب هوندو هيو، سندن معمول هيو ته جتي جهالت ۽ گمراهي گهڻي ڏسندا هئا اتي مرڪز قائم ڪندا هئا پوءِ ڇهه، ٻارنهن مهينا يا سال ٻه سال يا وري جيتري ضرورت سمجهندا هئا اتي قيام ڪندا هئا مخلص مريدن جو سات به ساڻ هوندو هيو. اتي سادگي واري طرز جي مسجد ۽ حولي حجرا مسافرخانه به تعمير ٿي ويندا هئا. سندن روحاني ڪشش تي علائقي جا ماڻهو جوق درجوق سندن جي تبليغ جي مجلس ۾ ايندا هئا. پاڻ پنهنجي فيضان نظر سان انهن جي روحاني اخلاقي تربيت ڪندا هئا.پوءِ وري ڪنهن ٻئي ڳوٺ/ علائقي ۾ الله ۽ ان جي رسول ﷺ جو آفاقي پيغام پهچائيندا هئا. انهن مرڪز تي رهڻ دوران مختلف علائقن ڏانهن تبليغ لاءِ به ويندا هئا.

### تعليمات غفاريه:

حضور پير مٺا سائين عليه الرحمة شريعت، طريقت، حقيقت ۽ معرفت جا مرڪز هيا، سندن خانقاهي نظام هن طرح هيا:1: نماز باجماعت ادا ڪئي ويندي.

2: تهجد جي پابندي ڪئي ويندي.

50

3: ريڊيو يا ڳائڻ وڄائڻ نہ ھوندو.
4: غير رسمي ريتن رواجن کي ترڪ ڪيو ويندو.
5: ورثو شريعت مطابق ڪيو ويندو.
6: معاملات ۾ پوليس يا ڪورٽن ۾ نہ وڃبو.
7: ڪاروبار شريعت طريقي مطابق ڪيا ويندا.
8: شرعي مسائل سکڻا پوندا.
9: رمضان المبارڪ ۾ تربيتي ڪورس جي سکيا وٺبي.
10: لنگر عام جاري ھيو.

## ارشادات غفاري:

سندن جي گفتار مان ڪيترائي بي بها موتي الفاظ نکرندا ھئا جن مان ڪجھ ھتي پيش ڪجن ٿا:

1: دوستي ۽ دشمني الله خاطر رکو.
2: ڀلو آھي تہ فقير گڏجي اھڙو ڳوٺ ٻڌن جنھن ۾ شريعت جي پابندي ھجي.3: زباني اقرارآسان آھي پران تي عمل ڪرڻ ڏکيو آھي.4: پنھنجي والدين جي پوري پرگھور لھو ۽ پنھنجي حال ۽ حيثيت آھر انھن کي سني خوراڪ کارايو ۽ سني پوشاڪ اوڍايو.5: شاديون غميون شريعت مطابق ڪريو.6: اُٿندي ويھندي گھمندي ڦرندي وضو ھجي يا نہ ھجي مگر خيال ھجي تہ دل ذڪر ڪري ٿي الله الله.
7: صفات رذيلہ ۽ عادات قبيحہ مٽجي وڃن ۽ اوصاف حميده جاري ٿين تہ اھا ذڪر جاري ٿيڻ جي نشاني آھي.
8: مخالفت فقيري جو ڏاج آھي.9: ڪوبہ اسان جي پيرين نہ پوي.10: مولوي برھہَ جو باب پڙھن ھا تہ اعتراض واري زبان بند ٿي وڃي ھا!
11: طمع وارو رھبر نہ پر بي ھمت مرد نہ پر زال آھي.
12: جيڪو مرشد جي دربار جي خدمت نہ ڪندو اھو فيض کان محروم رھجي ويندو.

# حضرت پير مٺا عليه الرحمة جي زندگي تي هڪ نظر

مولانا محمد امين اوٺو طاهري

**حضرت** پير مٺا سائين عليه الرحمة جن جي طبعيت ۽ مزاج ننڍپڻ کان ئي منفرد ۽ نرالي هئي، پاڻ اڪثر ڪري ٻين ٻارن کان الڳ تي رهندا هئا. پاڻ تبليغ دوران مختلف جاين تي روحاني مرڪز قائم فرمايائون، ان سلسلي تي پاڻ مرڪز قائم ڪرڻ کان اڳ استخاره ڪرائي ۽ خليفي حضرت حافظ محمد صالح حال واري کي فرمايائون تہ حضور ﷺ جن جي بارگاه مان معلوم ڪريو.پوءِ خليفي صاحب مراقبو ڪيو ۽ نبي ڪريم ﷺ جن جي زيارت سان مشرف ٿيو حضور ﷺ جن جي بارگاه ۾ دربار جي زمين بابت عرض ڪيائين پاڻ ڪريمن فرمايو جيڪا زمين اوهان پسند ڪئي آهي اها اسان کي بہ پسند آهي. ان جو نالو رحمت پور رکيائون، جنهن جو اصل نالو رامپور هو ۽ پوءِ پاڻ ان جو نالو رحمتپور رکيائون. سندن جي اها نوراني رحمت پور درگاه ۽ سندن جي مزار پُرانوار اڄ بہ عاشقن، عقيدتمندن جي محبت جو مرڪز ۽ الله جي ٻانهن جي رهبري ۽ رهنمائي لاءِ ڪامل درسگاه آهي.حضرت سهڻا سائين عليه الرحمة جن جو پنهنجي پير سان محبت جو اندازو، ان ڳالھ مان

51

لڳائي سگهجي ٿو جو هڪ دفعي حضرت پير مٺا سائين عليه الرحمة خانواهڻ ۾ تبليغ لاءِ آيل هئا اتي حضرت سهڻا سائين عليه الرحمة جن جي والده سائنڻ حضرت پير مٺا سائين عليه الرحمة جن کي عرض ڪيو ته منهنجي پٽ لاءِ دعا گهرو ته سندن شادي ٿئي، الله سائين کين نيڪ صالح اولاد عطا فرمائي.

اهو ٻڌي حضرت سهڻا سائين عليه الرحمة بلند آواز سان الله جي ضرب لڳائي ۽ عرض ڪيائون امان زال ۽ اولاد لاءِ نه پر شريعت تي استقامت ۽ پير سان محبت لاءِ دعا گهرايو، سندن اهي لفظ ٻڌي حضرت پير مٺا سائين عليه الرحمة جن تمام گهڻي مسرت جو اظهار فرمايو.حضرت پير مٺا سائين عليه الرحمة جن جي محفل ۾ حضرت سهڻا سائين عليه الرحمة جن پوئتي ٿي ويهندا هئا نهايت خاموشي ۽ ادب احترام سان متوجه ٿي ويهندا هئا. ادبًا درگاهه تي تقرير نه ڪندا هئا البته چند دفعه پنهنجي مرشد ڪريم جي حڪم سان مختصر بيان ڪيائون پر ان ۾ به اڪثر پير مٺا عليه الرحمة جن جون منقبتون وجداني ڪيفيت ۾ پڙهندا هئا.

هڪ دفعي ڪوئيٽا ۾ حضرت پير مٺا سائين عليه الرحمة جن پنهنجي نعلين شريف (جيڪا کين ننڍي ۽ سوڙهي هئي) ٻاهر موڪلي ۽ اهو فرمايائون ته جنهن به خليفي کي پوري اچي ته اهو پائي پوءِ ٻين خليفن نعلين پائي ڏٺي پر حضرت سهڻا سائين عليه الرحمة جن فرمايو جنهن نعلين مبارڪ ۾ منهنجي مرشد ڪريم هڪ دفعو به پنهنجو قدم مبارڪ وڌو هجي، مون کي ڪهڙي طاقت

آهي جو ان قدم جي مٿان پنهنجو قدم رکان..؟!

پير جي نظر ۾ سڀ مريد برابر هوندا آهن پر ڪجهه اهڙا مريد به هوندا آهن جن جي انمول صلاحيتن، بي انداز محبت ۽ ادب جي ڪري مرشد جي به انهن مريدن تي خاص توجه، پيار، شفقت ۽ مهرباني هوندي آهي ، اهڙي طرح حضرت سهڻا سائين عليه الرحمة جن جهڙي باادب، وفادار ۽ مخلص محبت ڪندڙ مريد تي حضرت پير مٺا عليه الرحمة کي به ناز هوندو هيو. پاڻ سهڻا سائين عليه الرحمة جن سان تمام گهڻو پيار ۽ عنايتون فرمايون.

درگاهه رحمت پور شريف ۾ حضرت سهڻا سائين عليه الرحمة جي گهر ۾جڏهن هن دور جي غوث حضرت خواجه محبوب سڄڻ سائين مدظله العالي جن جي ولادت باسعادت ٿي ته ڪين پير مٺا سائين عليه الرحمة جن جي خدمت ۾ پيش ڪيو ويو، پاڻ پنهنجن هٿن مبارڪن سان سڄڻ سائين جن کي ڪٽي اذان ۽ تڪبير چئي ۽ سندن پاڪ نالو محمد طاهر رکيو ۽ فرمايائون:

**اي جوان ساڏي سلسلي دا شير بڻسين،**

**ساري دنيا کون فيض ڏيسين.**

سندن جي اها پيشنگوئي اڄ هر غفاري، بخشي طاهري جماعت جي سامهون عيان آهي.

شال الله تعالىٰ هر فقير کي مرشد ڪريمن جو ادب، محبت ۽ فيض عطا فرمائي. آمين

*******

52

# تنزل الرحمة عند ذکر الصالحين

علامه مولانا محمد نواز بروهي طاهري بخشي

حضرت پير مٺا سائين عليه الرحمة جڏهن سنڌ ۾ تشريف فرما ٿيا ته ان وقت منهنجي عمر ننڍڙي هئي، سندن ديدار ۽ شرفِ صحبت جون ڪجهه گهڙيون نصيب ٿيون هيون. اهل ذڪر فقيرن جا عشق ۽ محبت پريا غزل:

**پير مٺا سائين، پير مٺا، سچيءَ دل سان جن ڏنا، قلب ٿيا تن جا چٽا، پير مٺا سائين پير مٺا،**

اهلِ ذڪر فقيرن کي ٻوڙندي ليٽندي ڏسي روحانيت لذت ۽ قلبي تسڪين محسوس ٿيندي هئي. اهي يادگار ۽ قيمتي گهڙيون اهي لمحا ۽ سندن نوراني چهرو مبارڪ اڄ به اکڙين سامهون گهمي رهيو آهي.

سندن جي فيض ۽ باطني نگاهه جو هڪ عجيب واقعو مون کي حضرت مولانا غلام محمد گرماڻي عليه الرحمة جيڪي دادو ضلعي جا وڏا عالم باعمل ۽ بهترين مقرر هيا) مون کي چڱي ريت ياد آهي ته جڏهن مان درگاهه فقير پور شريف جي مدرسي ۾ پڙهندو هئس ته هڪ دفعي يارهين شريف جي موقعي تي مرحوم مولوي غلام محمد آيو ۽ حضور قبله سهڻا سائين نورالله مرقدهم سان ملاقات ڪيائون، سائين جن انتظاميه کي فرمايو ته رات جو تقرير لاءِ مولوي صاحب کي وارو ڏنو وڃي، مولوي صاحب(مرحوم) رات جو بهترين انداز ۾ ”الله وارن جي

صحبت ۽ خوفِ خدا“ جي موضوع تي تقرير ڪئي، جنهن دوران انهن هڪ شعر پڙهيو جيڪو ان وقت کان مون کي ياد آهي:

*تو مشو مغرور بر حلم خدا، دير گيرد سخت گيرد مر ترا*

تون الله تعالىٰ جي صبر ۽ بردباريءَ تي مغرور نہ ٿيءُ الله تعالىٰ جي پڪڙ ۾ دير ٿيندي آ مگر اها سخت ٿيندي آهي. مولوي صاحب ٻڌايو تہ مان جڏهن مدرسي مان فارغ التحصيل ٿيس تہ مون کي شادي جو شوق پيدا ٿيو، تنهن زماني ۾ حضرت پير مٺا سائين عليه الرحمة جن جي فيض جي وڏي ڳالهہ هلي رهي هئي، مون دل ۾ ارادو ڪيو تہ لاڙڪاڻي وڃي بزرگ جي زيارت بہ ڪريان ۽ شاديءَ لاءِ دعا بہ گهرايان، ان ارادي سان مان وڃي درگاهہ تي پهتس، جماعت تمام گهڻي تعداد ۾ موجود هئي، نماز کانپوءِ پروگرام شروع ٿيو، بزرگن تقرير شروع ڪئي مان آهستي آهستي وڃي پرسان وينس، دل ۾ خيال ڪيم تہ حضرت صاحب جن سان فارسي زبان ۾ گفتگو ڪندس، بس تقرير ڪندي ڪندي اوچتو بزرگن فارسي زبان ۾ تقرير شروع ڪئي تہ ماڻهو هتي دنياوي مقصد لاءِ دعا گهرائڻ اچن ٿا، ذڪر گهڻو ڪمايو شريعت تي عمل ڪريو دنياوي مقصد بہ حل ٿي ويندا ۽ شادي خودبخود ٿي ويندي. بس ان کانپوءِ مون تي گريہ جي حالت طاري ٿي وئي ۽ مان اتان اٿي مسجد جي اندر روئڻ لڳس تہ بيشڪ بزرگ ڪامل ولي آهي.

هڪ دفعي جو واقعو آهي تہ والد صاحب کي درگاهہ شريف تي 11هين شريف لاءِ رات جو ڳوٺ کان جيڪو دادو کان 10 ڪلوميٽرن جي فاصلي تي واقع آهي،

53

سائيڪل تي وني وجي رهيو هيس، چو جو صبح جو 7 بجي ٽرين دادو مان لاڙڪاڻي لاءِ رواني ٿيندي هئي، جنهن ڪري رات جو دير سان نڪرڻو پوندو هو، رستي ۾ شاخ جي پل ڪراس ڪرڻ لاءِ سائيڪل تان لٿا ته اوچتو پل تي وينل نانگ برادر مرحوم کي ڏنگي وڌو، ڪيس ڪٺ تي ڪٽي گهر پهچايوسي پر سندس دم پرواز ڪري ويو، ان کان اڳ شام جو وقت هو، اسان سمورا گهر ۾ ياتي غمگين هئاسين اوچتو ان مدهوش پاڻ ڳالهايو ته اوهان پري ٿي وڃو، منهنجا مرشد اچي رهيا آهن انهن جي قدم بوسي ۽ زيارت به ڪريان، ائين چئي الله، الله جو آواز شروع ڪيائين ۽ سندس روح پرواز ڪري ويو.ٻي يارهين شريف جي موقعي تي حاجي نوازل بروهي، سندس ڀاءُ جي وڇوڙي جو غزل ناهي دربار شريف تي پهتو، نماز جو وقت هو، لائوڊاسپيڪر تي اعلان ٿيو ته نوازل فقير حاضر ٿئي فقير تڪڙ ۾ وضو ڪري پهتو ته عبدالحڪيم سڪر واري ٻڌايو ته حضور قبلہ پير مٺا سائين عليه الرحمة جن ڏيڍي معلىٰ تي تشريف فرما آهن حڪم فرمايو اٿن ته نوازل فقير ڪون آڪو ڀرا دي جدائي وچ جو غزل ٺاهياهس اهو پڙهي، حالانڪہ ان غزل جي نوازل فقير ڪنهن سان به ڳالهہ نہ ڪئي هئي، ان غزل، ڪافي جا ڪجهہ مصرا هي آهن:

**مون کي مارن جي اُڪير، جيئري جدا مان ڪيئن گذاريان**
**ويا پرديسي پرديس لڏيون، ڏيئي جدائي جا جهير،**
**مون تي ڀانيو مون وٽ هوندا، ڪيا جدا تقدير**
**ڪاڻ نہ قادر توکي ڪنهن جي، ڪر توبهہ نواز فقير**
**جيئري جدا مان ڪيئن گذاريان.**

# دلبر آيس در تنهنجي تي، نهار مون ڏي نيڻ کڻي
# سڄڻ آيس سِڪ تنهنجي ۾، نهار مون ڏي نيڻ کڻي

چونڊ تحرير:

## وفا نذير احمد شر طاهري

## حضرت پير مٺا سائين قدس سره جن جي انڪساري

**حضرت** پير مٺا سائين قدس سره فرمائيندا هيا ته هن عاجز، فقيرن کي پيرين پوڻ کان منع ڪئي آهي پوءِ به فقير محبت کان مجبور ٿي هن عاجز جي پيرن تي هٿ رکندا آهن، فرمايائون ته فقيرو! اوهان جا هٿ هن عاجز جي پيرن مٿان هوندا آهن پر هن عاجز جي دل وري اوهان فقيرن جي پيرن هيٺيان هوندي آهي. فرمايائون ته جيڪي اهلِ ذڪر فقير رب جي رضا ۽ خوشنودي خاطر پنهنجو گهر وطن ڇڏي هِت پهچندا آهن، دل گهرندي آهي ته هي عاجز سندن جتيون سڌيون ڪري رکي پر افسوس! فقير هن عاجز کي ائين ڪرڻ نٿا ڏين.

## راڻي پور جو سفر

راڻي پور جي ويجهو علي بحر واهه جي پرسان پٽي ماڇي سولنگي جو ڳوٺ آهي، جنهن ڳوٺ جا ننڍا وڏا،

مرد توڙي عورتون سڀ حاجي آهن ۽ حضرت پير مٺا سائين عليه الرحمة جا غلام آهن، محبوب، تبليغ جي ارادي سان ان ڳوٺ ۾ ايندا رهيا، آسپاس جو عوام بہ سندن صحبت بابرڪت ۾ رهي، فيضياب ٿيندو هيو.

حاجي محمد مشتاق سولنگيءَ جو والد حاجي محمد بخشل فوت ٿي ويو، حاجي صاحب، حضرت صاحب جن کي دعوت لاءِ عرض ڪيو. پاڻ فرمايائون تہ پهريائين اوهان شريعت مقدس مطابق پنهنجي ڀائرن ۽ ڀينرن کي ملڪيت جو حصو ڏيو، بعد ۾ اسان دعوت تي ايندا سون، حاجي صاحب، مفتي مولانا ڪريم بخش صاحب ڪراچي واري کي گهرائي شريعت مطابق روڪ رقم ۽ زمين جا ڪاغذن وارثن ۾ تقسيم ڪيا. حضرت صاحب جن کي ٻڌايو ويو تہ ڀينرون، ڀائرن ڪان حصو نٿيون وٺن، پاڻ فرمايائون تہ روڪ رقم سندن هٿن ۾ ڏيو، اگر اها رقم موٽائي ڏين تہ ڀائرن کي جائز آهي.

ان دور ۾ زمين ڪان علاوه عورتن کي ڏهہ ڏهہ هزار رپيہ حصو مليو،1957ع سستائي واري دور ۾ عورتن کي جڏهن گهڻي ساري رقم هٿ ۾ ملي تہ انهن اهي پئسا ڀائرن کي واپس نہ ڪيا، ڀينرن ٻڌايو تہ اسان کي خبر هئي تہ ڀائر حصو ڪو نہ ڏيندا، هرويرو ڀائرن کي حصي لاءِ چئي چو شرمسار ٿيون، ساڳئي وقت ماڻهو بہ اسان کي برو ڀلو چون ها تہ هي کهڙيون ڀينرون آهن جن ڀائرن کي بہ حصو بخش نہ ڪيو. هاڻي جڏهن مرشدن طرفان اسان ڪمزور عورتن تي مهرباني ٿي آهي ۽ هيتري ساري روڪ رقم هٿ ۾ ملي آهي تہ پوءِ واپس ڇو ڪيون؟

## نالن جي ادب متعلق:

حضرت پير مٺا سائين قدس سره ادب کي ملحوظ رکندي ڪيترن فقيرن جا نالا تبديل ڪري ڇڏيا، موري واري فقير جو نالو سانوڻ هيو، پاڻ سندس نالو فيض الله رکيائون، جنهن فقير جو نالو علي محمد هيو، ان جو نالو محمد علي رکيائون، جنهن جو نالو علي احمد هيو، ان جو نالو احمد علي رکيائون ته جيئن حضور اڪرم ﷺ جن جو نالو شروع ۾ اچي ۽ اصحابيءَ جو نالو بعد ۾ اچي.

## مخالفت ۽ ملامت جا عجيب منظر

حضرت خواجہ پير مٺا عليه الرحمة جن فرمائيندا هيا ته فقيرو!مخالفت ۽ ملامت کان مايوس نہ ٿيو. مخالفت عشق جي ڪٺ ۽ زنگ لاهي، عشق کي اجو ۽ اجرو ڪندي آهي. ملامت عشق جي بازار ۾ سينگار واسطي ڪنگيءَ جو ڪم ڏيندي آهي جنهن محبت ۾ مخالفت نہ آهي، اها محبت بہ اڻپوري آهي ۽ جنهن مخالفت ۾ وري محبت نہ آهي، اها مخالفت بہ اڌوري آهي.

## ڪنگي ۽ محبوبن جا زلف

پاڻ فرمائيندا هيا ته فقيرو! ڪنگيءَ مان سبق حاصل ڪريو، ڪنگيءَ جا گهاءَ ۽ زخم ڏسو! ايترين تڪليفن برداشت ڪرڻ ڪانپوءِ ئي اها ڪنگي محبوبن جي زلفن جي لائق بنجندي آهي. اگر اوهان بہ گهرو ٿا ته ڪاملن جي قربت ۽ مقربن جي معيت حاصل ٿئي ته صادقن جي صحبت ۽ محبت ۾ رهو. دنيا جي صعوبتن ۽ تڪليفن کان خوفزده نہ ٿيو.

(**ماخذ: بيدار جي ڪهاڻي بيدار جي زباني ص: 126**)

55

# ملفوظات پير مٺا سائين عليه الرحمة

چونڊ تحرير : عاجز رحمت الله لاشاري طاهري

## حضرت پير مٺا سائين قدس سره جن جي تقويٰ

**حضرت** پير مٺا سائين قدس سره هڪ ڀيري فرمايو ته درگاهه رحمت پور ۾ ڪتاب ڏسندي، هڪ پراڻي ڪتاب اندر ڪافي سال اڳ جو هڪ پراڻو ڪاغذ هٿ آيو، جنهن ۾ هڪ هندو دڪاندار جا ڏهه آنا اسان ڏانهن قرض لکيل هيو، پاڻ فرمايائون ته اسان ننڍڙي هوندي جنهن مدرسي ۾ پڙهندا هئاسون، ان جي ڀرسان هڪ هندو جو دڪان هيو. اسان مدرسي جا طالب ان دڪان تان ڪنڌو ڪٽندا هئاسون، غلطي وچان سندس رقم ڏهه آنا اسان ڏانهن رهجي ويئي.

حضرت صاحب جن پنهنجي داماد مولانا غلام فريد جيڪي صاحبزاده ديده دل صاحب جن جا والد هيا انهن کي گهرائي ڪين موجوده دور جا تقريبًا 40 روپيه ڏيئي فرمايائون ته اوهان پنجاب وڃي، پڇا ڪري ان هندوءَ جي اولاد کي رقم پهچائي ايندا. مولوي صاحب ٽرين ذريعي سفر ڪري پنجاب جي ان شهر ۾ پهچي، پڇا ڪئي، ماڻهن ٻڌايو ته ان هندو جو پوٽو زنده آهي ۽ ان هاڻي نئون سنو دڪان کوليو آهي. مولانا صاحب ڪين حضرت صاحب جن جي ڏنل رقم ڏني ۽ ڪيس پراڻو پرچو به ڏيکاريو.

## محبوبن جا هٿڙا مينديءَ رتڙا:

فقيرو! مينديءَ کي ڏسو! مينديءَ جي پنن کي تکي ۽ تيز اُس ۾ سکائي، پٿر جي روحيءَ اندر سنهو باريڪ ڪري پينو ويندو آهي. آخر ۾ ان کي ڪجھ وقت لاءِ پُسائي رکبو آهي تہ جيئن ميندي رنگ ڪري، ايترين تڪليفن برداشت ڪرڻ ڪانپوءِ ئي اها ميندي محبوبن جي هٿن ۽ پيرن جي لائق بنجندي آهي.

## زبان ٻٽيهہ دشمنن جي وچ ۾

فقيرو! زبان نهايت نازڪ نرم عضوو آهي ان جي مقابلي ۾ ڏند ڏاڍا سخت ۽ مضبوط آهن هڪ ئي ڏند مٿجي پوي تہ زبان کي سوراخ ڪري وجهي، پوءِ بہ الله تعالىٰ ڪيئن نہ زبان کي ٻٽيهہ دشمنن جي وچ ۾ محفوظ ۽ سلامت رکيو آهي. کائڻ پيئڻ ۽ گفتگو دوران ڪيئن نہ زبان اچي وڃي پئي. مجال آ جو ڪيس ڏند ڪو ايذاء ڏئي سگهي. پاڻ فرمايائون اسان بہ زبان وانگر دشمن جي گهيري ۾ آهيون الله تعالىٰ اسان کي بہ زبان وانگر دشمن کان محفوظ ۽ سلامت رکيو آهي. حال حياتي ۾ تہ مخالفن جا ڪيس محبوبن جي مٿان هيا مگر وصال ڪانپوءِ بہ مخالفن ۽ دشمنن جا وات بند ٿي نہ سگهيا. (صفحہ: 126)

## محبت ۽ غيرت جو مقام

حضرت پير مٺا سائين قدس سره جن هڪ عجيب و غريب واقعو هن طرح بيان فرمايو تہ هڪ مست

مجذوب فقير هيو، جيڪو ڪنڌ جي ڳوٺري پنيءَ تي رکي بازار گهمندو ڦرندو هيو. جيڪو به الله جو نالو وٺندو هيو ان کي ڪنڌ ڪارائيندو هيو. ڪنڌ جي لالچ تي شهر جا ماڻهو خصوصًا ننڍا ٻار فقير کي ڏسي زور زور سان الله الله ڪندا هيا ۽ فقير وري انهن کي ڪنڌ ڪارائيندو هيو. هڪ وقت اهڙو آيو جو فقير ڪنڌ جي بجاءِ هڪ ٿلهو ڏنڊو ڪلهي تي رکي بازار جا چڪر لڳائيندو هيو ته شهر جا ماڻهو ۽ ٻار ڪنڌ جا هيراڪ، فقير کي ڏسي زور زور سان الله الله ڪرڻ لڳا، فقير وري ڪنڌ ڪارائڻ جي عيوض انهن تي ڏنڊا وسائيندو رهيو، آخر ڪار ماڻهن ۽ ٻارن الله الله چوڻ ڇڏي ڏنو.

حضرت پير مٺا سائين عليه الرحمة جن فرمايو ته ابتدا ۾ فقير جي مٿان محبت جو غلبو هيو. محبت جي تقاضا آهي ته محبوب جو نالو زبان تي هجي. ان ڪري جيڪو به ماڻهو محبوب جو نالو وٺندو هيو ته کيس ڪنڌ ڪارائيندو هيو، بعد ۾ فقير جي مٿان غيرت جو غلبو ٿيو، غيرت جي تقاضا هيءَ آهي ته محبوب جو نالو مون کانسواءِ ٻيو ڪو به نه وٺي. ان ڪري جيڪو به سندس محبوب الله جو نالو وٺندو هيو ته فقير ان کي ڏنڊا هڻندو هيو. شاهه صاحب فرمايو آهي :

**اکين ۾ تي ويهه، ته آءٌ واري ڏکيان**

**توکي ڏسي نه ڏيهه، آءٌ نه پسان ڪو ٻيو.**

**(ماخذ: بيدار جي ڪهاڻي بيدار جي زباني تان ورتل)**

سارو ڻيون

1991-1938

# مولانا حضور بخش عرف نثار سوهو غفاري بخشي طاهري

محمد اقبال سوهو طاهري

8 آگسٽ 1938ع ۾ ڳوٺ مولڙو شريف لڳ ديهه سوهو ضلع خيرپور ۾ الحاج طالب علي فضلي غفاري جي گهر ۾ جنم ورتائون حضور بخش شروعاتي ابتدائي تعليم پنهنجي اباڻي ڳوٺ مان حاصل ڪئي، جنهن کانپوءِ فيض هاءِ اسڪول ڪوٽڏيجي مان 1952ع ڌاري ميٽرڪ جو امتحان پاس ڪيو، حضور بخش شروع کان وٺي پنهنجي والد سان گڏ ٻني ٻاري ۾ سندس هٿ ونڊائيندو هو، پڙهائي کان فارغ وقت ۾ هو پنهنجي والد سان گڏ حڪمت جو ڪم به سکندو هو، سندس والد پير فضل علي قريشي جو عقيدتمند هو، حضور بخش جيئن ته پنهنجي والد سان گڏ هر وقت گڏ رهندو هو، سندس والد پنهنجي مرشد پير فضل علي قريشي عليه الرحمة جن جي بيعت ٿيو، سندن وصال کان پوءِ حضرت خواجه محمد عبدالغفار فضلي المعروف پير مٺا سائين عليه الرحمة جن جي صحبت ۾ ويندو رهندو هو، سندن بيعت ڪئي،

منهنجو بابا سائين (حضور بخش) پنهنجي مرشد جي شان ۾ اڪثر ڪري منقبتون ناهيندو ۽ ڳائيندو هو، اڪثر ڪري درگاهه فقيرپور شريف تي ويندو هو، لنگر جو ڪم ڪار ڪندي به هو پنهنجي منهن سان گن گنائيندو به هو، اهو ئي سبب آهي جو سندس شاعري اڄ توڙي جو ترتيب ۾ موجود ناهي، پر تنهن جي باوجود ڪجهه پراڻن فقيرن وٽ اها شاعري ملندي رهي ٿي، جنهن کي گڏ ڪيو وڃي ٿو،

حڪمت تي مشتمل سندس هٿ اکرن جو لکيل ڪتاب اڃ بہ موجود آهي.ان وقت خيرپور شهر ۾ صرف منهنجو ڏاڏو الحاج طالب علي غفاري ئي پير مٺا سائين جو عقيدتمند مريد هو، بابا ۽ مولانا جان محمد سولنگي، مولانا سردار محمد آرائين جي ڪوششن سان چاچو اسماعيل، خان محمد ٻرڙو، محمد رمضان سوهو، محمد جادل شيخ، مشتاق سوهو ۽ ٻيا فقير ٿيا، جن حضرت سهڻا سائين عليه الرحمة جن جي بيعت ڪئي ۽ سندن صحبت ۾ اچ وڃ رکي.

حضور بخش (بابا سائين) درگاهہ فقيرپورشريف توڙي درگاهہ الله آباد شريف ۾ گهڻو ايندو ويندو هو، اتي ڏينهن رات لنگر جو ڪم ڪار، سبزي وغيره لٽڻ، مسجد جي صفائي وغيره مطلب تہ سمورو درگاهہ شريف جو ڪم ڪار اڪيلي سر سمورو ڏينهن ڪندو رهندو هو، اسان جي ڳوٺ ۾ ٿيندڙ اڪثر موتي فوتي ۾ بابا سائين ئي ميت کي غسل، ڪفن يا شادي غمي ۾ اڳيرو هوندو هو، ڳوٺ جا سمورا ماڻهو مسئلن وغيره جي معلومات لاءِ بہ بابا ڏانهن رخ ڪندا هئا، سندس تقويٰ ۽ پرهيزگاري جو اندازو ان ڳالهہ مان بہ لڳائي سگهجي ٿو جو هو اوڙي پاڙي ڏانهن ايندڙ ويندڙ اڌارو اٽو وغيره بہ تارازي تي توري ڏيندو ۽ وٺندو هو، هو شهر جون بازاري شيون واپرائڻ کان پرهيز ڪندو هو، امان سائڻ ٻڌائيندي آهي تہ حضور بخش پنهنجي حال حياتي دوران درگاهہ شريف تي ڪم ڪندي ڪجهہ ڏينهن رهندو هو ۽ اجازت ملڻ ڪانسواءِ واپس نہ ورندو هو، ادب خاطر هو درگاهہ شريف تي رهندي چپل وغيره بہ نہ پائيندو هو، درگاهہ الله آباد شريف جي مؤذن مرحوم گل محمد عمراڻي سان گڏ تبليغ لاءِ پرپاسي جي علائقن ۾ نڪري ويندو هو، درگاهہ تي موجود هوندي ساڻس لنگر جي ڪم ڪار ۾ پيو هٿ ونڊائيندو هو. جڏهن تہ خيرپور جي علائقن ۾ مرحوم خليفہ

57

جان محمد سولنگي، مولانا سردار محمد آرائين ۽ مولانا خان محمد ٻرڙي سان گڏجي مختلف علائقن ۾ تبليغ جو ڪم ڪندو رهندو هو، ڪيترين ئي جاين تي نون فقيرن کي درگاهه شريف تي وٺي ايندو هو.

هڪ ڀيري درگاهه الله آباد شريف ۾ لنگر جو ڪم ڪار ڪندي حضرت سهڻا سائين عليہ الرحمة جن بابا سائين کي فرمايو تہ اوهان کي خلافت ڏني وڃي ٿي، تہ بابا حضرت سهڻا سائين عليہ الرحمة جن کي مولانا خان محمد ٻرڙو جي لاءِعرض ڪيو تہ کيس خلافت ڏني وڃي، هي عاجز مٿان پورو لهي نہ سگهي، (ان ڳالهہ جي گواهي اڄ بہ ٻرڙو صاحب ڏئي سگهي ٿو)

2 مارچ 1977ع کيس شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور ۾ ملازمت ملي، جيڪا ايمانداري سان سرانجام ڏنائين، 20.4.1991ع ڌاري ڌاڙيلن گهر تي حملو ڪري ڏنو، جنهن جي نتيجي ۾ بابا سائين (حضوربخش) ۽ منهنجو ياءُ هيڊڪانسٽيبل محمد اعجاز سوهو شهيد ٿي ويا، بابا سائين کي ڪهاڙين ۽ گولين سان حملو ڪري مرٽينگ ڪيو ويو ان وقت سول اسپتال خيرپور کڻائي آياسين تہ اسپتال ۾ آپريشن دوران بہ بابا سائين الله الله جو تنوارون ڪندو رهيو، پوسٽ مارٽم ڪندڙ ڊاڪٽر نياز ابڙو موجب تہ جڏهن سندس علاج انتهائي نگهداشت واري حالت ۾ هلي رهيو هو،تنهن جي باوجود حضور بخش جي زبان تان الله الله جو ورد جاري هيو. کيس 5 پٽن ۽ 3 نياڻين جو اولاد آهي.

**جڏهن بابا سائين مذڪوره بالا منقبت پڙهندو هو تہ روئي پوندو هو، سندن روئڻ ۾ محبتِ عشق پنهنجي مرشد سان ايترو هو جو حضور قبلہ عالم محبوب سڄڻ سائين مدظلہ العالي 2012ع ۾ بابا جي مزار تي آيا ۽ هن منقبت جو ذڪر فرمايو تہ هي روحاني تعلق آهي جو اسان سندس مزار تي حاضر ٿيا آهيون.**

## (منقبت شريف)

**ڏکي دل کُون ڏيوِين دَم دلاسا، مَيڏا مرشد پڙهين تون جنازا**

1: **سهڻا سائين غسل کير ڏيسي، مَيکون منڙا کفن کير ڏيسي**
**کر ويسي اِتئون هر کوئي پاسا، مَيڏا مرشد پڙهين تون جنازا**

2: **سهڻا سائين عمل کونهي کِيتا، مين تہ اپڻا کفن کونهي سِيتا**
**نہ مين تولا کَتِيا، نہ مين مَاسَا، مَيڏا مرشد پڙهين تون جنازا**

3: **ڏيکان سهڻا سائين سهڻي صورت، مٺا امداد دِي هَي ضرورت**
**ملي مُونجهي اِينهن دل کُون دلاسا، مَيڏا مرشد پڙهين تون جنازا**

4: **شال موت ٿيوَي سجڻ دَر تي، ميڏا لوڙهہ لَتِيجي پڏر تي**
**وَڏي ياڳان يَريا تِي سَي لَاشا، مَيڏا مرشد پڙهين تون جنازا**

5: **آوِين ميڏِي قبر تي خدارا، سهڻا سجڻ سائين تيڏا هَي سهارا**
**حشر تائين نہ رهسان ۾ پياسا، مَيڏا مرشد پڙهين تون جنازا**

6: **تيڏي رحمت دَي وِچ مين پِي يار آن، "سوهو" تَيڏَي اِي دَر دا "نثار" آن**
**ڏيوِين يَر يَر تون سڳدر کُون کَاسَا، مَيڏا مرشد پڙهين تون جنازا**

## ڏک

هڪ دوست پڇيو تہ ڏک کيترا قيمتي هوندا آهن؟
کيس مرکي جواب ڏنم تہ مون کي کهڙي خبر ڏکن جي قيمت جي! مون کي سڀ مفت ۾ ڏنا ويندا آهن.

*راحيل ميمڻ/دادو*

3

# منقبت شريف

## مولانا احمدحسن لاشاري طاهري بخشي غفاري عليہ الرحمة

تلھ: منهنجا پير پت رکڻ مان بيڪار آهيان
لڪين عيب مون ۾ واندي وار ناهيان

1: سرتيون سهيليون ويون مون کي ميل ماري
ڦکو پيچ پائي ويون پنهنجو پاڻ تاري
انهن مان هڪڙي ڪسي نار آهيان

2: تنهنجي سام پئي هان ڪٺي قلب ڪارو
پرين پار ڪر تون منهنجو سات سارو
تنهنجي در تي بيٺي شرمسار داهيان

3: لڪ منهنجو بي ادبيون ڏکين جوان تون ٿو
ڪري قرب ڪامل موٽي معافي ڏين ٿو
ساري ڄ ۾ توکي ٿي غمخوار ياڻيان

4: عمل نيڪ منهنجو نہ ايندئي ڏسڻ ۾
گناهن سان پرجي ويو دفتر لکڻ ۾
کھڙو حال کولي مان اطوار ٻڌايان

5: ٻڌان ٿي ٻين جون پل پل پڪارون
حق پير سڄڻ جون تن ۾ تنوارون
هجي حيف مون کي مان ڪيئن ٿي پار ڪاهيان

6: سفر شام ٿيندو آهن ترت تياريون
ثمر جام ناهي وينيون پاڙي واريون
مدد "احمدحسن" سان ڪر تہ پار ڪاهيان

تندرستي هزار نعمت آهي

# بلڊپريشر ۽ ان جو علاج

ڊاڪٽر وجهه الدين ميمڻ

**بلڊ پريشر** جو هڪ مڪمل مريض ثابت ڪرڻ نه ايڏو ڏکيو آهي ۽ نه وري ايڏو سولو، ڇاڪاڻ ته بلڊپريشر جي گهٽ وڌ ٿيڻ جو سڌو سنئون تعلق انساني ڪيفيت سان آهي. مثال طور: اگر ڪو شخص بيئل حالت ۾ بلڊپريشر چيڪ ڪرائيندو ته ان جي رزلٽ هڪڙي هوندي پر اگر اُن ئي مهل ويهي چيڪ ڪرائيندو ته رزلٽ ۾ فرق نظر ايندو پر جيڪڏهن وري ليٽي بلڊپريشر چيڪ ڪرائيندو ته بلڊپريشر جي رزلٽ Change هوندي.

بلڊپريشر جو واسطو ذهني ڪيفيت سان به رهي ٿو، بلڊپريشر عمر جي حساب سان به الڳ الڳ رهي ٿو، جيئن جيئن عمر وڌندي ويندي تيئن تيئن بلڊپريشر ۾ اضافو ٿيندو ويندو آهي.

عام طور تي بلڊپريشر اگر 100 m.m Hg کان 140 m.m Hg تائين هوندو ته اُن کي نارمل تصور ڪيو ويندو آهي ۽ اگر هيٺيون بلڊپريشر 60 کان 90 تائين هوندو ته انکي نارمل سمجهيو ويندو آهي.اگر عمر 60 سالن کان مٿي آهي ۽ ان جو هيٺيون بلڊپريشر 100 کان مٿي آهي ته بلڊ پريشر وڌيل قرار ڏنو ويندو آهي.پرعمر 50 سالن کان گهٽ آهي ته انجو هيٺيون بلڊپريشر 90 تائين هجڻ گهرجي.

WHO(ورلڊهيلٿ آرگنائيزيشن)بلڊپريشرجي جيڪا حد مقرر ڪئي آهي، ان مطابق جڏهن بلڊپريشر 95/160 يا ان کان مٿي ٿي وڃي ته اهڙي ماڻهوءَ کي بلڊپريشر جو 59
مريض سمجهي بلڊپريشر نارمل رکڻ جي دوا واپرائڻ گهرجي. بلڊپريشر وڌي وڃڻ ڪري جيڪي مضر اثرات يا Complication ظاهر ٿيندا آهن اُهي مٿئين بلڊپريشر B.P جي زياده وڌي وڃڻ سبب ظاهر ٿيندا آهن. جنهن جو وڏو سبب رت پهچائڻ وارين نالين ۾ سٽيپ يعني Cholesterol جو وڌڻ هوندو آهي. جنهن سبب رت جون ناليون سوڙهيون ٿي وينديون آهن.

20 سالن تائين جي عمر جي ٻارن ۾ بلڊپريشر جو مسئلو نه هوندو آهي پر خدانخواسته ننڍن ٻارن ۾ گڙدن جي بيماري، گڙدن جي خلين جو پراڻو زخم يا انفيڪشن، گڙدن ڏانهن رت کڻي ويندڙ نالين جو سوڙهو هجڻ ڪري ٻارن ۾ بلڊپريشر جي بيماري ٿي سگهي ٿي. ڪڏهن ڪڏهن بلڊپريشر وڌڻ سبب دل جي تڪليف نه به ٿيندي آهي پر رت جي شريانين تي دٻاءَ وڌي ويندو آهي ۽ دماغ تي اثر ٿيڻ جا چانس هوندا آهن، اهڙي بيماريءَ کي Hyper tensive vascular disease چوندا آهن. جنهن بلڊ پريشر ڪري دل جي تڪليف محسوس ٿيندي آهي ته انکي Hyper tensive Coronary disease چوندا آهن.عارضي طور تي بلڊپريشر ڪن حالتن ۾ وڌيڪ محسوس ٿيڻ لڳندو آهي، مثال طور ڪنهن ڳالهه تي جذباتي ٿي وڃڻ يا ورزش ڪرڻ يا پنڌ ڪرڻ بعد اگر جلدي B.P چيڪ ڪرائبو ته اُهو وڌيل نظر ايندو.

بلڊپريشر جي بيماري دل جي بيماريءَ جو هڪ اهم سبب به آهي. ان جو صحيح علاج نه ٿيڻ جي صورت

Mayo cordial ،Angina Pectoris, coronary heart disease, ۾
Infarction يا cardiac failure يعني دل جو دورو، دماغ جي رڳ ٽُٽڻ سبب اڌ رنگي CVA جو اثر، Renal Failure يعني گُردا فيل ٿيڻ ۽ اکين جي بينائي ختم ٿيڻ جهڙيون خطرناڪ بيماريون ٿي سگهن ٿيون.

وقتائتي بلڊپريشر جي بيماريءَ جي تشخيص، Health Education، موزون دوا ۽ سچي زندگي دوا واپرائڻ ۽ بهتر زندگي گذارڻ جا صحيح طور طريقا ۽ بهتر تدارڪ سان ئي خطرناڪ بيمارين کان بچي سگهجي ٿو.

## بلڊپريشر جا اسباب:

بلڊپريشر کي اسباب جي لحاظ کان ٻن قسمن ۾ ورهائي سگهجي ٿو.1: سڌو سنئون يا شروعاتي بلڊپريشر Primary hyper tension

2: سيڪنڊري يا ڪنهن ٻئي سبب ڪري بلڊپريشر Secondary hyper tension

## 1: پرائمري )(شروعاتي) بلڊپريشر:

هن قسم جي بلڊپريشر وارو مريض 90% بنا ڪنهن سبب جي يعني بنا ڪنهن ٻي بيماريءَ جي بلڊپريشر جو مريض ٿي پوندو آهي.

هن قسم جو وڌيل بلڊپريشر گهڻو ڪري 25 کان 55 سالن جي عمر ۾ عام هوندو آهي. اهڙن مريضن جي خاندان ۾ خانداني بلڊپريشر جي بيماري هوندي آهي. ان سبب ڪري اُن خاندان ۾ اچانڪ موت يا دل جي دوري Heart Attack جا واقعا نمودار ٿيل هوندا آهن. ان قسم جو بلڊپريشر مردن کان وڌيڪ عورتن ۾ عام ۽ زياده ٿئي ٿو.

ان قسم جي مريضن ۾ شروعاتي ڏينهن ۾ ڪڏهن ڪڏهن B.P وڌيل هوندو آهي پر اڳتي هلي B.P مستقل طور وڌيل رهندو آهي. اِهو بلڊپريشر گهٽو ڪري پريشاني، ڪاوڙ ۽ ابهرائي دوران زياده وڌيل معلوم ٿيندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن اهڙن مريضن جو لڳاتار وڌيل B.P خطرناڪ ۽ موتمار بہ ٿي سگهي ٿو.

پرائمري بلڊپريشر لاءِ ڪو هڪ ڪارڻ نہ آهي، پر جسم جي اندر جيڪي رطوبتون گڙدن ذريعي نهنديون آهن جن ذريعي B.P تي ڪنٽرول ٿيندو آهي، اُهي رطوبتون رت ۾ موجود نمڪيات (لوڻياڻ) ۽ جسم ۾ موجود پاڻيءَ جي مقدار کي ڪنٽرول ڪنديون آهن، جڏهن انهن رطوبتن جي مقدار ۾ ڪنهن سبب ڪري ڦير ڦار يا گهٽ وڌائي ايندي آهي تہ ان جو اثر B.P ذريعي ظاهر ٿيندو آهي. انڪان علاوه رت جي نالين جي سوڙهي ٿيڻ سبب يا انهن نالين جو رت جي دوري لاءِ قوتِ برداشت جو گهٽجي يا ڪمزور ٿي وڃڻ يا گردش ڪندڙ خون جو مقدار وڌي وڃڻ بہ سبب ٿي سگهن ٿا.

دماغ جي سنهين سنهين نالين جي Activity ۽ گڙدن مان پيدا ٿيندڙ رطوبتون Angio ۽ Renin, Angio Tention 1 Tensin II جو بہ تمام گهڻو عمل دخل رهي ٿو. جنهن سبب رت ۾ موجود نمڪيات ۽ پاڻيءَ جو مقدار زياده ٿي ويندو آهي. اِهو ئي سبب آهي جو وڌيل B.P واري مريض کي نمڪيات جي استعمال کان منع ڪئي ويندي آهي. ۽ جسم ۾ موجود پاڻيءَ جو مقدار گهٽائڻ لاءِ پيشاب زياده ڪرائڻ واري دوا جو استعمال ڪرايو ويندو آهي.

## سيڪنڊري بلڊپريشر:

هن قسم جو وڌيل B.P جيڪو ڪنهن ٻي بيماريءَ جي پنيان يا اُن بيماري سبب ٿيو هجي ان کي Secondary HTN چيو ويندو آهي. اُهي بيماريون جن جي ڪري B.P وڌي سگهي ٿو هيٺ ڏجن ٿيون:

1: Renal HTN : گڙدي ڏانهن رت کڻي ويندڙ ناليون اگر ڪنهن سبب ڪري سوڙهيون ٿي وڃن تہ B.P وڌي ويندو آهي ۽ اهو B.P اڪثر ڪري 50 سالن جي عمر بعد ٿيندو آهي.

2: جسم جي ٻين عضون ڏانهن رت پهچائيندڙ نالين ۾ سٽي Cholesterol ڄمي وڃڻ سبب ناليون سوڙهيون ٿي وينديون آهن. ۽ نلين جي قوتِ برداشت گهٽجي ويندي آهي ۽ اُهي ناليون رت جو دٻاءُ برداشت نہ ڪري سگهنديون آهن.

3: ڪڏهن ڪڏهن ٻنهي گڙدن يا ڪنهن هڪ گڙدي جي Size گهٽ وڌ هجڻ ڪري بہ B.P وڌيل رهندو آهي. اُن قسم جي تشخيص X-ray يا الٽراسائونڊ ذريعي پئجي سگهي ٿي.

4: گڙدن جو پراڻو انفڪيشن

5: گڙدن ۾ ڦوٽرين جو هجڻ Renal Cysts

6: گڙدن جي اندرين نالين جو بند ٿي وڃڻ،

7: پيٽ وارين عورتن جو بلڊپريشربہ ڪڏهن ڪڏهن خطرناڪ حد تائين وڌي ويندو آهي ۽ انهن عورتن کي وڌيل بلڊپريشر دوران بيهوشي جا دورا بہ ٿيندا آهن

8: دماغ جي رسولي يا ڪينسر.

61

| فائدو | مشورو | طريقو |
|---|---|---|
| وزن ۾ 10 K.G گهٽتائي سان B.P 5-20mmHg گهٽ ٿي سگهي ٿو | وزن کي عمر جي حساب سان نارمل رکڻ جي ڪوشش ڪجي | 1: وزن ۾ ڪمي |
| B.P 8-4mmHg گهٽجي سگهي ٿو | کاڌي ۾ ميوات جو استعمال زياده هجي، سبزي کائڻ کي وڏيڪ اهميت حاصل هجي، گهٽ سٽيپ واري غذا جو استعمال ڪجي | 2: کاڌو کائڻ لاءِ مخصوص غذا جو استعمال سنتِ نبوي مطابق |
| B.P 2-9mm Hg گهٽ ٿي سگهي ٿو | کاڌي ۾ نمڪيات جو گهٽ ۾ گهٽ استعمال ڪجي، زياده ۾ زياده 2.4gm سوڊيم يا 6.0gm سوڊيم ڪلورائيڊ (لوڻ) کان گهٽ استعمال ڪجي | 3: نمڪيات جو گهٽ استعمال |
| B.P 4-9 mm Hg گهٽ ٿي سگهي ٿو | پنهنجو پاڻ کي کليل فضا ۾ جسماني ڪم ڪار ۾ مشغول رکجي ۽ روزانو گهٽ ۾ گهٽ 30 منٽن لاءِ ورزش ڪرڻ گهرجي گهٽ ۾ گهٽ 120 قدم هڪ منٽ جي رفتار سان ورزش ڪرڻ گهرجي | 4: جسماني ڪم ڪار |

انشاءَ الله ايندڙ شماري ۾ پيٽ جي بيمارين بابت پڙهندا.

# المنجيات في ترجمة المنبهات قسط پين

## چوٽڪارو

مولانا مفتي مختار احمد تاتڙي طاهري نقشبندي

**(7): عَنۡ يَحۡيٰ بنِ مَعَاذ مَا عَصَیٰ اللّٰهَ الۡكَرِيۡمُ وَمَا أثَرَ الدُّنۡيَا عَلَیٰ الآخِرَةِ حَكِيۡمٌ**

**ترجمه:** حضرت يحيٰ بن معاذ رضي الله تعالیٰ عنه کان روايت ڪئي ويئي آهي تہ شريف ماڻهو الله تعاليٰ جي نافرماني نہ ڪندو آهي ۽ داناءُ ماڻهو دنيا (جي سامان) کي آخرت (جي نعمتن) تي ترجيح (اهمي ت) نہ ڏيندو آهي.

**(8): عَنِ الاعۡمَشِ مَنۡ كَانَ رَاسُ مَالِهٖ التَّقۡوَیٰ كَلَّتِ الۡاَلۡسنُ عَنۡ رِبۡحِ دِيۡنِهٖ وَمَنۡ كَانَ رَاس مَالِهِ الدُّنۡيَا كَلَّتِ الۡاَلۡسُنُ مِنۡ خُسۡرَانِ دِيۡنِهٖ.**

**ترجمه:** حضرت اعمش رضي الله تعالیٰ عنه کان روايت آهي تہ جنهن ماڻهو جو تقویٰ سرمايو آهي تہ اُن ماڻهو جي دينداري جي تعريف ڪرڻ کان سيني جون زبانون عاجز ٿي وينديون آهن يعني حق تعريف ادا نہ ڪري سگهنديون آهن ۽ جنهن شخص وٽ مال ۽ دولت (ناجائز ڪمايل) آهي تہ انهيءَ جي آخرت جي نقصان بيان ڪرڻ

ڪان (سڀ مخلوق) عاجز ٿي ويندي آهي.

**(9): عَنْ سُفْيَانَ الثَّورِيِّ كُلُّ مَعْصِيَةٍ عَنْ شَهْوَةٍ فَإِنَّه يُرْجَىٰ غُفْرَانُهَا وَكُلُّ مَعْصِيَةٍ عَنِ الْكِبْرِ فَإِنَّه لايُرْجَىٰ غُفْرَانُهَا لِاَنَّه مَعْصِيَةُ اِبْلِيْسَ كَانَ اَصْلُهَا مِنَ الْكِبْرِ وَزِلَّةُ آدَمَ اَصْلُهَا مِنَ الشَّهْوَةِ.**

**ترجمه:** بزرگ سفيان ثوري رضي الله تعالىٰ عنه کان روايت ٿيل آهي تہ جيڪو گناهہ تڪبر جي سبب آهي ان جي بخشش جي اميد نہ آهي ۽ جيڪو گناه شهوت ڪان آهي ان جي بخشش ٿي سگهي ٿي ڇو تہ شيطان جي نافرماني تڪبر جي ڪري هئي ان جي بخشش نہ ٿي ۽ حضرت آدم عليہ السلام جي لغزش جو بنياد شهوة (خواهش) تي هيو تہ ان جي بخشش ڪئي وئي.

**(10): عَنْ بَعْضِ الزهَادِ عَلَيْهِمُ الرَّحْمَة مَنْ اَذْنَبَ وَهُوَ يَضْحَكُ فَإِنَّ اللهَ يُدْخِلُهُ النَّارَ وَهُوَ يَبْكِيْ وَمَنْ اَطَاعَ وَهُوَ يَبْكِيْ فَإِنَّ اللهَ يُدْخِلُهُ الْجَنَّةَ وَهُوَ يَضْحَكُ.**

**ترجمه:** ڪجهہ بزرگان دين فرمايو: ”جنهن ماڻهو خوشي سان گناه ڪيا تہ الله تعالىٰ ان کي دوزخ ۾ وجهندو تہ اهو روئندو ۽ جنهن شخص خوف کان روئندي فرمانبرداري ڪئي تہ ان کي الله تعالىٰ جنت ۾ داخل فرمائيندو تہ اهو خوشي مان کِلندو.

**(11): عَنْ بَعْضِ الْحُكَمَاءِ لَا تَحْقِرُ الذُّنُوبَ الصِغَارَ فَإِنَّهَا تَتَشَعِبُ مِنْهَا الذُّنُوبُ الْكِبَارُ عَنِ النَّبِيِ (ﷺ) لَاصَغِيْرَةَ مَعَ الْاِصْرَارِ وَلَا كَبِيْرَةَ مَعَ الْاِسْتِغْفَارِ.**

**ترجمه:** ڪجهہ علم وارن کان روايت آهي تہ ”تون ننين

63

گناهن کي ننديو نہ سمجهہ ڇو تہ ننڍن گناهن مان وڏا گناهہ ٿي پوندا آهن. حضرت نبي ڪريم (ﷺ) جن فرمايو تہ ننڍا گناهہ هميشہ ڪرڻ سان ئي وڏا گناهہ ٿي پوندا آهن ۽ وڏا گناهہ توبہ ڪرڻ سان ختم ٿي ويندا آهن.

**(12): قِيۡلَ هَمُّ الۡعَارِفِ الثَّنَاءُ وَهَمُّ الزَّاهِدِ الدُّعَاءُ لِاَنَّ هَمَّ الۡعَارِفِ رَبُّه وَ هَمَّ الزَّاهِدِ نَفۡسُه.**

**ترجمه:** ڪن عارفن فرمايو آهي تہ عارف باللہ بزرگ جو مقصدِ زندگي اللہ تعالیٰ جو ذڪر ڪرڻ آهي ۽ زاهد بزرگ جو مقصد زندگي پنهنجي بهتري لاءِ دعا گهرڻ هوندو آهي. ڇو تہ عارف جو مقصد اللہ تعالیٰ کي راضي ڪرڻ هوندو آهي ۽ زاهدن جو مقصد پنهنجو نفس يعني پنهنجي نجاة ۽ ڇوٽڪارو هوندو آهي.

**(13): عَنۡ بَعۡضِ الۡحُكَمَاءِ مَنۡ تَوَهَّمَ اَنَّ لَه وَلِيًا اَوۡلیٰ مِنَ اللهِ قَلَّتۡ مَعۡرِفَتُه بِاللهِ وَمَنۡ تَوَهَّمَ اَنَّ لَه عَدُوًّا اَعۡدَاءُ مِنۡ نَفۡسِهٖ قَلَّتۡ مَعۡرِفَتُه بِنَفۡسِهٖ**

**ترجمه:** ڪجهہ دانائن کان منقول آهي تہ جنهن شخص خيال ڪيو تہ انهيءَ جو اللہ تعالیٰ کان سواءِ ڪو ٻيو وڌيڪ ان جو ڪارساز آهي تہ ان کان اللہ تعالیٰ جي معرفت ختم ٿي ويندي ۽ جنهن ماڻهو اهو سمجهيو تہ ان جو ان جي نفس کان وڌيڪ ٻيو ڪو دشمن آهي تہ اهو پنهنجي نفس کي سڃاڻي نہ سگهندو.

**(14): عَنۡ اَبِيۡ بَكۡرٍ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰی عَنۡه فِيۡ قَوۡلِهٖ تَعَالیٰ ظَهَرَ الۡفَسَادُ فِيۡ الۡبَرِّ وَالۡبَحۡرِ قَالَ الۡبَرُّ هُوَ اللِّسَانُ وَالۡبَحۡرُ هُوَ الۡقَلۡبُ فَاِذَا فَسَدَ اللِّسَانُ فَبَكَتۡ عَلَيۡهِ النُّفُوسُ وَاِذَا فَسَدَ**

**اَلْقَلبُ بَکَتِ عَلَيْهِ الْمَلَائِکَةُ.**

**ترجمه:** حضرت ابوبکر رضي الله تعالیٰ عنه جن ”ظهر الفساد في البر والبحر“ واري آيت جو تفسير هن طرح فرمايو فساد بَر (خشکي) ۽ دريا(پاڻي) ۾ برپا ٿيو بر مان مراد زبان ۽ بحر مان مراد دل اهي يعني جڏهن زبان بگڙجندي آهي ته ان تي انسان ۽ جن ماتم کندي روئندا آهن ۽ جڏهن دل ۾ بگاڙ پيدا ٿيندو آهي ته انهيءَ جي مٿان الله تعالیٰ جا فرشتا افسوس کندي روئندا آهن.

(15): **قِيلَ اِنَّ الشَّهْوَةَ تَصِيْرُالْمُلُوکَ عَبِيْدًا وَالصَّبْرَ تَصِيْرُ الْعَبِيْدَ مُلُوکًا لَا تَرَىٰ قِصَّةَ يُوسَفُ وَ زُلَيْخَا**

**ترجمه:** چوڻي آهي ته خواهش بادشاهن کي غلام (تابع) بنائيندي آهي ۽ صبر (استقامت) غلام کي بادشاهه بنائيندو آهي ڇا حضرت يوسف ۽ بيبي زليخان عليهما السلام جن جو قصو توکي معلوم ناهي؟

(16): **قِيلَ طُوبَىٰ لِمَنْ کَانَ عَقْلُه اَمِيْرًا وَهَوَاهُ اَسِيْرًا وَوَيْلٌ لِمَنْ کَانَ هَوَاهُ اَمِيْرًا وَعَقْلُه اَسِيْرًا.**

**ترجمه:** مقوله (چوڻي آهي) قابل، مبارک اهو شخص آهي جنهن جو عقل بادشاهه ۽ خواهشات قيدي آهن ۽ تباهي انهيءَ شخص لاءِ آهي جنهن جي خواهشن بادشاهه ۽ ان جو عقل قيدي يعني خواهش جي تابع هجي.

(17): **قِيلَ مَنْ تَرَکَ الذُّنُوبَ رَقَّ قَلْبُه وَمَنْ تَرَکَ الْحَرَامَ وَ اَکَلَ الْحِلَالَ صَفَتْ فِکْرَه.**

**ترجمه:** چوڻي آهي ته جنهن شخص گناهن کي ڇڏيو ته انجي دل نرم ٿيندي آهي ۽ جنهن شخص حرام کي ڇڏي ۽ حلال کاڌو ته ان جي دل صاف ٿيندي آهي.

# مسلم نوجوانن لاءِ دعوت فڪر و عمل

حصو ٽيون ۽ آخري

## حضرت مولانا محمد حسن اوٺو طاهري

**جڏهن** بادلن گجگوڙ ڪئي ته اسان لڪياسين، وڄن ڪڙڪاٽ ڪيا ته اسان مسڪرايوسين، اگر طوفان اُٿيا ته انهن جو جواب ٺهڪن سان ڏنوسين، تيز هوا لڳي ته ان جو رخ موڙي ڇڏيوسين، مطلب ته هر مشڪلات جو دليرانه انداز سان مقابلو ڪيو. اڄ غور ڪجي ته ايمانن ۾ اهڙي ڪمزوري اچي وئي آهي جو بادشاهن جي گريبانن سان ڪيڏڻ وارو، پنهنجي دامن جا ڌاڳا وڪڻي رهيو آهي. الله تعالیٰ ڪان ايتري غفلت جو جڻ ان تي ايمان آندو ئي ڪو نه هيوسين، برائي ۽ بي حيائي جي وهنڌڙ درياهه ۾ هٽن پيرن هٽڻ بجاءِ هڪ بي جان ذرڙي وانگر وهڪري سان گڏ وهي رهيا آهيون ۽ عذر اهو پيش ڪندا آهيون ته جديد دور آهي... ماحول اهڙو ٿي ويو آهي... معاشرو خراب ٿي چڪو آهي.... مگر معاشرو ڇا آهي؟؟

گهڻن ماڻهن جي ملي رهڻ سان معاشرو ٺهندو آهي. ٻين لفظن ۾ ائين ڪڻي چئجي ته اسان جي گڏجڻ سان معاشرو وجود ۾ ايندو آهي. جيڪڏهن اسين خراب هونداسين ته يقينًا هڪ خراب معاشرو وجود ۾ ايندو. ان لاءِ اسين پنهنجي ۽ پاڻ سان گڏ رهڻ وارن جي اصلاح جو فڪر ۽ ڪوشش ڪريون ته معاشري جي اصلاح آساني سان ٿي ويندي. اها فقط زباني دعويٰ ڪرڻ سان نه بلڪ پنهنجي خيالات، نظريات، قول و فعل، اٿڻ ويهڻ، ڪائڻ

پيئڻ ۽ ٻين معاملات کي اسلامي تعليمات مطابق رکڻ سان ئي ممکن آهي. چوندا آهن تہ ڳالهين ڪرڻ سان ڳوٺ ناهن ٻڌبا.

قومن جي عروج و زوال جي حالات مان معلوم ٿو ٿئي تہ فطرت جو تواريخي عمل پراسرار رهيو آهي. ترقي کان پستي ڏانهن ويندڙ قوم کي بلندي ڏانهن آڻڻ لاءِ موزون وقت تي ڪا اهڙي اهم شخصيت ظهور پذير ٿيندي رهي آهي جيڪا ان قوم لاءِ عطيہ يزدان هوندي هئي. تواريخ ان تي شاهد آهي تہ عالمِ اسلام جڏهن جهالت جي اونداهي جو شڪار ٿيو، غفلت ۽ عيش و عشرت جي ننڊ ۾ پئجي رهيو تہ ان وقت اهلِ دل، روشن ضمير اولياءِ ڪرام جي فيضانِ نظر کين غفلت واري ننڊ مان جاڳائي هدايت واري روشني ۽ راهہ عطا ڪئي. حضرت بايزيد بسطامي، حضرت جنيد بغدادي، حضرت عبدالقادر جيلاني، حضرت ابوالحسن خرقاني، حضرت مجدد الف ثاني، حضرت فضل علي قريشي، حضرت خواجہ محمد عبدالغفار المعروف پيرمٺا سائين ۽حضرت سهڻا سائين دامت برڪاتهم العاليہ، حضرت خواجہ محمد طاهر المعروف سڄڻ سائين مدظلہ العاليہ اهڙن ئي اهلِ دل،صاحبِ فيض وفضيلت، مجاهد مردن جا نالا آهن.

حضرت قبلہ عالم سهڻا سائين عليہ الرحمة جن پوري زندگي ظاهري ۽ باطني علوم حاصل ڪري انهن علمن جي روشني کان لکين مسلمانن جون دليون منور ڪيائون. معاشري جي اصلاح اهڙي نهج تي ڪيائون جو سندن جي ڪاوشن ۽ نگاهِ ڪرم سان فقيرپورشريف، الله آباد شريف، طاهر آباد شريف وغيره جهڙيون بي مثال

بستيون، روحاني مرڪز، ديني علوم جا مدرسہ قائم ٿيا. معاشري جي اصلاح خاطر منظم طريقي سان محنت ڪرڻ لاءِ جماعت اصلاح المسلمين، جمعيت علماءِ طاهريہ، روحاني طلبہ جماعت وغيره جو قيام عمل ۾ آندائون. الحمدلله! سندن جي سڏ تي سوين، هزارين بلڪ لکين مسلمان ننڍا وڏا پڪا پوڙها، نوجوان غفلت واري ننڊ مان جاڳي پيا.

حضور قبلہ سهڻا سائين عليہ الرحمة جن پنهنجي لخت جگر يڪتاءِ گوهر حضرت صاحبزاده محمد طاهر مدظلہ العالي جن جي ننڍپڻ کان ئي ديني، دنيوي تعليم ۽ تربيت جو سهڻو اهتمام ڪيو. 1970ع ۾ پاڻ ستن سالن جي عمر جا هئا تہ ڪين قراءت جي سکيا لاءِ مدرسہ رڪن الاسلام حيدرآباد ۾ استاد القرآءحضرت الحاج قاري محمد طفيل نقشبندي جن وٽ ڇڏيائون. 17 سالن جي عمر ۾ پاڻ ديني علوم مان فارغ ٿي درگاهہ الله آباد شريف جي مدرسي ۾ تدريس ۽ صدر مدرس جا فرائض سرانجام ڏيڻ لڳا. روحاني علوم بہ حاصل ڪندا رهيا.



# اسلامي شاعري جي شرعي حيثيت

ٽين ۽ آخري قسط

## ”عاجز“ رحمت الله لاشاري طاهري

**نعت** ۾ حضور نبي ڪريم ﷺ جي ميلاد، سهڻي سيرت، سهڻي صورت، اخلاقِ حميده، صفات، ڪمال ۽ جمال جو ذڪر ڪيو ويندو آهي. نعت ۾ روحاني اقدار، پاڪيزه افڪار، سروري اسرار ۽ نبوي انوار تي مشتمل معياري اشعار اچن ٿا، جن ۾ ادب شائستگي، ايمان ايقان، محبّت ۽ صداقت جا موتي مڙهيل ٿين ٿا. انهن سيني اصولن ۽ ڳالهين ڪان علاوه نعت ۾ اچا ٻه هڪ نازڪ ترين مقام اچي ٿو، اهو آهي محبّت ۽ شريعت جو امتحان.

شريعت ۾ محمد مصطفيٰ ﷺ محبّت ۾ محبوبِ خدا آهي! نعّت جو مقام محبّت ۽ شريعت جي درميان هوندو آهي. محبّت ۽ شريعت مان ڪنهن ٻه هڪ جي تقاضا کي ڇڏيو ويو ته پوءِ نعت نعت نه رهندي، محبّت ۽ شريعت جي بنيادن تي، نازڪ لطافتن، نوراني نزاڪتن، شاعرانه فصاحتن، بلاغتن ۽ جدتن، سنجيده عقيدتن، شائسته صداقتن، روحاني راحتن ۽ نبوي عظمتن جو ذڪر نيائڻ واري شاعرانه صنف کي نعت چئجي ٿو. باوقار تشبيهن، ڪناين، اشارن، پُرنور نظارن، ايمان ۽ عرفان جي بهارن سان نعتيه شاعري اهو مقام حاصل ڪيو جو هڪ سٺي نعت، نعمت ۾ شمار ٿيڻ لڳي. مسلمان شاعرن ڪان علاوه غير مسلم شاعرن ٻه حضور ﷺ جي اسوهِ حسنه ڪان متاثر ٿي نعت گوئي ڪئي آهي ۽ ثناءِ رسول ﷺ جي طفيل مسلمانن جي دلين ۾ عزت پريو مقام حاصل ڪيو اٿن.

نعت ۾ محبّت رسالت ﷺ جو رنگ شريعت تي حاوي ضروري رهي ٿو، تاهم محمد ﷺ جي محبت، محمد ﷺ جي شريعت جي منحرف ۽ تارڪ نہ ٿي ٿي سگهي. پلصراط وانگر نعت، محبت جي تخيّل ۾ هڪ نازڪ گذرگاهہ آهي، جتان شاعر کي ايمان بالرسالت ﷺ جي سهاري لنگهڻو پوي ٿو.

ٻين زبانن وانگر قديم خواہ جديد سيني سنڌي شاعرن، شاعري جي مختلف صنفن ۾ نعت گوئي ڪئي آهي. سنڌي مولود بہ نعت جي اصولن تي مدار رکي ٿو. مشهور محقق ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي راءِ مطابق مولود هڪ مخصوص نالو آهي جو سنڌ وارن رکيو ۽ رائج ڪيو. ڪنهن اهو نالو رائج ڪيو سو چئي نٿو سگهجي، پر مفهوم ۽ مقصد جي لحاظ سان اهو انوکي ۽ اصولي معنيٰ رکي ٿو. مولودن کي بنا سازن سرودن جي ديني محفلن ۽ درويشن جي مجلسن ۾ پڙهيو ويو ۽ اڄ تائين پڙهيو وڃي ٿو. تاريخي طور مولود سنڌي ماحول جي پيداوار آهي ۽ سنڌي ۾ رائج آهي.

محبوب سروري اڳتي لکندي پنهنجي راءِ ڏئي ٿو تہ: تحقيق مطابق مولود پنجين صدي هجري ڌاري عباسي دور ۾ عربن ذريعي سنڌ ۾ پهتو. غالباً 900 سال سنڌ ۾ رهڻ سبب مولود پنهنجو اصل نالو تہ برقرار رکيو. باقي سڄو جامو سنڌي جو اختيار ڪيائين. عهد عباس ۾ ملڪ شاهہ سلجوقي بغداد ۾ 485 ھ ۾ وڏي پيماني تي مجلس مولود منعقد ڪرائي. نعت جي فن کي هتان ئي تقويت ملي. عيدالاضحيٰ، عيدالفطر، شب برات، شب قدر، شب معراج، ميلاد النبي ﷺ ۽ آخري چارشنبہ وغيره جي موقعي تي مولود جي محفلن جو انعقاد ٿيندو رهيو. سنڌ

حب رسالت ﷺ ۾ هميشہ رتل ۽ پڪل رهي ٿي تنهن مولود کي هميشہ لاءِ پنهنجو بنائي ڇڏيو.

سنڌ جو عظيم مؤرخ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سنڌي ادبي بورڊ پاران شايع ٿيل ڪتاب مناقبا جي مقدمي ۾ لکي ٿو تہ:اصل ۾ عربي منقبة (جمع مناقب) آهي، جنهن جي معنىٰ آهي، لڇڻ، نيڪي درجو يا منزل، سنڌي مناقبو هڪ خاص معنىٰ ۾ استعمال ٿئي ٿو: يعني تہ اهو نظم جنهن ۾ نبين، اصحابن سڳورن يا ولين مان ڪنهن جي ڳڻن کي ڳايو وڃي، معنوي توڙي فني لحاظ سان مناقبو فقط سنڌي نظم جي ئي هڪ خاص صنف آهي، ڇاڪاڻ تہ عربي توڙي فارسي ۾ منقبة يا مناقب جي مخصوص عنوان سان شعر جي ڪا بہ جنس موجود نہ آهي، سنڌي ۾ مداح جو مدار محض وصف بياني تي آهي، مگر مناقبي ۾ صفت ۽ ثنا لاءِ ڪنهن ڳالھ يا مثال جو قالب ضروري آهي، يعني تہ جنهن بہ نبي يا ولي جي تعريف ڪئي وڃي، ان جي زندگي جي ڪنهن نہ ڪنهن ڳالھ يا مقال کي بيان ڪرڻ ضروري آهي، مطلب تہ ڳالھ يا حڪايت، مناقبي جو روح آهي. البتہ اها حڪايت اهڙي هجي جنهن ۾ ڪنهن بہ ناممڪن واقعي جو ذڪر نہ هجي، ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن ان ۾ ڪنهن بہ اڻ ٿيڻي واقعي جي ٿيڻ جو ذڪر هوندو تہ پوءِ ان کي معجزو چئبو.

سنڌي مناقبا، بحيثيت صنف نظم جي ابوالحسن جي سنڌي ۽ ٻئي اوائلي ديني ادب جي اثر هيٺ اُسريا، انهيءَ ڪري نظم جي سٽاء توڙي اسلوب بيان ۾ مناقبن تي انهي اوائلي سنڌي نظم جو رنگ چڙهيل آهي.

68

مناقبن جو مدار نبين، اصحابن ۽ ولين جي نيڪين ۽ ڀلاين بابت سُئل ٻڌل ڳالھين تي آھي، جن مان ڪي تاريخي حيثيت رکن ٿيون، مگر اڪثر عام روايتي درجو رکن ٿيون.

تاريخ حقيقت جي بجاءِ عام روايت عوام ڪي وڌيڪ ويجھي آھي، انھيءَ ڪري ئي اھا منجھن عام مقبول پوي ٿي. مناقبي جو مقصد آھي. ڀلارن جون ڀلايون بيان ڪرڻ، پوءِ جيڪڏھن اھو مقصد، ڪنھن ٻُڌل ڳالھ يا روايت سان پورو ٿي سگھي ٿو تہ عوام جي عقيدي موجب عين ثواب آھي. عوامي اصولن موجب مقصد، وندر آھي ۽ نہ تاريخي تحقيق، جان جان پسڻ پرينءَ جو، جان پرينءَ جي پچار جي معيار مطابق عوام وٽ مناقبا پرينءَ جي پچار جا دفتر آھن ۽ نہ تاريخي دستاويز بحيثيت صنف نظم جي مداحن مناجاتن جي ڀيٽ ۾ مناقبن ۾ ايتري وسعت يا رنگيني نہ آھي، ڇاڪاڻ تہ مداحن ۽ مناجاتن ۾ مرڪزي نڪتو مدح ۽ تعريف آھي، جنھن جي ادا ڪرڻ واسطي شاعر لاءِ مضمون توڙي اسلوب بيان جو ميدان نھايت ڪشادو آھي، مگر مناقبن ۾ مرڪزي محور ھڪ خاص ڳالھ يا روايت آھي، جنھن جا ٽاٽا ٽڪاٽا اڳي ئي نروار ٿيل آھن ۽ شاعر ڪي پڻ انھيءَ ساڳي ڳالھ ڪي ورجائڻو آھي. انھيءَ حدبندي ھوندي بہ گھڻن شاعرن پنھنجي مِٺي زبان ۽ مؤثر بيان سان مناقبن ڪي ھنن نج سنڌي ٻولي ۾ منظوم ڪيو آھي. انھيءَ جو بھترين مثال مخدوم محمد ھاشم ٺٽوي رحمة الله عليہ جا چيل مناقبا آھن، جي سھڻي ۽ سلوڻي سنڌي توڙي بيان ۾ سلامت ۽ رواني جو بھترين مثال آھن.

(**پورو ٿيو**)

## خواتين ڪارنر

# مستورات پاران شروع ڪيل مثالي ڪم

بنت غلام علي ميمڻ

**مــان** سوچي رهي هيس تہ زندگي آخر ڇا آهي؟؟؟ جڏهن پنهنجن ڏکن ۽ پريشانين تي نظر وڌم تہ زندگي هڪ وڏو بوجهہ محسوس ٿيڻ لڳي، جڏهن پنهنجن گناهن تي نظر پئي تہ زندگي هڪ گندگي جو ڍير ڏسڻ ۾ آئي، ائين ڪيترن ئي شيطاني وهمن، وسوسن اچي دماغ کي گهيرو ڪيو، جڏهن مرشد ڪريمن جي تعليمات تي نظر پئي تڏهن خيال آيو تہ زندگي تہ رب ڪريم جي طرفان مليل هڪ امانت ۽ تحفو آهي جنهن کي اگر الله جي فرمان ۽ حڪم مطابق گذاربو تہ انسان دنيا ۾ ڪامياب ٿيندو ۽ آخرت ۾ بہ ڪامران ٿيندو. پر اگر ان امانت ۾خيانت ڪري پاڻ کي نفس ۽ شيطان حوالي ڪيو ويو تہ خوار ٿيندو...

حضور قبلہ عالم محبوب سجڻ سائين جن جا فرمان ياد اچڻ لڳا تہ اي انسان تون پنهنجي عظمت کي

سجاڻ، ڪيئن تون دنيا جي پويان ڦرندو ٿو رهين، توکي تہ الله رب العزت اشرف المخلوقات ڪري پيدا ڪيو آهي، تون ڪتي ڏڪا کائيندو ٿو رهين، ڇو پنهنجو پاڻ کي نقصان ۽ خساري ۾ وجهندو ٿو رهين، رب نٿو چاهي تہ انسان خوار ٿئي، ٿورڙو پنهنجي عظمت کي سڃاڻ، اُن رب جي طرف رجوع ڪر جيڪو تنهنجي توبہ جي انتظار ۾ آهي.

اهڙا ڪيترائي حضور قبلہ عالم محبوب سڄڻ سائين مدظلہ العالي جن جا فرمان منهنجي ذهن ۾ گردش ڪرڻ لڳا، جنهن مون کي اهڙو ڪامل مرشد عطا ڪيو جو اگر شيطان جو حملو ۽ وار ٿئي بہ ٿو تڏهن بہ منهنجو مرشد مون کي تصورات جي دنيا ۾ شيطان مردود کان بچائي ٿو.

ڪجهہ سال اڳ جي ڳالهہ آهي تہ هي گنهگار دنيا جي رنگينين ۾ گناهن کان بيزار ٿي الله غفور رحيم کان دعا گهرڻ لڳيس تہ اي الله هاڻي آءٌ گناهن جي بوجهہ کان تنگ اچي چڪي آهيان، هيءَ بي مقصد زندگي مون کي بي سڪون بڻائي رهي آهي، مون کي ڪو سڌو رستو ڏيکار....منهنجو والد صاحب تہ اڳ ۾ ئي حضور قبلہ عالم جن جي غلامي ۾ آيل هو، منهنجو بہ دربار شريف تي وڃڻ ٿيندو رهيو هو، پر آءٌ بيعت نہ ٿي سگهي هيس ۽ عملي طور تي حقيقي دنيا ۾ انهن خدا وارن جي فرمانن کي دل ۾ جڳهہ نہ ملي رهي هئي ۽ ڪجهہ محسوس نہ ٿي رهيو هو، شايد پنهنجي جهولي صحيح نموني جهلي نہ سگهي هيس. پر جڏهن منهنجي باطن تي منهنجي محبوب مرشد حضرت سڄڻ سائين مدظلہ العالي جي نگاهہ ڪرم پئي ۽ دربار الله آباد شريف ۾ پهچڻ

ٿيو، اندر حويلي ۾ بيبي صاحبہ وارن جون بہ نصيحتون ٻڌڻ جو موقعو مليو ۽ انهن بہ دلي دعائن سان نوازيو تہ شال الله پاڪ توکي مرشد ڪريم جن جو سچو ۽ پڪو غلام بنائي. آخرڪار مان انهن دعائن سان ۽ مرشد ڪريم جن جي نظر عنايت سان بالآخر مان زندگي کي بي مقصد سمجهندڙ دنيا ۽ آخرت کي باغ و بهار بنائڻ وارو مقصد ڪٺي حضور سهڻا سائين نورالله مرقده جي عرس مبارڪ ۾ شريڪ ٿيس. ان ئي ڏينهن مرشد ڪريمن جي مون تي اهڙي عنايت ٿي جو جيئن مرشد جي نگاهہ ڪرم سان هوش نڪاٽي آيو تہ ان ئي ڏينهن مون بيعت ڪئي ۽ پنهنجي زندگي کي بدلجندي محسوس ڪيم.

ڪجهہ ڏينهن بعد وري الله آباد حاضري نصيب ٿي. بيبي صاحبہ جن کي پنهنجو سمورو حال احوال اوريم، ان بعد پنهنجي علائقي ۾ تبليغ جو ڪم شروع ڪرڻ لڳيس ۽ مرشد ڪريمن جي مهربانين ۽ نگاهہ ڪرم سان منهنجي زندگي جيڪا پهرين جانورن وانگر گذرندي هئي ان ۾ تمام وڏي تبديلي اچڻ لڳي. ان تبليغي سلسلي جي شروعات گذريل سال کان پنهنجي گهر کان ڪيم، هر ماهہ گهر ۾ تبليغي پروگرام منعقد ڪرڻ جو آغاز ڪيو ويو، جنهن ۾ جماعت سان لاڳاپيل پسگردائي جي عورتن کان علاوه پنهنجي محلي جي عورتن کي بہ مدعو ڪيو ويندو آهي. ربيع الاول، ربيع الثاني، جمادي الاول، جمادي الثاني اُهي چار مهينا لڳاتار پروگرام، ڏينهن ۾ ڪڏهن هڪ ڪڏهن بہ پروگرام نہ صرف پنهنجي گهر ۾ پر مختلف ڳوٺن ۾ تبليغي سلسلي ۾ ۽ ميلاد جي محفلن ۾ وڃڻ ٿيندو رهيو ۽ مرشد ڪريمن جي پيغام کي گهر گهر

پهچائڻ جي دعوت ڏني وئي. ان سلسلي ۾ مون ناچيز سان گڏ خليفه ڊاڪٽر وجهه الدين ميمڻ جي اهليه، خليفه اعجاز حيدر جي اهليه ۽ پروفيسر شمشاد سومري جي اهليه جو به مڪمل تعاون ۽ رهبري حاصل رهي آهي. منهنجي گهر جو اهو حال هو جو ڪڏهن به ڪو ميلاد جو پروگرام يا تبليغي منعقد نه ٿيندو هو پر مرشدن جون ڪروڙين عنايتيون جو هن ناچيز جي گهر ۾ هر مهيني تبليغي پروگرام منعقد ڪيا پيا وڃن جنهن ۾ نه صرف ذڪر مراقبه پر مرشد جو پيغام تبليغ جي صورت ۾ جاري رکيو ويو.

ائين ئي خليفه ڊاڪٽر وجهه الدين جي گهر، فقير ممتاز چنه جي گهر، فقير نالي منو سومري جي گهر ۾ پڻ ماهوار تبليغي پروگرام منعقد ڪيا ويندا آهن. هن سال به مرشد ڪريمن جي خاص نظر عنايت سان ربيع الاول ۾ روزانو تقريباً 2 يا 3 پروگرام ڪيا ويا، اهڙي ريت ربيع الاول ۾ 61 پروگرام خواتين جا منعقد ڪيا ويا، جڏهن ته ربيع الثاني ۾ 46۽جمادي الاول جي مهيني ۾ پڻ پروگرام جاري ۽ ساري آهن، نه رڳو مورو شهر پر ڀرپاسي جي ڳوٺن نم جو ڳوٺ، مَلڪن جو ڳوٺ، ڳوٺ لالو ماڇي، ڳوٺ دورو ٻهڻ، پراڻو گچيرو، نئون گچيرو سميت ۽ ٻين علائقن ۾ پڻ خواتين جا باپرده تبليغي پروگرام منعقد ٿي رهيا آهن. بس ان سڄي سلسلي ۾ اگر مرشد ڪريمن جي نظر عنايت شامل حال نه هجي ها ته پنهنجي زندگي ائين بي مقصد گذرندي رهي ها،شال الله تعالیٰ مرشدن جوسايواسان مٿان هميشه قائم رکي.

# محسن اعظم سهڻا سائين اهل الله نور الله مرقده

قسط ٽين

## ڊاڪٽر عبدالرحيم چنا "بيدار طاهري"

**اهڙو** راهِ هدايت ۾ ٻاجهارو ٻاجهه ڏٺي سهڻل سائين عليه الرحمة جنهن جي مشڪڻ سان باغن ۾ بهارون اچي وجن، جنهن جي نگاهن سان دل جون ڏرتيون جيڪي سالن کان سُڪل ۽ سِڪايل هيون سي نور سان پرپور پُرنور، سرسبز، شاداب ٿيون، جنهن جي محبت ۽ موه ۾ ڏکن ۽ ڏولاون جا ڏهڪار ڏُور ٿيا، جنهن جي شفقت سان اندر جا اُلا اُجهامي ويا، تنهن سردار جي تعريف لاءِ جيڪڏهن سڀ درياهه مَس ڪجن ۽ سيئي وڻ قلم ڪجن تڏهن به پورا ٿي نه سگهن. قدرت پنهنجو ڪرمُ ۽ ڪَهل ڪري، اسان کي قربدار عطا ڪيو، جيڪو پنهنجي پر ۾ بي نظير ۽ بي مثل هو. سندس شان پاڻ قادر ئي ڄاڻي. بقول ڀٽائي عليه الرحمة صاحب:

**قدرُ وارا ڪم ٿيا، ڪُٿا خريدارَ**

**هيري لعل موتي جي، ڪي سالڪ لهندا سارَ**

**جي لوهه ڪٿن لوهارَ، تن کي ڪهڙو قدر سون جو.**

ڪاش! ڪو تاريخدان هجي ها سندن جي باري ۾ اسان کي ڪجهه ريسرچ ڪري ٻڌائي ها، حضور قبله عالم عليه الرحمة تمام دور انديش، سياڻپ ۽ ڏاهپ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هئا. پاڻ پنهنجي باري ۾ ڪڏهن ڪجهه به نه ٻڌايائون، ڪيترن ئي بزرگن پنهنجي مٿان جيڪي رب جون مجددي مهربانيون ٿيون آهن، ڪتابن ۾ لکيون

يا خاص مريدن کي ٻڌايون آهن پر حضور قبلہ سھڻا سائين عليه الرحمة ماٺ جو سمنڊ هئا. سدائين عجز، انکساري، هيڻاهين، نياز، نوڙت، سادگي ۽ فقيريءَ ۾ رهندا هئا. فرمائيندا هئا تہ بزرگن جي جُتين (بوٽ) ۾ جاءِ ملي تڏهن بہ اسان کٽيو) کڏهن بہ دنيوي ڏيک نہ ڪيائون، کڏهن بہ کٽي بہ ظاهري زماني جو زيب اختيار نہ ڪيائون، کڏهن بہ ۽ کٽي بہ اهيو ظاهر ڪرڻ نہ ڏنائون تہ اسان جي هيءَ هيڏي وڏي جماعت آهي ۽ هيترن ملڪن ۾ آهي، پاڻ پير چورائڻ کان فقير چورائڻ پسند فرمائيندا هئا.

حضرت مجدد و منور الف ثاني قدس سره هڪ هنڌ فرمايو تہ اسان جي جسم ۾ اها مٽي مبارڪ شامل ڪئي وئي آهي جيڪا ٻنهي جهانن جي سردار جي جسم اطهر ناهڻ کانپوءِ بچي آهي، عاجز وري سوچي پيو کٽي اجان بہ مٽي بچي تہ ڪانهي جو هھڙا مجدد، حضور سھڻا سائين عليه الرحمة ان مٽي مان پيدا ٿيا هجن. خدا بهتر ٿو ڄاڻي.

پاڻ کي حضور پير مٺا عليه الرحمة ۽ پيران ڪبار جو غلام ۽ خادم سمجهندا هئا پنهنجي اهڙي تہ نفي ڪيائون جو فرمائيندا هئا تہ توهان پلي هت اچي ذڪر مراقبہ ۽ الله جي ياد ڪيو، اسان توهان جا خادم آهيون ۽ توهان پلي پنهجن اڳين پيرن کي پير مڃيندا رهو اسان تہ فقير ۽ خدمت ڪندڙ آهيون. سبحان الله! ڪير ٿو اچ ائين ڪري، حضور قبلہ سھڻا سائين عليه الرحمة اهڙي سرڪار هئي جيڪا ٻنهي جهانن جي نعمتن سان نوازي رب جي عشق ۽ محبت سان ڏُکيون، سڙيون ۽ سُڪيون دليون سرسبز شاداب ۽ آباد، پرنور، معمور ۽

پُرسڪون ڪري رهي هئي پوءِ بہ پاڻ ائين چوندا رهندا هئا:

*یہ سب تمہارا کرم ہے آقا*

*کہ بات اب تک بنی ہوئی ہے.*

حضرت سهڻا سائين عليه الرحمة جن وٽ جيڪي بہ ايندا هئا تہ انهن جو نقشو ئي نرالو ٿي ويندو هو. رات ڏينهن درگاهہ الله آباد شريف تي الله الله جا فلڪ شگاف نعرا لڳا پيا هوندا هئا، هرمرد خواه عورت ويندي ٻارن تائين 5 وقتي نماز جا پابند، تهجد، تسبيح نماز اشراق، مرد توڙي عورتون سنت رسول ﷺ جا تابع، مرد ڏاڙهي، پٽڪو، ڏنڊڻ سان سجاتا ويندا هئا ۽ آهن.

ووٽ نہ ڪپڻ جو مطلب تہ اسان جو سياست سان واسطو نہ آهي توهان ڀلي پنهنجن سياسي حريفن سان وفاداري ڪندا رهو، صرف ايترو سوچجي تہ ايماندار، ديانتدار، وفادار، نيڪ ۽ اسلام جي لاءِ ڪم ڪندڙ ماڻهوءَ کي ووٽ ڪجو، نوٽ جو مطلب تہ ظاهر آهي نہ سوال نہ چندو. پاڻ فرمائيندا هئا تہ توهان کي ڏن ڪو ڏيڻو ڪرڻو آهي، تہ ڀلي وڃي اڳين پيرن تي ڏيو، پاڻ حضور پير مٺا سائين عليه الرحمة جو قول دهرائيندا هئا تہ اسان توهان جي پيسي کي ٽڪ هڻون، مقصد تہ سهڻا سائين عام ماڻهن جي آڏو هٿ نہ ٽنگيندا هئا پر انهن سڀاجهڙن نازڪڙن هٿڙن سان توهان جي زندگي جي قتل ابتي ۽ ڦڏي تير ڪي سڌي راهہ تي هلائڻ لاءِ سياڳ لکندا هئا، جنتي لکندا هئا يعني تقدير ۽ قسمت بدلائيندا هئا.

بدبخت اچي تہ خوش بخت ٿي وڃي، بدنصيب اچي تہ خوش نصيب ٿي وڃي، ڏکن ڏولاون جو ماريل

اچي تہ سکن جي سيج ماڻيو وڃي، مَتِ جو موڙهيل اچي تہ عقل ۽ سمجهہ جا خزانا حاصل ڪيو وڃي، غريب، مسڪين اچي تہ سندس قسمت متجي شاهوڪار ٿي وڃي، بيشڪ اهيا تہ حقيقت آهي. بقول ڀٽائي عليه الرحمة جي.

**ويھہ وڃي وٽ تَن، قلم جَنين جي هٿ ۾،**
**ميٽي انگ اڳيون، واري پيو لِکن،**
**پنو سو پاڙهن، جنهن سان پسجي پرين کي**

سهڻا سائين عليه الرحمة عجب ادا ۽ عجب انداز، نہ سوال، نہ چندو، فائدو دل کي سڪون، قلب کي قرار، راهِ هدايت ملي، صراط مستقيم، سڌي واٽ تي هلي پئجي، هٿ جو آيو سو اگهيو، نہ رنگ و نسل جي تفريق، نہ ٻولي نہ علائقي جي تميز، خالي اچن فيض محمدي سان جهوليون ڀريندا وڃن.

حضور سهڻا سائين عليه الرحمة راڌڻ جي پرسان فقيرپور شريف جو ڳوٺ آباد ڪرڻ فرمايو. هي اهڙو تہ پوئتي پيل علائقو هو جو جهنگ ڪانسواءِ ڪجهہ بہ نہ هو، چوڌاري وڏا وڏا وڻ ۽ ڪک ڪڏون لڳيون پيون هيون، چور چوري ڪري هت اچي لِڪندا هئا. الحمدلله! اهڙي ٽُڪري کي آباد ڪيائون ۽ پوءِ هت سنڌ، پنجاب، بلوچستان، سرحد يعني پاڪستان جا تہ ماڻهو ايندا آهن پر ٻاهرين ڪيترن ئي ملڪن يعني دبئي، عرب امارات، اردن، سعودي وغيره مان ماڻهو هت اچن ٿا. ننڍڙو ڳوٺ شروع ۾ تہ نہ بجلي نہ پورو پاڻي نہ کائڻ پيئڻ جا وافر مقدار ۾ وسيلا، پر پياسي کي پاڻي جي ضرورت آهي تہ ڍنڍ تي ضرور ايندو.

72

دنيا جي ههڙي دجالي، نفسانفسي ۽ اونداهي واري دور ۾ جڏهن سڪون، ننڊ ۽ آرام راحت ختم ٿي وئي هجي، اهڙي وقت ۾ دلين کي سرشار ڪندڙ چاهي دنيا جي کهڙي ڪنڊ ۾ هجي اچڻو ئي پوندو آهي ماڻهو ايندا رهيا، پري پري کان ايندا رهن ٿا ۽ انشاءالله تاقيامت ايندا رهندا.

**فقيرپور** ڪانپوءِ ڪنديارو شهر لڳ **درگاهه الله آباد شريف** نالي ڳوٺ آباد ڪرايائون، اتي به نه سوال نه چندو، عام مولوين جو روزگار سوال چندي تي هوندو هو هت جو عجب ۽ نرالي انداز ۾ تبليغ جو ڪم ڏنائون ته سخت پريشان ٿي ويا. اهي مولوي حضرت صاحب کنهن کي ڪجهه به نه چوندا هئا ائين اهي مولوي خود بخود چپ ٿي ويا.

سندس احسان، ٿورن پلائين، ڪرمن، مهربانين ۽ شفقتن جي ڇا ڳالهه ڪجي، ڪي دوست ته شايد سوچين ته لوح محفوظ ۾ ڪيئن ٿا تقدير بدلائين؟ ڊاڪٽر عبدالرحيم وڏاءُ ٿو ڪري، پر جن کي پروڙ آهي اعتبار به اُهي ئي ڪندا، جن کي پير رهبر هادي حقيقت وارو ناهي، اِهي ويچارڙا مجبور ٿيا، انهن کي ته خبر ئي ڪانهي ته الله وارو، الله جو دوست وليءَ ڪامل ڇا ٿيندو آهي، انهن لاءِ ائين ڪٽي چئجي ته ڏيڏر کوهه کي ئي پنهنجي دنيا سمجهندو آهي، ڏيڏر کي ڇئبو ته ٻاهر هيڏي وڏي دنيا ۽ جهان آهي جنهن جي جهرمر ۽ جهنڪار زمين کان آسمان تائين وسي ۽ رسي پئي ته چوندو ته ڪوڙ ٿا ڳالهايو.

مطلب ته چوٽي آهي ته ٻُڌي ڳالهه تي اعتبار نه

ڪجي، ڏِني ڳالھ تي بہ ويچار ڪجي، جيڪي جماعت ۾ داخل ۽ شامل آهن انهن کي تہ پوري پروڙ آهي، خبر آهي پر جيڪي ٻيا ٻاهريان دوست آهن ۽ اعتبار نہ اَچين تہ ڳالھ پري تہ نہ آهي اڄ بہ اچو درگاھ قائم ۽ دائم آهي انشاءَ الله تاقيامت قائم رهندي.

هڪ شهنشاھ ويو تہ اهو پنهنجو پيارو فرزند حضرت خواجہ محمد طاهر المعروف محبوب **سڄڻ سائين** مدظلہ العالي اسان کي پنهنجي مسند سنڀالڻ لاءِ دنيا جي رهبري لاءِ گناهن ۽ پستين ۾ پوڻ وارن لاءِ راھ هدايت، تڪليفن ۽ مصيبتن ۽ مشڪل ڪشا، وهمن ۽ وِسوسن لاءِ حقيقي حڪيم عنايت فرمائي ويا، اڄ بہ درگاھ تي نور ۽ رحمت جي پالوٺ آهي، اڄ بہ قسمت بدلجي پئي، اڄ بہ دلين جي خزان کي پُربهار بڻايو پيو وڃي، اڄ الله الله جي نعرن سان زمين ۽ آسمان ۾ پڙلاءَ آهن. اڄ بہ پٽڪو ڏاڙهي ڏنڊڻ (سنت نبوي) زنده آهي، اچو ڏسو ۽ آزمايو آزمائڻ شرط آهي.

حضرت شيخ رومي عليه الرحمة فرمائي ٿو تہ الله جو ولي وينو هِت هوندو پر ان جو مقام ستين آسمان تي لوح محفوظ تي آهي. مطلب تہ حضور سهڻا سائين عليه الرحمة عجب جمال ۽ ڪامل انسان هيا محسن اعظم هيا.

ساڳئي نموني عرض ڪندو هلان تہ توهان محبت سان پيار سان نوڙت سان دل مان نفرتون ڪدورتون ڪاوڙ، ڪينو، ڪسب ڪڍي هڪ دفعو منهنجي مرشد سڄڻ سائين مدظلہ العالي جي دربار تي اچي تہ ڏسو انشاءَ الله اُهي رنگ لڳندا، اُهي خوشين جا خزانا ملندا جو سنڀاليندي ٿڪجي پوندا. ٻنهي جهانن جي ڀلائي

ڏينديءَ، هت هن دنيا ۾ عزت، سک، سڪون سلامتي ۽ اڳلي جهان قيامت ۾ به الله وارن سان گڏ ٻنهي جهانن جي سردار سان گڏ نبي ڪريم ﷺ جي نوري جهنڊي هيٺيان هونداسين، ڇو جو الله جا ولي حضور نبي ڪريم ﷺ جي دربار ۾ هر وقت حاضر هوندا آهن.عاجز ڪي ڪجهه حضور قبلہ عالم جي باري ۾ عرض لکڻو آهي ڪيترو به لکجي،

## حق تو یہ ہے کہ حق ادا نہ ہو

درگاهه الله آباد شريف نهڻ وقت سندن پيارو ۽ جيڪڏهن وڏاءُ نه هجي ته چئجي دادلو مريد ڊاڪٽر عبداللطيف چنا مرحوم آڏو آڏو هيو، پاڻ جاني مالي قرباني ڏني درگاهه الله آباد شريف ناهڻ ۾ شريڪ رهيا. عجيب ماڻهو هو ڊاڪٽر صاحب وينو هوندو هو ته ڄڻ آهي ئي ڪو نه، بيٺو هوندو ته ڪنڌ هيٺ، چُپ چپاٽ، ڄڻ ڪا سُڪل ڪاني بيٺي آهي، هلندو هو ته مزي مزي سان ۽ اهڙي ادا سان ڄڻ زمين تي نه پر ڪنهن پاٽيءَ تي پيو هلي، ڊاڪٽر صاحب جي زندگي تي به عاجز ڪجهه لکيو آهي جيڪو انشاءَ الله ايندڙ ڪنهن شماري ۾ سندن مضمون پڙهڻ لاءِ ملندو.

حضور قبلہ عالم سهڻا سائين عليه الرحمة حقيقت ۾ اها شخصيت هئي جنهن کي عالم باعمل چئجي پاڻ جيڪي ڪجهه چوندا هئا ائين ڪندا هئا عام ماڻهن وانگر جيئڻ ڪير چوي ته ائين ڪجي جيئن ڪري ائين نه ڪجي. پاڻ فرمائيندا هئا ته دنيا هڪ مسافر خانو آهي ۽ مسافرن وانگر هتي زندگي گذارڻ گهرجي، قيامت ڏينهن هڪ هڪ منٽ، هڪ هڪ لمحي جي پڇا ٿيڻي

آهي، هت موقعو مليو آهي، صحت آهي، جواني آهي، وقت آهي، انهيءَ کي غنيمت ڄاڻو، جو ڪجهه ڪرڻو آهي هِت ڪري وٺو، ويل، وقت، وري نه موٽڻو آهي. پوءِ هت هٿڻا پوندا قيامت ڏينهن عملن جي سخت ضرورت پوندي، ذرو ذرو عمل ڪري وٺو، اجايو وقت نه وڃايو، جيڪو ڪجهه ڪرڻو آهي هتي ڪري وٺو.

مطلب ته نصيحت آميز نڪتا الله ۽ رسول ﷺ جي محبت جا گفتا، اهڙي ته پيار ۽ پاٻوهه مان ٻڌائيندا هئا، اهڙو ته قيامت جو نقشو چٽيندا هئا ڄڻ اجهو قيامت مٿان بيٺي آهي ۽ اسان حساب ڪتاب ڏئي رهيا هجون، سندن تقرير جو به عجب طريقو ۽ نمونو هو. سڪ ۽ الفت جون ڳالهيون ڪري نگاهه ناز ڪري الله ۽ رسول ﷺ جي محبت دل ۾ پريندا ويندا هئا. ضمير جي ضربن ۽ وويڪن جي وڌن سان انسان جي سمهيل ۽ نميل ۽ مئل روح کي بيدار ڪرڻ سندن رات ڏينهن جو مشغلو هيو، شريعت طريقت کان ٻاهر قدم نه رکندا نه ڪنهن ٻئي لاءِ ان کي پسند فرمائيندا هئا. ***(هلندڙ)***

## دولت

**دولت جي نشي ۾ گم ٿي پاڻ کي معتبر سمجهندڙن کي قدرت جي هن فيصلي تي ضرور غور ڪرڻ گهرجي، ته جيڪڏهن دولت ئي ڪنهن ماڻهوءَ جي عزت جو دليل هجي ها ته فرعون ۽ قارون ئي دنيا جا عزت ڀريا انسان ليکيا وڃن ها ۽ مٿن خدا جو عذاب نه وسي ها!**

***چونڊ: اڪبر علي ميمڻ/ مٽياري***

74

# YOUTH WANTS PEACE

# اڄ جو نوجوان امنَ جو متلاشي آهي.

## طاهري عبدالرب رتڙ

**هي** خوبصورت ۽ رنگارنگ دنيا اسان سيني جو گڏيل گهر آهي، جنهن ۾ اسين سڀ رهون ٿا، ان جي بهتري جي حفاظت ان گهر ۾ رهڻ وارن سيني جي ذميواري آهي، هن وقت دنيا جي امن کي تباهه و برباد ڪرڻ واري شيءِ افراتفري آهي، دنيا ۾ بدامني، ڏينهون ڏينهن وڌندي رهي ٿي، نوجوان نسل سڀ کان زياده متاثر ٿي رهيو آهي.

دنيا ۾ امن (peace) قائم ڪرڻ لازمي آهي ته اسين صوفي بزرگن جي ڏنل سبق، پيار و محبت، اخوت، ڀائپي، برادري جهڙن عنصرن کي فروغ ڏيون، علماءِ ڪرام پنهنجي وعظن ۾ احتياط کان ڪم وٺن ڇو جو ان ۾ اهڙا الفاظ نه هجن جنهن ۾ ڪنهن غيرمذهب يا ڪنهن به مسلمان يا انسانيت جي دل آزاري ٿئي، اسان جي مرشد مربي حضرت قبله سجڻ سائين جن جي ڏنل پنج نقاطي پروگرام جنهن ۾ تعليم، برداشت، رواداري جي ذريعي ئي دنيا ۾ امن قائم ٿي سگهي ٿو. اسان جي ملڪ ۾ معاشي بدحالي، غربت جي ڪري امن خراب ٿي رهيو آهي، جنهن لاءِ اسان سيني کي گڏيل لائحه عمل جوڙڻو پوندو.

دنيا ۾ امن قائم ڪرڻ لاءِ هنن ڳالهين جو خيال رکيو ويندو آهي معاشي ۽ معاشرتي مسئلن کي حل ڪرڻ

جي ضرورت آهي، جمهوريت هجي، ادارا مضبوط هجن، قانون جي بالادستي هجي، هر سطح تي مساوات هجي، طبقاتي نظام کي ختم ڪيو وڃي، مذهبي تعليم کي صحيح نموني سمجھڻ سان ئي دنيا ۾ امن قائم ٿي سگهي ٿو.

اسلام امن جو مذهب آهي، مسلمانن جي اڪثريت امن ۽ محبت جي لاءِ ڪم ڪري رهي آهي، امن ۽ نوجوان هڪ ٻئي کان جدا نہ آهن، اڄ جي دور ۾ پريشاني ۽ بدامني جو شڪار بہ نوجوان نسل ئي آهي، پر اڄ جو نوجوان امن جو متلاشي آهي، پوري دنيا هن وقت امن و امان جي صورتحال کي منهن ڏئي رهي آهي، جيستائين برداشت، تحمل، صبر، پيار، محبت عدل و انصاف مساوات، آزادي راءِ تحرير احترام انسانيت عوامي خيالات جو احترام سوچ و نظريہ جي آزادي پنهنجي خيالات کي ٻين مٿان مسلط ڪرڻ کان پاسو ڪرڻ ۽ بنيادي انساني حقوق جي آزادي ۽ احترام ڪرڻ آهي.

دنيا جي اندر لاتعداد تنظيمون ڪم ڪري رهيون آهن پر اسان جي مرشد حضور قبلہ عالم محبوب سڄڻ سائين مدظلہ ۽ **حضرت سهڻا سائين** عليه الرحمة جن جون قائم ڪيل تنظيمون جماعت اصلاح المسلمين، جمعيت علماءِ طاهريہ، روحاني طلبہ جماعت جو فڪر، سوچ ان طرف آهي تہ دنيا امن، سڪون پيار محبت جو مرڪز بڻجي پوي، اسان جي مرشد مربي جو رات ڏينهن اهو ئي فڪر آهي جنهن لاءِ هر وقت ڪوشان رهندا آهن.

****************************************

****************************************

# سائنس جون ايجادات، لهرون ۽ فيض جون لهرون

ابوبڪر بوزدار طاهري

**تهذيبي** اعتبار سان دنيا اڄ جنهن دور مان گذري رهي آهي ان کي مادي دور چيو وڃي ٿو. علم سائنس جي ترقي ۽ ان جي بيشمار ايجادات انسان کي ماده پرست بنائي ڇڏيو آهي نوبت ايتري تائين پهتي آهي. انسان کي صرف مادي جي لحاظ کان پرکيو ويندو آهي جهڙي طرح پوري دنيا ۾ تيزي سان سائنس جو نظام قائم ٿيندو پيو وڃي معاشي سياسي ۽ سماجي طرح سان تقريباً پوري دنيا ان نظام جي لپيٽ ۾ آهي.

نئين ايجادات جي ذريعي سائنسدان زمين جي رفتار کي روڪڻ ۽ لهرون پيدا ڪرڻ سيلاب جو اچڻ سمنڊ جي پاڻي کي زمين تي اڇلائڻ، هنن شين تي سالن کان تحقيق جاري آهي. ڪجهه حد تائين ڪاميابي به ملي آهي. 1993ع الاسڪا شهر ۾ هڪ پروگرام لانچ ڪيو ويو اهو تقريبًا 30 ايڪڙ زمين جي ايريا تي جديد ترين ٽيڪنالاجي نسب ڪئي وئي انهن هن طريقي سان هاءِ ليول جو عبور حاصل ڪيو، اينٽينا ELF فريڪوئنسي خلا ۾ موڪلي وڃي ٿي ۽ خلا کي Ionosphere جنهن کي سائنسي دنيا ۾ outer sphere هڪ خاص waves آهي. اها جڏهن فريڪوئنسي سان ٽڪرائيندي آهي وري طاقتور ٿي پلٽو ڪائيندي آهي ته پوءِ سائنسدان ان تي ڪنٽرول حاصل ڪري پنهنجي مقاصد لاءِ استعمال ڪندا آهن. الاسڪا جي 200 ميل پري هڪ انتهائي طاقتور ٽرانسميٽر نسب آهي. اهو 23 ايڪڙ زمين تي 180 ٽاور وڏي اينٽينا ELF لڳائي وئي آهي جنهن جي ذريعي ڊفينس اسڪيم ۽ موسم جي

اصلاح ۽ انسان جي ذهن کي قابو ڪري خطرناڪ لهرون پيدا ڪن ٿيون. مثلاً جهاز جو انجڻ بند ڪرڻ، هوا ۾ طوفان پيدا ڪرڻ، موسم کي تبديل ڪرڻ هن اينٽينا ۾ پيدا ٿيندڙ لهرن جو ڪمال آهي.

ماهرين جي روح تي تازه ترين تحقيق آهي ته هڪ آواز هڪ طرف بلڪه اراده ڪرڻ سان، خيال سان لهرون اٿڻ لڳنديون آهن انهن جي ذريعي انسان روحانيت سان رابطو ڪري سگهي ٿو فرشته ۽ قوت شدگان قوتن سان ملي مدد ڪن ٿيون. يعني جذبات قوت ۾ زبردست لهرون پيدا ڪري ٿو ته جڏهن اهي لهرون فيض رسان قوتن سان ٽڪرائجن ٿيون ته اهي قوتون خود اسان جي مدد لاءِ پهچن ٿيون. طاقتور خيالات ذريعي لهرون اچن ٿيون جيڪي اسان جي دماغ سان ٽڪرائجڻ ڪان پوءِ هڪ "تجويز" جي شڪل اختيار ڪن ٿيون. جنهن تي عمل پيرا ٿي تڪليف ختم ٿي ويندي آهي. اسان جو هر جملو يونٽ جي انرجي، هر لفظ قوت جو هڪ خزانو آهي. هڪ انسان جي اندر Radiation يا Vibration مخصوص منهن مان نڪرندي آهي ۽ هڪ اثر پيدا ڪندي آهي. ۽ هن جو ڪاسمڪ ورڊ ۾ هڪ وڏو مقام آهي.

غرض هر جذبه محبت رحم خدا، مروت، صبر، بردباري، درگزر، استقلال، صالحين، الله جي عبادت ڪرڻ، روئڻ آه زاري ڪرڻ سان جسم ۾ اهڙيون رطوبتون پيدا ٿين ٿيون جو انهن جي ڪري آس پاس هڪ دائرو بنائن ٿيون. جيڪو اسان کي نظر نٿو اچي، پر اسان محسوس ڪريون ٿا. اهڙو شخص جنهن تي خدائي نور وسي انهي وٽ جيڪو ويهندو آهي انهي دائري مقناطيسي ڪشش روحاني بيمارين يعني اخلاق رزيله جي اثرن کي زائل

ڪن ٿيون اگر انهن وٽ بار بار ويهجي تہ گناهہ جا تباه ڪن اثرات ختم ٿيندا. توهان دوستن جو مشاهدو هوندو تہ اهڙي شخص وٽ خوامخواهہ بہ ويهڻ تي دل چوندي. توهان ڪي چيو ويندو آهي تہ الله جو ذڪر ڪيو، مرشد ڪامل جو دامن وٺو ۽ چيو ويندو آهي تہ گناهن کان توبهہ ڪريو. انهيءَ ڪري توهان جي اندر حقيقي عشق جون لهرون موجود آهن. انهن ۾ حرڪت پيدا ڪرڻ لاءِ جڏهن توهان ذڪر ڪندا تہ اهي لهرون حرارت ۾ ايندديون پوءِ توهان جي اندر لرزه شروع ٿي وينديو، اڪثر ائين ٿيندو آهي تہ روئڻ جاري ٿيندو ۽ ڏڪڻي شروع ٿيندي ۽ پوءِ فيض رسان لهرن جي توصل سان فيض حاصل ٿيندو پوءِ توهان جي سوچ اند لهرون پيدا ٿينديون آهن.

توهان سوچ ۾ پئجي ويندا تہ اهي لهرون ڪئين پيدا ٿينديون ؟ڪئين ظاهر ٿينديون؟ ۽ لهرن جي حرڪت ڪيئن ظاهر ٿيندي ڇاجي ڪري گناهن جي ڪري توهان جي اندر لهرن جي مٿان هڪ پهاڙ بينو آهي اهو هٽندو ڪئين؟ انهن جي لاءِ توهان ڪي **دربار الله آباد شريف** اچڻو پوندو.هڪ مرشد ڪامل جو دامن وٺڻو پوندو، تڏهن ئي حقيقي فيض حاصل ٿيندو تہ پوءِ لهرون اٿنديون انهن لهرون جو مرڪز حقيقي عشق ڪرڻ واري عاشق جي لهرن سان ٽڪرائينديون تہ اهو لهرن جو رخ آقا مصطفيٰ ﷺ جي ذات طرف ڪري ڇڏيندو ۽ اهو مرحلو گذرڻ ڪانپوءِ توهان لهرن جون ڪنٽرول حاصل ڪري ورتو تہ پردا هٽي ويندا شعاعون نظر ايندديون ۽ حقيقي مالڪ جو جلوه ملي ويندو.

# هڪ حقيقت هڪ لطيفو

چونڊ: فضل الرحمان گبول طاهري

هي هڪ مشهور لطيفو آهي ته ڪجهه ماڻهو ٻيڙي تي سوار ٿي پارُ وڃي رهيا هئا، درياهه بادشاهه ته اڳي ئي موجَ ۾ هيو، اوچتو جو هوا جو جهوٽو آيو ته ملاحن سميت اڪثر سوارن جون ته وايون بتال ٿي ويون ۽ لڳا دل سان دعائون گهرن.... الله سائين ڪرم ڪر.. توبہ... زاري... مولا....بچاءِ... پر ڪي پرمتڙيا اهڙا بہ اتي ويٺا هيا جن چيو! خواهہ مخواهہ ٿا پريشان ٿيو، جي ڪٺي ٻيڙي ٻڏي تہ اسان تري پار ٿينداسين، نقصان ٿيندو تہ ملاحن جو.... اسان ڇو فڪر ڪريون.... اهو نہ سوچيائون تہ ...... سبھی جی رہے ہیں اسی کے سہارے، اگر ناؤ ڈوبی تو ڈوبیں گے سارے

اهوئي حال آهي اڄ اسان مسلمانن جو... خاص ڪري پاڪستانين جو، ملڪ ملت، مذهب، عقيدي ۽ اسلامي تهذيب و تمدن خلاف چوڌاري تندوتيز طوفانن جو گهيرو آهي ۽ اسان جي قسمت واري ٻيڙي انهن نقصان ده زوردار هوائن جي آڌار تي مغرب ڪان منهن موڙي مشرق جي طرف محوسفر آهي ۽ اسان جا ڪشتيبان:

چلو تم ادھر کو، ہوا ہو جدھر کی

واري چواڻي تي عمل پيرا آهن ۽ ناعاقبت انديش تماش بينن جي اڪثريت تماشو پئي ڏسي تہ ڏسو اڳتي ڇا ٿوٿئي.... پنهنجو ملڪ ڏينهون ڏينهن خوشحال پيو ٿئي، انهن ڪي غريبن جي غربت ۽ بہ ويلا ماني جي ضرورت بہ نظر نہ ٿي اچي.... تعليمي، سائنسي، ٽيڪنالوجي، ميڊيا، انٽرنيٽ جي ترقي جو زور شور آهي (۽ هجڻ بہ گهرجي) پر مذهبي، ديني تعليم ۽ ديندار معاشرو، پنهنجن ۽ پراون جا حق، خدا جي عبادت، رسول الله ﷺ جي اطاعة ۽ الله وارن جي صحبت ۽ سنگت جو قدر ڪونهي، فڪر ڪونهي،

**قدر وارا ڪم ٿيا، ڪُتا خريدارَ**
**هيري موتي ماڻڪ جا سالڪ لهندا سارَ**
**جيڪي لوهہ ڪُٽين لوِهار**
**تن ڪي ڪهڙو قدر سونَ جو.**

78

# مرشد ڪامل صلي الله عليه وسلم
# مريد صادق رضي الله عنه

**جوڙيندڙ: مجيب الرحمٰن گبول طاهري**

**حضرت** طلحه رضي الله عنه به نبي سائين ﷺ جن جو پيارو عاشق ۽ صادق صحابي هيو، جنهن جي هر عمل، قول ۽ فعل ۾ الله ۽ الله جي حبيب ﷺ جي اطاعة ۽ اتباع پيش نظر رهيو. ان کي الله تعالىٰ هڪ خوبصورت باغ عطا فرمايو هيو، جنهن جي ڪم ڪار ۽ سيرو سياحت کان فارغ ٿيندي ئي هو، پنهنجي خالق ۽ مالڪ جل وعلىٰ جي حضور سر سجدي ۾ رکي نفل نمازو پيو پڙهندو هيو، هڪ دفعي نماز پڙهندي سندس نظر هڪ خوبصورت پکي تي پئجي وئي، جيڪو سامهون وڻ جي هڪ ٽاري کان ٻي ٽاري ڏي خوبصورت انداز ۾ اڏامي رهيو هيو. بشري فطرة موافق سندس معمولي توجه ان پکي ۽ باغ ڏي ويو... پر وري سنت ئي پنهنجو خيال مٽائي همه تن نماز ۾ مشغول ٿي ويو.... نماز پوري ٿي... ذهن ۾ اچي هيءُ خيال دامنگير ٿيو.... ته نماز ته الله جي بارگاهه ۾ حاضري آهي، ان موقعي تي دنيا ڏي خيال... اهو نٿو سونهي... اهو سوچي سڌو سهڻي نبي ڪريم ﷺ جي بارگاهه اقدس ۾ حاضر ٿي مٿيون واقعو بيان ڪري عرض ڪيائين... سائين جيڪو باغ نماز دوران منهنجي خيال ۽ توجه کي خدا کان هٽائي اهو پاڻ وٽ رکڻ نٿو چاهيان.... راهِ خدا ۾ وقف ڪرڻ چاهيان ٿو يارسول الله صلىٰ الله عليڪ وسلم.... قبول فرمايو.....نبي ڪريم رؤف رحيم ﷺ جن پهرين ته ان کي سمجهايو.... فڪر نه ڪر ان ۾ پريشان ٿيڻ جي ڪا ڳالهه نه آهي... (قبله ڏي رخ رهندي سامهون ڪنهن شيءِ تي نظر پوڻ، سان ته نماز ۾ ڪو خلل واقع نٿو ٿئي) پر وري به هن جي پيشاني تي پريشاني جا آثار نمايان هيا، آخرڪار نبي ڪريم ﷺ مشڪندي هن صحابي سڳوري رضي الله عنه جي قرباني قبول ڪئي.

**سبق!:** اسان اوهان به ان معيار تي پنهنجي نمازن کي پرکيون ۽ دنيا دولت سان دلي لڳاءُ ۽ محبت کي به ان سان ڀيٽي ڏسون ته خبر پئجي ويندي ته اسان ڪيترا سچا ۽ سدورا مسلمان آهيون.

# وياج جي وبا

محمد حسن قمبراڻي طاهري

**اسان** جنهن معاشري ۾ رهون ٿا اتي جي ڪجهه آبادي حلال ڪمائي بجاءِ حرام جي ذريعي معاش ڪري رهي آهي، اهو ائين ته اسان وٽ وياج جو ڪاروبار عروج تي پهچي ويو آهي پر افسوس جو اسان ان خلاف آواز اٿارڻ بجاءِ خاموش ويٺل آهيون، اهو قدم يا طريقو جيڪو قرآن وسنت جي خلاف هجي، اهو قوم ۽ ملت لاءِ هر حال ۾ نقصانڪار ثئي ٿو، ڀلي ظاهري طور ان ۾ ڇو نه لکين فائدا نظر ايندا هجن، وياج پڻ ان دنيوي باغ مثل آهي جنهن کي ماڻهو تمام گهڻو فائديمند سمجهندا آهن پر ان جو نتيجو ۽ برو اثر ڪو نه ٿا ڏسن.

اسان پنهنجو پاڻ تي ٿورڙو غور ڪريون ته اسين مسلمان ڏينهون ڏينهن ڇو پوئتي ڌڪجي رهيا آهيون؟ ڇاڪاڻ جو اسين الله ۽ ان جي رسول ﷺ جي حڪم تي عمل ڪرڻ ڇڏي ڏنو آهي، اسان دنيا جي ڏيڻ ۾ اهڙو ته جڪڙجي ويا آهيون جو حلال ۽ حرام ۾ فرق نه ٿا ڪري سگهون، جائز ۽ ناجائز جي تميز نه ٿا ڪيون، پاڻ ۽ پنهنجي ايندڙ نسل کي تباهي طرف هٿ سان ڌڪي رهيا آهيون، مگر افسوس سان چوڻو ٿو پوي ته اسان وٽ وياج واري ڪڏي ڪاروبار واري وبا گهٽجڻ بجاءِ ڏينهون ڏينهن وڌي رهي آهي، اسان جي سنڌ ڌرتي جا ماروئڙا هن ڪاروبار کي خوشيءَ سان ڪندي ڳاٽ اوچو ڪري هلن ٿا، ارشاد خداوندي آهي ته ”جيڪي وياج کائين ٿا، اُهي پنهنجي قبرن مان ائين اُٿندا جهڙي طرح اهو شخص اٿندو آهي جنهن کي شيطان جي پاڇي لڳڻ سان ديوانو ڪري ڇڏيندو آهي، اهو ان ڪري آهي ته انهن چيو ته واپار مثل وياج جي آهي ان ۾ الله واپار کي حلال ۽ وياج کي حرام ڪيو آهي، پوءِ جنهنکي الله جي طرفان نصيحت پهتي ۽ باز اچي ويو جيڪي ڪجهه پهريائين ڪري چڪو اهي اهو معاف آهي ۽ ان جو معاملو الله تعالىٰ جي حوالي آهي ۽ جيڪي پوءِ به اهڙو عمل ڪندا اهي

جهنمي آهن ۽ اهي ان ۾ هميشه رهندا، الله تعاليٰ وياج کي متائي (ختم ڪري ٿو ۽ صدقن کي وڌائي ٿو ۽ ناشڪر گنهگار کي الله دوست نه ٿو رکي.(القران)

باري تعاليٰ فرمايو ته "اي ايمان وارؤ الله کان ڊڄو ۽ جيڪي 79
ڪجهه توهان جو وياج (ماڻهن ۾) رهجي ويو آهي ان کي ڇڏي ڏيو، جيڪڏهن توهان مؤمن آهيو ۽ جيڪڏهن توهان ائين نه ڪيو ته توهان سان الله ۽ ان جي رسول ﷺ جي طرفان جنگ جو اعلان ۽جيڪڏهن توبه تائب ٿيو ته توهان کي اصل مال ملندو نه بين تي ظلم ڪريو ۽ نه ڪي ٻيو توهان تي ظلم ڪندو.

هن آيت سڳوري ۾ مسلمان ڀائرن کي الله سائين طرفان هڪ اهڙي تنبيهه ۽ خبردار ڪيو ويو آهي جنهن ۾ اهو فرمايو ويو آهي ته توهان هن آيت جي پڙهڻ شرط پنهنجيون وياج واريون مڪمل ڏيتي ليتي ڇڏي ڏيو، هن ۾ ڪنهن وقت يا مدت جو ڪو به ذڪر نه آهي، جو ته هي ڳالهه واضح ڪئي وئي آهي ته توهان جي وياج جي رقم جيڪڏهن ڪنهن وٽ رهيل آهي ته انکي ڇڏي ۽ ان کان اصل رقم وٺو، بس توهان لاءِ اها ئي ڪافي آهي پر جيڪڏهن توهان ان تي عمل نه تا ڪريو پوءِ توهان سان الله ۽ ان جي رسول ﷺ جنگ جو اعلان ڪن تا ۽ ان کان وڌيڪ خدا تعاليٰ جي طرفان سختي ٿي سگهي ٿي، ان کان وڌيڪ ڪو ڏمر تي سگهي ٿو، اسان جي معاشري ۾ ڏڪار، بدامني ۽ ٻيون سماجي برائيون حد کان وڌي چڪيون آهن، ڇا هي خدا ۽ ان جي رسول ﷺ جو ناراضپو ناهي ته ٻيو ڇاهي؟ مگر اسان جون دليون ايتريون ته سخت ۽ پٿر ٻڻجي ويون آهن جو انهن دلين تي ڪا به تنبيهه يا جنگي اعلان اثر نه ٿو ڪري، ماڻهن کان وياج وٺڻ سراسر ان تي ظلم آهي، انکي ڳچي ۾ رسو وجهي سولي تي چاڙهڻ مثل آهي، افسوس آهي جو اسان مسلمانن پنهنجي هن فاني ۽ بيوفا جهان کي اصلي گهر سمجهي ان جي سينگار ۾ راحت حاصل ڪرڻ لاءِ ان جي رنگينين ۾ ايترو ته گم ٿي ويا آهيون جو اسان کي اصلي گهر آخرت جي لاءِ ڪو به فڪر ناهي، ته شال الله تعاليٰ اسان سيني کي وياج جهڙي موذي بيماري کان بچائي.

الاصلاح
اوپن
فورم

قارئين جي تحريري صلاحيتن کي اجاگر ڪرڻ لاءِ هي سلسلو شروع ڪيو ويو آهي، جنهن جا نتائج بهترين اچي رهيا آهن، آئينده شماري لاءِ موضوع آهي:
”اڄ احساس ڇو پيو موڪلائيندو وڃي؟“ قلم کڻو ۽ 50 لائينن تي مشتمل جامع ۽ حقائق تي مبني تصديق شده تحرير ارسال ڪريو، زياده ڊگهي تحرير مقابلي ۾ شامل نه ڪئي ويندي، اداري جو مراسلا نگار سان متفق هجڻ ضروري نه آهي، مضمون اماڻڻ جي آخري تاريخ 25 اپريل 2016ع آهي.

## برداشت ڪيئن پيدا ڪجي؟

**مولانا ثناءُ الله بروهي /مٺياري**

**الله تعالیٰ جو قول آهي: ولمن صبر وغفران ذالک لمن عزم الامور** (سورة 43)

**ترجمو: بيشڪ جنهن صبر ڪيو ۽ بخشيائين ته يقينًا اهي همت جا ڪم آهن. (ڪنز الايمان)**

يعني جنهن برداشت ڪيو ٻئي ڪنهن جي طرفان مليل تڪليف تي ۽ وري ان شخص کي معاف به ڪيائين ته الله تعالیٰ جي فرمان مطابق اهو همت جو ڪم اسين دنيا جي اندر معمولي ڪم ٿا ڪريون ته ماڻهو اسان کي چوندا آهن اوهان وڏو همت وارو ڪم ڪيو اهي پر جنهن ڳالهه تي الله تعالیٰ اسان جي ساراهه ڪري حقيقت ۾ همت جو ڪم اهو آهي.

هن آيت ڪريمه ۾ الله تعالیٰ همت جو ڪم صبر (برداشت) کي فرمايو آهي مطلب ته بندي کي اگر ڪو ماڻهو تڪليف ڏئي ٿو ته اهو شخص ٻئي جي ڏنل تڪليف تي صبر ۽ برداشت کان ڪم وٺندي ان کي معاف ڪري ڇڏي! حضور ﷺ

80

جن کي ڪافر طرح طرح جون تڪليفون ڏيندا هئا، پاڻ انهن جي ڏنل تڪليفن تي صبر ڪيائون ۽ انهن ڪافرن جي لاءِ هدايت جون دعائون گهريائون ۽ حضور ﷺ جن جڏهن اهي ڪافر ايندا هئا ته پاڻ ﷺ جن پنهنجي چادر وڇائي ان تي ڪافرن کي ويهاريندا هئا، جڏهن مڪ مڪرمہ فتح ٿيو ته حضور ﷺ جن اعلان فرمايو ته جيڪي ڪافر مشرڪ پنهنجي گهرن ۾ ويهندا ته انهن کي اسان جي طرفان امان آهي پاڻ انهن جي ڏنل تڪليفن کي وساري انهن کي معاف ڪيو. هن دنيا ۾ جيڪي بہ انبياءِ ڪرام آيا جڏهن سندن جي قوم انهن انبيائن کي تڪليفون ڏنيون ته اهي نبي پنهنجي انهن قومن جي ڏنل تڪليفن کي وساري انهن لاءِ هدايت جون دعائون گهريون ۽ انهن برداشت جو درس ڏنو.

حضور ﷺ جن فرمايو ته جنهن شخص ۾ ٽي ڳالهيون هجن الله تعالیٰ ان تي حساب آسان ڪندو، پنهنجي خاص رحمت سان ان کي جنت ۾ داخل ڪندو، جو توکي محروم رکي تون ان کي عطا ڪر، جو تو سان ظلم ڪري تون ان کي معاف ڪر، جو تو کان ڇني تون ان سان ڳانڍاپو پيدا ڪر، حضور ﷺ جن ارشاد فرمايو ته جيڪو نرمي کان محروم ڪيو ويو سو سڀ ڀلاين کان محروم ڪيو ويو، حضور ﷺ جن فرمايو اوهان مان طاقتور شخص اهو آهي جيڪو پنهنجي ڪاوڙ تي ڪنٽرول ڪري،

سيدنا علي المرتضيٰ رضي الله عنہ فرمايو ته معاف ڪرڻ بهادري آهي.

اسان کي گهرجي ته اسان پنهنجي اندر ۾ برداشت جو مادو پيدا ڪيون، هر ڪنهن تي ڪاوڙ ڪري منهن گهنجائي ويهڻ کان ڇهري تي مسڪراهٽ رکي هر ڪنهن سان سهڻي سني سلوڪ، رويي سان پيش اچون ته اسان لاءِ ڪاميابي يقيني بڻجي سگهي ٿي.

***********************************




## مؤمن

پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو اوهان مان ڪوئي شخص ايستائين مؤمن نه ٿو ٿي سگهي جيستائين پنهنجي ڀاءُ لاءِ اها ڳالهه پسند نه ٿو ڪري جيڪا پنهنجي لاءِ پسند اٿس.(بخاري شريف)

**چوند: شاهزيب/مظفر سهرياڻي/ڪنڌڪوٽ**

انچارج: عبيد الله ڪوڪر

## انمول موتي

*دنيا هڪ ڪتاب آهي ۽ وقت هڪ بهترين دوست آهي.

*سچ کي حقيقي رنگن ۾ بيان ڪرڻ به هڪ فن آهي.

*علم دل کي اهڙي طرح زنده ڪري ٿو جيئن بارش خشڪ زمين کي.

*ڪردار کان بغير علم برائي جي طاقت بنجي سگهي ٿو.

*زندگي جو هر ڏينهن تنهنجي تاريخ جو هڪ ورق هوندو آهي.

**چوند: حافظ عبدالغفار ٽيپو**

**ڊاسوڙي ٽنڊوالهيار**

## ست شيون

جيڪڏهن هي ست شيون اوهان ۾ موجود آهن ته اوهان کي ڪڏهن به نقصان نه ملندو:

1:**مٺي زبان**

2: **نرم طبعيت**

3: **امانت داري**

4: **خوش اخلاقي**

5: **سادگي**

6: **سچائي**

7: **صبر**

**چوند: اڪبر، اطهر ميمڻ/مٽياري**

## سلامتي

جيڪڏهن اوهان جسم، قلب، دين ۽ مال جي سلامتي چاهيو ٿا ته 8 ڳالهين جو خيال رکو:

1: جيڪا شيءِ هٿان وئي هلي، ان جو ارمان نه ڪيو.

2: جيڪا اڃان آئي ناهي ان جو غم نه ڪيو.

3: جيڪا ڳالهه اوهان ۾ آهي، ان تي ٻئي کي ملامت نه ڪيو.

4: جيڪو ڪم اوهان ڪيو ناهي، ان جو اجورو طلب نه ڪريو.

5: جيڪا شيءِ اوهان جي هٿ وس ناهي، ان ڏانهن لالچ واري نظر نه رکو.

6: ان تي ڪاوڙ نه ڪريو، جنهن کي اوهان جي ڪاوڙ نقصان نه پهچائي سگهي.

7: جنهن کي چڱي طرح نه ٿا سڃاڻو، ان جي واکاڻ نه ڪريو

8: جنهن سان سفر نه ڪيو آهي، ان جي تعريف ۽ واکاڻ نه ڪريو.

**چوند: الله وسايو وگهيو/مدرسہ مٽياري**

82

# سڄڻ جا سنيھا



**انچارج: محمد فهيم**

مدثر/مبشر علي خان ڪلهوڙو ٽنڊومحمدخان کان لکن ٿا ته الاصلاح پڙهيوسين، بيحد پسند آيو، تمام خوبصورت رسالو جنهن ۾ ديني، اصلاحي معلومات پڙهڻ لاءِ حاصل ٿي، اميد ته هن کي مستقل جاري رکندا، مواد اماڻي رهيو آهيان، اميد ته شايع ڪندا، مهرباني ٿيندي.

***محترم برادران! پسنديدگي جو اظهار ڪرڻ تي ادارو اوهان جو ٿورائتو آهي.**

سراج الدين گورگيج /وارهه کان لکي ٿو ته الاصلاح اڳي کان گهڻو خوبصورت ۽ بهترين نظر آيو، ٽيم کي اهڙو اصلاحي رسالو پابندي سان شايع ڪرڻ تي واڌايون ڏيان ٿو.

*** سراج صاحب اوهان جي وڏي مهرباني**

حافظ انور علي ميمڻ /مٺياري کان لکي ٿو ته الاصلاح جو شدت سان اوسيئڙو رهندو آهي، اوهان پاران اعلانيل **حضرت پير مٺا سائين** عليه الرحمة خاص نمبر جو بيچيني سان انتظار آهي، اميد ته هميشه جيان مانائتي موٽ ڏئي مواد شايع ڪندا، ڪجهه دوستن پاران انعامي مقابلي جا ڪوپن پري اماڻي رهيو آهيان ۽ خبرنامه به اماڻي رهيو آهيان، اميد ته شايع ڪري حوصله افزائي ڪندا.

**** حافظ انور ميمڻ صاحب! اوهان جو مواد معياري هوندو ته واري اچڻ تي ضرور شايع ٿيندو، ٻين سلسلن ۾ به اوهان جي دوستن جو مواد شامل آهي.***

عاجز عبدالرب رتڙ /گمبٽ کان لکي ٿو ته الاصلاح جي جديد، سهڻي سناءُ ۽ عاليشان ٽائيٽل سان جاري ڪرڻ تي دل جي گهرائين سان لک مبارڪون هجن، اوهان جو وڏو احسان آهي جو هن نفسانفسي، افراتفري ۽ وٽ ونان واري وقت ۾ به اهڙو شاندار ديني، معلوماتي رسالو جاري ڪري رهيا آهيو. الاصلاح کان باقائده متاثر آهيون، مان شروع کان وٺي الاصلاح جو پراڻو قاري آهيان. رساله پڙهڻ سان ديني، مذهبي، سائنسي معلومات ۾ اضافو ٿئي ٿو. اميد ته ان ۾ اجان هڪ سلسلو فقهي سوالات و جوابات لازمي شايع ڪيو وڃي ته وڌيڪ بهتر ٿيندو.

**** رتڙ صاحب، پسند ڪرڻ تي ادارو اوهان جو مشڪور آهي، اوهان جي تجويز لاڳاپيل شعبي ذانهن اماڻي وئي آئي.***

# نذرانہ عقيدت

## ڪلام: الحاج رحيم بخش لاڪو نوابشاهي

قمر ويو ڪاپڙي ڪامل، نورالله مرقده
تيو الله سان واصل، نورالله مرقده

1: سي آديسي اٿي ويڙا، سي لاهوتي لڏي ويڙا
حقيقت کي ڪيو حاصل، نورالله مرقده.

2: شريعت جو طريقت جو معرفت جو ۽ حقيقت جو
هيو هر حال ۾ حامل، نورالله مرقده،

3: ٿيو تشريف فرما سنڌ ۾، پنجاب ڪان پارس،
ڪيائين سونُ سڀ سائل، نورالله مرقده

4: اٺين شعبان، رحمتپور ۾، آرامي ٿيو عارف،
ڪئي ملڪوت ۾ محفل، نورالله مرقده

5: ويو وينجهار وحدت جو عيان،حضرت) عبدالغفار عارف،
ڪفر ۽ شرڪ جو قاتل، نورالله مرقده

**انهن دوستن جا نالا جن جو مواد اداري تائين پهتو آهي:**

شهباز علي سيال / هاءِ اسڪول مسو، گل منير ڪوهارو / خدا جي بستي ڪوٽري، حبيب الله ميمڻ /پريا سٽي، جيوڻ ورياهه اجن شاهه /هالا، محمد عظيم ورياهه /اڏيرولعل وليج، مظفر سهرياڻي، شاهزيب سهرياڻي /ڪنڌڪوٽ، محمد يعقوب ابڙو، طيبه اطهر ابڙو، شرف الدين، نصيرالدين، حافظ يوسف گل تگر، محترم محمد حسن قمبراڻي، مدثر، مبشر علي خان ڪلهوڙو /ٽنڊومحمدخان، ڪامران علي چانڊيو، نثار احمد خاصخيلي، شاهد طاهري / مٽياري، مسرور اسرار شر، ياسين شر، عمران، صدام، محمد امين قاسماڻي /ٺري ميرواهه، اعجاز احمد ورياهه /اڏيرولعل، طيبه طاهري /دادو، شرف الدين مرڪنڊ/ وارهه، معصوم گورگيج/وارهه، تنزيلا مختار پيرزادو /سکر،

# رجسٽريشن براءِ تبليغي وفود




انچارج: عالمگير قريشي

## رپورٽ: مولانا اسرار احمد طاهري

جيئن ته الحمدلله! حضور قبله عالم جي حڪم مطابق تبليغي وفود جي رجسٽريشن ۽ تبليغي سرگرمين جون رپورٽس بذريعه SMSموبائل نمبر 03013280678 تي پهچنديون رهن ٿيون، جن کي باقائدگي سان ڪمپيوٽرائزڊ ڪرڻ بعد حضور قبله عالم جن جي خدمت ۾ پيش ڪيون وڃن ٿيون،

جماعت جي مبلغين کي گذارش ڪئي وڃي ٿي ته جن احباب جا وفود رجسٽرڊ آهن، آهي پنهنجي تبليغي ۽ تنظيمي ڪاوشن کان مرڪز درگاهه الله آباد شريف ۾ هر انگريزي مهيني جي دير ۾ دير 5 تاريخ تائين درج ڪرائين. ٽوٽل رپورٽس هڪ ايس ايم ايس ۾ موڪلين ته جيئن درگاهه الله آباد شريف جي ماهوار پروگرام، جيڪو هر مهيني جي ٻئي آچر تي منعقد ڪيو ويندو آهي، ۾ اها اجتماعي رپورٽ پيش ڪئي وڃي. وفود جي انچارج صاحبن کي گذارش آهي ته هو رپورٽ موڪلڻ ۾ سستي نه ڪن، اگر انهن پنهنجي تبليغي ۽ تنظيمي سرگرمين کان آگاهه نه ڪيو ته درگاهه الله آباد شريف ۾ تبليغي وفود جي رڪارڊ ۾ ماهوار ڪارڪردگي رپورٽ ۾ سندن ڪارڪردگي صِفر ڪائونٽ ڪئي ويندي، جنهن جي ذميواري انهن مبلغن مٿان آهي، براهِ مهرباني پنهنجي رپورٽس هر مهيني پابندي سان درگاهه الله آباد شريف ۾ متعلقه ڪاميٽي تائين پهچائي وڃي. شڪريه .*(گذريل شماري کان اڳتي پڙهندا)*

وفد نمبر 335: مولانا سعيد احمد ڪوڪر (ڪراچي)، 336: مولانا عبدالنجيب طاهري (ڪوهه مري)، 337: مولانا محمد عظيم طاهري (ڪي پي ڪي)، 338: مولانا محمد جميل طاهري (نارووال)، 339: مولانا محمد آصف حنيف طاهري (جھنگ)، 340: مولانا حسيب احمد راهوجو (سکر)، 341: مولانا صوفي حنيف احمد (ڪي پي ڪي)، 342: مولانا ڪامران ميمڻ (مورو)، 343: مولانا محمد نواز طاهري (ساهيوال)، 344: مولانا محمد اسماعيل (شيخ پرڪيو)، 345: مولانا محمد صديق (متحده عرب امارات)، 346: مولانا محمد عارف طاهري (غيبي ديرو)، 347: مولانا عبيدالله

طاهري (نصيرآباد)، 348: مولانا شبيراحمد طاهري (ڪراچي)، 349: مولانا محمد ايوب (بوزدار وڏا)، 350: مولانا محمد رفيق مينگل (خضدار)، 351: مولانا بشير احمد طاهري (ڪراچي)، 352: مولانا نديم احمد (ڪوٽ بنگلو)، 353: مولانا صابر علي ڪشميري (ماتلي)، 354: مولانا محمد اعظم بروهي (حيدرآباد)، 355: مولانا الاهي بخش لاکو (لاڪاروڊ)، 356: مولانا مظهر علي چنه (حيدرآباد)، 357: مولانا محمد موسيٰ طاهري (لسپيلو)، 358: مولانا غلام قادر طاهري (ڪراچي)، 359: مولانا محمدبخش مري (ڪاهي)، 360: مولانا احمد خان مري (ميرپورخاص)، 361: مولانا محمد حيات مري (ميرپورخاص)، 362: مولانا محمد انيس پٺاڻ (سوپيوديرو)، 363: مولانا علي شير شيخ (حيدرآباد)، 364: مولانا محمد معصوم گورگيج (وارهه)، 365: مولانا عبدالرحمٰن سبزوئي (پرياسٽي)، 366: مولانا خيرمحمد راڄپر (پرياروڊ)، 367: خليفه عبدالمجيد سوڍر (اگهاماٽي)، 368: مولانا قاري حافظ عاشق علي راڄپر (پڊعيدن)، 369: مولانا عبدالنبي چانڊيو(ڪي اين شاهه)، 370: مولانا اقبال احمد آگرو (ميهڙ)، 371: مولانا خضرحيات طاهري (جڙانواله)، 372: مولانا غلام مصطفيٰ طاهري (جڙانواله)، 373: مولانا ذوالفقار لاکو(نصيرآباد)، 374: مولانا محمد اسماعيل طاهري (ماتلي)، 375: مولانا سيد سجادحسين شاهه(شيخوپوره)، 376: مولانا محمد اشرف طاهري (فيصل آباد زون 1)، 377: مولانا ارشد علي طاهري (فيصل آباد زون 1)، 378: مولانا عبدالحق طاهري (فيصل آباد زون 1)، 379: محترم جاويد اختر طاهري (فيصل آباد زون 1)، 380: مولانا ڊاڪٽر امجد حسين طاهري (فيصل آباد زون 1)، 381: مولانا بابا جي فضل حق طاهري (فيصل آباد زون 1)، 382: مولانا محمد اسحاق طاهري (فيصل آباد زون 1)، 383: مولانا شوڪت علي طاهري (فيصل آباد زون 1)، 384: مولانا لياقت علي طاهري(فيصل آباد زون 1)، 385: ميان محمد صديق طاهري (فيصل آباد زون 1)، 386: راڻا محمد اسلم مهتاب (فيصل آباد زون 1)، 387: ميان محمد عامر فاروق طاهري (فيصل آباد زون 1)، 388: مولانا دلير خان طاهري (فيصل آباد زون 2) 389: مولانامحمد اطهر عقيل طاهري (فيصل آباد زون 2)، 390: ڊاڪٽر سعيد اصغر طاهري (فيصل آباد زون 2)، 391: ڊاڪٽر محمد عبدالله طاهري (فيصل آباد زون 2 )،392: مولانا محمد اڪرم صديقي طاهري (فيصل آباد زون2)، 393: حاجي امانت الله طاهري طاهري (فيصل آباد زون2)، 394: جاويد ابراهيم طاهري (فيصل آباد زون 2)، 395: محمد سعيد طاهري طاهري (فيصل آباد زون 2)،

(بقيه وفود جي لسٽ الاصلاح جي آئنده شماري ۾...)

84

## شانِ اولياء الله ڪانفرنس

19 فيبروي تي جميعت علماءِ طاهريه پاڪستان، اصلاح المسلمين ۽ روحاني طلبه جماعت ضلعي لاڙڪاڻي پاران جناح باغ لاڙڪاڻي ۾ شان اولياء الله ڪانفرنس صاحبزاده محمد ديده دل غفاري طاهري جي صدارت ۾ منعقد ٿي. تلاوت ڪلام قاري احمدنوازميمڻ/ مولانا محمد عثمان طاهري ڪئي. نعت و منقبت محمد مشفق طاهري، انور شيخ، عزيز احمد سومرو ۽ ٻين پڙهيون، مولانا عبدالقدير طاهري، مولانا محمد حسن بصري طاهري، علامه مفتي عبدالرحيم طاهري، مولانا افضل شيخ ۽ ٻين خطابات ڪيا ۽ آخر ۾ خصوصي خطاب حضرت خواجه محمد طاهر نقشبندي المعروف سجڻ سائين مدظله جن نوراني ۽ وجداني فرمايو، ان موقعي تي دارالعلوم طاهريه غفاري مرڪز لاڙڪاڻي جي 8 حافظن سڳورن جي دستاربندي به ڪئي وئي. آخر ۾ صلواة والسلام ۽ حضور قبله عالم مدظله جن جي دعا سان جلسي جو اختتام ٿيو.

***رپورٽ: حافظ شاهنواز ميمڻ پ س ج.ع.ط ضلع لاڙڪاڻو***

## حضرت محبوب سجڻ سائين مدظله العالي جن جي
## حضرت پير مٺا سائين قدس سره جي مزار تي حاضري

سيدي و مرشدي حضرت قبله محبوب سجڻ سائين مدظله العالي جن درگاهه رحمت پور شريف پهچي حضرت پير مٺا سائين رحمة الله عليه جن جي مزار تي حاضري ڀري، فاتحه خواني ڪئي، ان موقعي تي صاحبزاده ديده دل صاحب، مولانا عزيزالرحمٰن طاهري، مفتي عبدالرحيم طاهري ۽ مولانا عبدالقدير شيخ پڻ موجود هئا.

## حضرت سجڻ سائين جن جي ميرخان سان تعزيت

شهري اتحاد ڪنڊيارو جي صدر مير سهتو جي ڀاءُ حاجي الهه ورايو سهتو جي وفات تي سيدي و مرشدي حضرت قبله سجڻ سائين جن تڏي تي پهچي پونيئرن سان تعزيت جو اظهار ڪرڻ فرمايو، ان کان اڳ حضرت صاحب جن مرحوم جي جنازي نماز پڙهائي.

85

## حضرت سجڻ سائين جن جي نوراحمد هيسباڻي سان تعزيت

ج.ا.م ضلع جي لاڙڪاڻي جي اڳوڻي پريس سيڪريٽري صحافي نوراحمد هيسباڻي سان جماعت جي سرواڻ سيدي و مرشدي حضرت محبوب سجڻ سائين مدظلہ جن درگاهہ فقيرپورشريف ۾ سندس چاچي ۽ جماعت جي پراڻي فقير حاجي عطامحمد هيسباڻي جي وفات تي تعزيت جو اظهار ڪيو ۽ مغفرت واسطي دعا فرمائي.

**رپورٽ: محمدحسان هيسباڻي/ باڊهہ**

## طاهرآباد شريف ۾ عظيم الشان جلسو

28 فيبروري تي درگاهہ طاهر آباد ۾ ظهر نماز ڪان مغرب تائين عظيم الشان روحاني جلسو ٿيو، جنهن ۾ مختلف علائقن مان سوين ماڻهن شرڪت ڪئي، جڏهن تہ مشهور نعت خوانن نعتون ۽ منقبتون پڙهيون، جلسي کي مولانا ڊاڪٽر منور حسين پرڪِڙي، مولانا محمد حيات مري خطاب ڪيو، ٽنڊوڄام يونيورسٽي جي شمشاد راڄپر تنظيمي رپورٽ پيش ڪئي، خصوصي خطاب حضرت قبلہ سجڻ سائين جن ڪرڻ فرمايو، ان کان اڳ ۾ جامعہ انوار طاهريہ جي فارغ التحصيل عالمن ۽ حافظن جي دستاربندي ڪئي وئي، فارغ التحصيل عالمات ۽حافظات جي والدن کي چادر عنايت فرمائي

## حضرت قبلہ سجڻ سائين مدظلہ العالي جن جي دوري جي رپورٽ

29 فيبروري تي حضرت محبوب سجڻ سائين جن ٽنڊوغلام علي ويجهو ڳوٺ علي محمد بوزدار ۾ خليفہ مشڪور بوزدار جي دعوت تي تشريف فرما ٿيا، مختصر پروگرام ٿيو، حضور قبلہ عالم خطاب ڪرڻ فرمايو.* جمعيت علماءِ طاهريہ جي مرڪزي فنانس سيڪريٽري مولانا چوڌري خليفہ محمد يونس جي تعزيت لاءِ جهڏو تشريف فرما ٿيا، جتي سندس پونيئرن سان تعزيت فرمائڻ بعد مختصر خطاب فرمايو. * جنهن کان بعد حضرت قبلہ سجڻ سائين ڊگهڙي ۾ خليفہ فاروق احمد چانڊيو جي رهائشگاهہ تي تشريف فرما ٿيا، جنهن بعد واپس درگاهہ طاهر آباد تشريف فرما ٿيا، جنهن ڪانپوءِ واپسي فرمايائون، ان موقعي تي صاحبزاده محمد جميل عباسي طاهري، انجنيئر غلام محمد ميمڻ، مولانا عزيز الرحمٰن طاهري، ڊاڪٽر منور حسين پرڪِڙي طاهري پڻ ساڻن گڏ هئا.

**رپورٽ: محمد اويس بوزدار/ درگاهہ طاهرآباد شريف**

## گهارو ۾ نورعرفان جي بارش!

31 جنوري 2016ع تي ٺٽي جي شهر گهارو پرسان ڳوٺ ڪرمي جوکيو ۾ عظيم الشان روحاني جلسو بسلسلہ شانِ اولياءِ ڪانفرنس ٿي گذريو. جنهن ۾ سنڌ، بلوچستان جي مختلف علائقن مان سوين عقيدتمند مريدن شرڪت ڪئي، جڏهن تہ مشهور نعت خوانن نذير احمد چنہ طاهري، فهيم احمد طاهري، علي حسن طاهري، عزيز احمد سومرو ۽ شبير احمد نيازي نعت و منبقت پيش ڪري وينلن تي وجد جي ڪيفيت طاري ڪري ڇڏي. علامہ محمد حاجن طاهري، علامہ حافظ محمد منير آلڪاٽي شان اولياء جي موضوع تي شاندار تقرير ڪئي، جلسي ڪي بهتر بنائڻ ۾ خليفہ محمد عالم جت، حضور علي جوکيو، حاجي عبدالڪريم، محمد محسن پليجو طاهري، فقير نذير احمد جوکيو، ڪليم الله جوکيو، غلام شبير طاهري، فقير محمد بلاول جوکيو جن جو خاص تعاون حاصل رهيو، جڏهن تہ حاجي سڌير احمد جوکيو پاران پنهنجي پٽن حضور ۽ نصرالله جوکيو جي سنتِ وليمہ جي سلسلي ۾ پروگرام منعقد ڪيو ويو، ان موقعي تي حضور قبلہ محبوب مرشد سچڻ سائين مدظلہ العالي جن خصوصي خطاب ڪرڻ فرمايو، جڏهن تہ سندن ڪان اڳ مولانا ڊاڪٽر منور حسين پرڳڙي طاهري پڻ خطاب ڪيو.

**رپورٽ: فقير نذير احمد جوکيو طاهري صدر ج.ا.م ضلع ٺٽو**

## حضرت قبلہ سچڻ سائين جن پاران تعزيت جو اظهار

حضرت قبلہ محبوب سچڻ سائين مدظلہ العالي پاران درگاهہ فقيرپور شريف ۾ جماعت سان وابستہ مختلف مرحوم عطا محمد ڪلهوڙو جي وفات، مرحوم غلام مصطفيٰ ساهڙ، مرحوم عطا محمد هيسباڻي جي وفات، مولوي امام علي چانديو جي والده جي وفات، مولوي محمد عالم جي پٽ جي وفات تي سندن وارثن سان تعزيت فرمائي.

**رپورٽ: نعيم احمد شاهاڻي/فقيرپورشريف**

## لاڙڪاڻه ضلعي باڊيز جي حضرت محبوب سجڻ سائين جن سان ملاقات

19 فيبروري تي ج.ا.م، ج.ع.ط ۽ ر.ط.ج جي ضلعي باڊيز جي وفد سيدي و مرشدي حضرت محبوب سجڻ سائين مدظلہ العالي جن سان ملاقات ڪئي ۽ ڪين لاڙڪاڻي ضلع ۾ تنظيمي ۽ تبليغي ڪم جي حوالي سان رپورٽ پيش ڪئي. 86

**رپورٽ: عاقب علي شيخ/لاڙڪاڻو**

## حضرت قبله سجڻ سائين جن پاران تعزيت

حضرت قبلہ محبوب سجڻ سائين مدظلہ العالي جن درگاھ طاهر آباد شريف ۾ فقير محمد اسحاق بوزدار، محمد صديق بوزدار، عبدالڪريم بوزدار جي وفات تي ۽ مولانا غلام مصطفيٰ بوزدار جي والده جي وفات تي سندن پونيئرن سان تعزيت ڪرڻ فرمائي.

**رپورٽ: محمد اويس بوزدار/درگاھ طاهرآباد شريف**

## درگاھ الله آباد شريف ۾ ساليانہ اکين جي مفت ڪئمپ

ج.ا.م ضلعي نوشهري فيروز پاران 1، 2 ۽ 3 فيبروري 2016ع تي درگاھ الله آباد شريف ۾ سالانہ مفت اکين جي ڪئمپ لڳائي وئي، جنهن ۾ سنڌ جي مختلف علائقن مان 1500 ڪان مٿي مريضن جو مفت معائنو ڪيو ويو، جڏهن تہ 444 مريضن جا مفت آپريشن ڪيا ويا.

**رپورٽ: وفا شر طاهري**

## ٽنڊومحمدخان جا وزٽ پروگرام

19 فيبروري 2016ع تي ج.ا.م ضلع ٽنڊومحمد خان جو 2 رڪني وفد ڳوٺ غلام علي زنئور برانچ جو دورو ڪيو، عرس مبارڪ جي سلسلي ۾ دوستن سان ملاقات ڪئي ۽ دعوت ڏني. * ج.ا.م ضلع ٽنڊومحمدخان پاران ڳوٺ گولوجسڪاٽي جو تنظيمي دؤرو ڪيو ويو، درگاھ شريف جو تعارف ۽ عرس مبارڪ ۾ شرڪت جي دعوت ڏني وئي.

**رپورٽ: علي خان ڪلهوڙو پ س ج.ا.م ضلع ٽنڊومحمدخان**

# مٽياري ۾ مفت اکين جي ڪئمپ

10، 11 فيبروري 2016ع تي ج.ا.م ضلع مٽياري طرفان پبلڪ لائبريري مٽياري ۾ مفت اکين جي ڪئمپ جو اهتمام ڪيو ويو، جنهن ۾ ڪراچي جي مشهور ڊاڪٽر سيد آصف علي شاهه ۽ ٻين مريضن جو مفت آپريشن، معائنو ۽ دوائون فراهم ڪيون، سائين حافظ بشارت احمد ميمڻ طاهري جي سربراهي ۾ خليفه فضل الدين، لياقت علي طاهري، مولوي عبدالڪريم جکريجو، محمد رفيق، حافظ انور ۽ برانچن محمود ٿهيم، مٽياري، مصري جکريجا، قاسم ٻگهيو، پريو ڪوسو سميت ۽ خلفاءِ ڪرامن حافظ بشارت احمد ميمڻ، حاجي بلاول ڪوسو، خليفه فضل الدين ميمڻ ۽ ٻين ڪيمپ دوران معاونت ۾ حصو ورتو، اکين جي مفت ڪيمپ دوران جامعه غوثيه طاهريه مٽياري جي انچارج مولانا عبداللطيف چانڊيو، مولانا معشوق علي ڪنيار، ثناءُ الله ميمڻ، مولوي عبدالرزاق ميمڻ ۽ مدرسي جي طلبه پڻ پنهنجون خدمتون سرانجام ڏنيون، جڏهن ته مريضن، ڊاڪٽرن ۽ ورڪرن ڪي رهائش، کاڌي پيتي جو بندوبست پڻ حافظ بشارت احمد طاهري پاران ڪيو ويو هو، ڪئمپ ۾ 546 مريضن جو چيڪ اپ ڪيو ويو، جڏهن ته 129 مريضن جو ڪامياب آپريشن ڪري مفت لينسز لڳايا ويا، جڏهن ته مريضن ڪي دوائون پڻ مفت فراهم ڪيون ويون، 18 فيبروري تي فالوواپ پڻ ڪيو ويو.

***رپورٽ: عبدالڪريم جکريجو آفيس س ج.ا.م ضلع مٽياري***

## ر.ط.ج درگاهه الله آباد شريف جا نوان عهديدار

ر.ط.ج درگاهه الله آباد جون چونڊون ضلعي سينئر نائب صدر راجه منصور عباسي جي نگراني ۾ ٿيون،ص:جنيد بروهي، ن ص: محمد حسين سيال، ج س:فياض لاکو، جوائنٽ س: فرخ ابڙو، پ س: احسن شر، فنانس س: عارف ڪونڌر، معاون: طٰه لاکو، آفيس س: عارف گبول، اطلاع س: عبدالڪبير چانڊيو، لائبريري ا: جنيد ڪوکر عهديدار طور چونڊيا ويا.

***رپورٽ: محمد احسن شر پ س ر.ط.ج***

87

## ج.ا.م ضلع خيرپور جي رپورٽ

نين برانچن هر هڪ 1: ڳوٺ محمد حسن شر لڳ سوئي گيس، 2: ڳوٺ خاوند ڏنو شر لڳ هنديارِي جي اضافي سان ضلعي خيرپور اندر برانچن جو تعداد 36 تي پهچي ويو.* وٽڪاري جو سلسلو شروع ڪيو ويو آهي.*60 ڪان مٿي الاصلاح ۽ الطاهر رسالا دوستن ۾ گفٽ ڪيا ويا. * 31 جنوري تي ج.ا.م صوبائي باڊي پاران درگاهه فقيرپور شريف ۾ ڪونايل ميٽنگ ۾ خيرپور ضلعي جي مڙني عهديدارن جي شرڪت. * ضلعي باڊي جي اهم ميٽنگ برانچ فيض محمد موجائي ۾ ٿي، جنهن ۾ عرس مبارڪ درگاهه فقيرپور شريف جي حوالي سان مليل ذميوارين کي ڀرپور نموني نڀائڻ جو عهد ڪيو ويو، مختلف علائقن ۾ عرس مبارڪ جي دعوت ڏيڻ لاءِ غور وفڪر ڪيو ويو. * سيدي ومرشدي جن جي فرمان مطابق ضلعي جي سمورين برانچن ۾ ناظره قرآن مجيد جي تعليم باقائدگي سان ڪرائي پئي وڃي، جنهن سان ڪافي فائدو ٿي رهيو آهي. * ج.ا.م ضلع خيرپور پاران ضلعي عهديدار خادم اڇڻ جي سهڪار سان بوزدار وڏا ۾ ٻارهين شريف جي رات زبردست ريلي ڪڍي وئي، جنهن ۾ وڏي انگ ۾ جماعت شرڪت ڪئي.

**رپورٽ: محمد اقبال سوهو/صدر ج.ا.م ضلع خيرپور**

## ڪنڊڪوٽ ۾ پروگرام

24 جنوري تي ڳوٺ سردار تاج محمد محمداڻي ۾ ۽ 25 جنوري تي ڳوٺ بهادر چاچڙ گوليمار نزد ڪنڊڪوٽ ۾ جلسه جشن عيدميلاد النبي ﷺ تي گذريا، جنهن ۾ خصوصي خطاب مولانا محمدادريس ڏاهري ڪيو، وڏي انگ ۾ جماعت شرڪت ڪئي.

**رپورٽ: فقيرمحمدحسن قميراڻي/ڪشمورڪنڊڪوٽ**

## غوث اعظم ڪانفرنس

7 فيبروري تي ج.ا.م ۽ ج.ع.ط پاران مسجد فاروق اعظم شڪارپور ۾ ٿيل شان غوث اعظم ڪانفرنس کي مولانا محمد عاشق لنڊ طاهري خطاب ڪيو

**رپورٽ: حضور احمد طاهري**

## ج.ع.ط ضلع ڪشمور ڪنڌڪوٽ جي چونڊ

ج.ع. ط ضلع ڪشمور ڪنڌڪوٽ جون چونڊن ۾ صدر مولانا نورمحمد ملڪ، مولانا محمد زمان اوڳاهي، خليفه غلام محمد ملڪ، غلام مجتبيٰ ملڪ، خان محمد اوڳاهي، ذاڪر چاچڙ، محمد حسن قمبراڻي، سائين بخش ملڪ، زين العابدين ۽ محمد صديق ملڪ شامل آهن. **رپورٽ: محمد حسن قمبراڻي. اط: س ج.ع.ط ضلع ڪنڌڪوٽ**

## مٽياري جي ڪارڪردگي رپورٽ

* 11 ربيع الثاني جي رات جامعه غوثيه طاهريه ۾ پيران پيرسيدنا عبدالقادر جيلاني رضي الله عنه جي شان ۾ پروگرام ٿيو، جنهن ۾ مولوي معشوق علي ۽ حافظ انور علي ميمڻ سندن سيرت مبارڪ تي روشني وڌي. * ٻارهين ربيع الثاني تي بعد نماز عشاء ج.ا.م برانچ مصري جڪريجا جي زيراهتمام ماهوار پروگرام نورمصطفيٰ مسجد ۾ ڪيو ويو، جنهن کي مولوي ثناءُ الله بروهي خطاب ڪيو. * ساڳئي ڏينهن تي برانچ ميمڻ جي وسين طرفان ماهوار پروگرام جامع مسجد ۾ منعقد ڪيو ويو، جنهن کي مولانا اصغر ميمڻ خطاب ڪيو، * ٻارهين شريف جو پروگرام جامعه غوثيه طاهريه مٽياري ۾ ڪيو ويو، جنهن ۾ حافظ ميرنصرالله ٽالپر، شرجيل احمد پيرزادو، مولوي معشوق مري ۽ حافظ انور علي ميمڻ خطاب ڪيو.* 20 ربيع الثاني تي حافظ نورمصطفيٰ پنيرو ۽ جماعت جي سهڪار سان پيران پير دستگير رحمة الله عليه جي ياد ۾ جامع مسجد شيخ ٽيئر ۾ ٿيل پروگرام کي مولانا اصغر ميمڻ خطاب ڪيو، * ج.ا.م برانچ جيئندل ڪوٽ پاران موسيٰ چنڊ ۾ منعقد پروگرام کي مولانا حاڪم علي چانهيون خطاب ڪيو * 9 جمادي الاول جمع رات ڪيبرائي مسجد هالا ۾ ج.ا.م برانچ لوهار مسجد جي زيراهتمام پروگرام ۾ مشهور نعت خوان شبيراحمد نيازي نعت و منقبت شريف پڙهي وجد واري ڪيفيت طاري ڪري ڇڏي.

**رپورٽ: حافظ انور علي ميمڻ آڊيٽر ج.ا.م ضلع مٽياري**

## انچارج وفد نمبر 309 جي رپورٽ

انچارج وفد نمبر 309 نثار احمد چانديو پاران ٻن مهينن دوران ڳوٺ غلام حيدر آرائين، ڳوٺ جاويد پنجابي، عطر ٻڌ ۽ ٻين جاين تي پروگرامن کي خطاب ڪيو.

88

## سيوهڻ شريف ۾ جلسو

8 فيبروري تي جامع مسجد حضرت امام حسن قاضي محلہ سيوهڻ شريف ۾ پروگرام ٿيو، جنهن ۾ خليفہ محمد عيسيٰ عرف مجاهد چنہ خطاب ڪيو۽ مشهور نعت خوانن نعت رسول مقبول ﷺ ۽ منقبتون پڙهيون، ج.ا.م سيوهڻ شريف جي عهديدارن ۽ علائقي واسين شرڪت ڪئي.

**رپورٽ: محمد وسيم شيخ طاهري/سيوهڻ شريف**

## مورو جي تنظيمي رپورٽ

پهرين جنوري تي ج.ا.م مورو جي چونڊون ٿيون،* عيد ميلاد النبي ﷺ جا پروگرام گهر گهر ۽ گلي گلي ۾ منعقد ڪيا ويا،* ج.ا.م مورو جي زيرانتظام ميلاد النبي ﷺ ريلي جا پڻ پروگرام ڪيا ويا، جن موجب ڪيڙا مسجد مورو ڪان شروع ڪئي وئي، درس روڊ، چوڪ، دادو روڊ، مين روڊ ڪان گذرندي المرڪز غفاريہ ۾ اختتام پذير ٿي، جتي مولانا سيد عبد الڪريم شاهہ خطاب ڪيو.* جڏهن تہ حضور قبلہ عالم جن جي فرمان مطابق هر هفتي تقريبًا 4 ڪان 5 وفود مختلف علائقن ۽ ڳوٺن ڏانهن تبليغ واسطي نڪرندا آهن، هن وقت تائين 33 ڪن تبليغي وفد روانا ٿي چڪا آهن، 21 فيبروري تي يوم سيدنا صديق اڪبر رضي الله عنہ جي سلسلي ۾ پروگرام منعقد ڪيو ويو، جنهن ۾ مولانا غلام مجتبيٰ راهوجو طاهري خطاب ڪيو. * جڏهن تہ سومرا مسجد مورو ۾ درس قرآن ۽ درس حديث جو روزانو عصر نماز تي پروگرام منعقد ڪيو ويندو آهي، جنهن ۾ فيصل رضا عمراڻي درس ڏيندو آهي، جڏهن تہ مورو برانچ پاران 3 ماهوار پروگرام منعقد ڪيا ويا ۽ 3 خواتين جا پروگرام ڪيا ويا. ان ڪان علاوه مختلف موضوعن تي پڻ پروگرام ٿيندا رهندا آهن.

**رپورٽ: فقير ڪامران ميمڻ پ س مورو**

## جمعيت علماءِ طاهريہ ضلع لاڙڪاڻي جي چونڊ

صدر مولانا عبدالقديرشيخ، مولانابشيراحمد شيخ، مولانا محمد طيب، مولانا حافظ وسيم، نظيراحمد حنفي، مولانا محمد عثمان جلباڻي، مولانا محمد احسن،مولانامحمدابراهيم جهتيال ۽ ٻيا چونڊيا ويا.

**رپورٽ: نظيراحمد ميمڻ حنفي طاهري/لاڙڪاڻو**

**انچارج وفد نمبر 218 جي رپورٽ:**

انچارج وفد نمبر 218 مولانا محمد حسن اوٺو پاران جنوري کان فيبروري تائين مختلف شهرن ۽ ڳوٺن ۾ وفد جي حوالي سان پروگرامن ۾ شرڪت ڪئي، جن ۾ نوابشاهه، دوڙ، بچيري، سرهاڙي، شهدادپور، سانگهڙ، شاهپورچاڪر، ڳوٺ محمد خان اوٺو، سومرا ڳوٺ لڳ سڪرنڊ، فيض محمد ينگوار، محمد خان چانڊيو، چنيسر جمالي، حسن جمالي، وسايو جمالي، آدم بروهي، عمر بودليجا، چڪ 24 سانگهڙ، فقير جي ڪوهي، عظيم ڪالوني، تاج اعظم ڪالوني، بلال مسجد سولنگي محلہ، ٻيوچانڊيو، جلباڻي ڳوٺ، چوڌري محمد جميل، ور اسٽاپ، عبدالعزيز اعوان ۽ ٻيا علائقا شامل آهن، مذڪوره علائقن ۾ هفتہ وار، ماهوار ۽ خصوصي ميلاد النبي ﷺ جي محفلن ۾ شرڪت ڪئي، درگاهه شريف جو تعارف، ساليانہ عرس مبارڪ حضرت پير مٺا سائين عليہ الرحمة جي دعوت، ذڪر قلبي جو طريقو ۽ فائدا بيان ڪري آخر ۾ مراقبو پڻ ڪرايو ويو، اٽڪل 85 پروگرام ڪيا ويا.

***رپورٽ: مولانا محمد حسن اوٺو طاهري***

**انچارج وفد نمبر103 جي رپورٽ**

انچارج وفد نمبر103 مولانا عبدالهادي گورگيج پاران مختلف علائقن ڳوٺ غيبي ديري، ڳوٺ غازي خان چانڊيو، ڳوٺ ربن خان چانڊيو، نوڙڪي، سونواهہ، عبدالرزاق چانڊيو ۾ وفد جي صورت ۾ وڃڻ ٿيو، نوان دوست مليا، جن کي درگاهه شريف جو تعارف ۽ ذڪر قلبي جو طريقو سمجهايو ويو، اطهر ابڙو، شاهن فقير، نبي بخش گورگيج ۽ غلام نبي عباسي وفد ۾ شامل هئا. ***رپورٽ: عبدالهادي گورگيم***

**انچارج وفد نمبر 172 جي رپورٽ**

انچارج وفد نمبر 172 مولانا عبدالقدير شيخ پاران ٻن مهينن دوران لاڙڪاڻو ۽ پرپاسي جي مختلف علائقن ۾ 10 کان وڌيڪ پروگرام ڪيا ويا، جنهن ۾ ڳوٺ همزاڻي، پڳڙي ڳوٺ، دودو ڪنهڙي، باقراڻي، چاڪر چانڊيو ۽ لاڙڪاڻي شهر ۾ پروگرام ڪيا ويا، درگاهه شريف جو تعارف ڪرايو ويوعرس مبارڪ ۾ شرڪت جي دعوت ڏني وئي.

***رپورٽ: مولانا عبدالقدير شيخ/ لاڙڪاڻو***

## ضلع قمبرشهدادڪوٽ جي رپورٽ

ضلع شهدادڪوٽ جي پرپاسي ۾ جماعت جو تبليغي تنظيمي ڪم بهتر نموني سان ٿي رهيو آهي، وفدن جي صورت ۾ مختلف جاين تي وڃڻ ٿيندو آهي، جنهن جا بهتر نتائج نڪري رهيا آهن، ج.ا.م، ج.ع.ط ۽ ر.ط.ج پاران خلفاءِ ڪرام جي تعاون سان پروگرام ٿي رهيا آهن، جنهن موجب مولانا خليفه امام علي چانديو، مولانا محمد نواز بروهي، رئيس روشن علي چانديو، عبدالسلام چانديو سان گڏجي وفد جي سلسلي ۾ غيبي ديرو ۽ مختلف علائقن ڏانهن وڃڻ ٿيو، جڏهن ته خليفه يارمحمد چٺو، خليفه محمد اسحاق واهوچو، خليفه قاري عبيدالله طاهري، خليفه رڪن الدين ابڙو، خليفه قربان شيخ، خليفه عبدالعزيز چانديو جي تعاون سان ربيع الاول مهيني ۾ جشن ميلاد النبي ﷺ جا پروگرام منعقد ڪيا ويا، جن ۾ مرڪزي صدر صاحبزاده جعفر صادق طاهر صاحب جن قمبر ۾ پڻ خصوصي شرڪت فرمائي ۽ خطاب فرمايو، جڏهن ته مفتي عبدالرحيم طاهري صاحب جو نصيرآباد ۾ خطاب ٿيو، مولانا محمد ادريس ڏاهري ۽ مولانا قاري مسعود احمد لاڪو جو وارهه ۾ جلسي ڪي خطاب ٿيو، قاري عاشق علي راڄپر جو برانچ ربن خان چانديو ۾ خطاب، خليفه محمد افضل شيخ جو برانچ عبدالڪريم چانديو ۽ وگڻ ۾ خطاب ٿيو، ج.ا.م ضلع قمبرشهدادڪوٽ جي ماهه جنوري جي ميٽنگ ٿي، جنهن ۾ تنظيمي ڪم بابت غور ويچار ڪيو ويو.

***رپورٽ: اطهر علي ابڙو ف س ج.ا.م ضلع قمبرشهدادڪوٽ***

## انجمن نونهال طاهريه درگاهه الله آباد شريف جي چونڊ

صدر: ڪاشف گبول، ن ص:جاويد ابڙو، ج س: ڪاشف عباسي، جوائنٽ س: اسدچانديو، پ س: عطامحمد ميراڻي، معاون: گل محمد عمراڻي، ف س:فاروق لنڊ،معاون جنيدشاهه، آفيس س:خادم شاهه، اطلاع س:فهيم بروهي، معاون: غلام مصطفیٰ لنڊ، لائبريري انچارج: مسرور اسرارشر چونڊيا ويا.

**رپورٽ: مسرور اسرارطاهري**

## ج.ا.م ضلعي خيرپور جو وفد پنجاب روانو

11 فيبروري تي ج.ا.م ضلع خيرپور جو 9 رڪني وفد محمد اقبال سوهو جي زيرقيادت پنجاب صوبي جي تنظيمي ۽ تبليغي دوري تي روانو ٿيو، *درگاهه مسڪين پور شريف پهچي سائين رفيق احمد شاهه سان ملاقات ڪئي وئي، پير فضل علي قريشي جي مزار تي حاضري ڀري فاتحه خواني ڪئي وئي. * صادق آباد لڳ سردار ڳڙهه علائقي ۾ فضل ڪورائي جي ڳوٺ ۾ پروگرام ڪيو ويو، * ملتان ۾ ضلعي اڳواڻ سيف الله جي دعوت تي وڃڻ ٿيو، جتي اڪثر بزرگن جي مزارن تي حاضري ڀري ختم شريف پڙهيا ويا، * راجن پور ۾ ڊاڪٽر احمد ياد همداني پاران پروگرام ڪيو ويو، جنهن ۾ ضلعي باڊي شرڪت ڪئي، * خواجه غلام فريد رحمة الله عليه جي درگاهه ڪوٽ مٺن تي وڃي گادي نشين خواجه غلام فريد سان ملاقات ٿي، ڪين به درگاهه شريف جو تعارف ۽ عرس مبارڪ حضرت پير مٺا سائين عليه الرحمة جي دعوت عرض رکي وئي، ڪين به 4 رسالا الطاهر گفٽ ڪياويا، پاڻ فرمايائون ته اوهان وٽ ڪو سنڌي رسالو آهي؟ جنهن تي اسان وٽ موجود الاصلاح رسالو 4 عدد به گادي نشين صاحب کي گفٽ ڏنوسين.وفد ۾ محمد اقبال سوهو، ظهور موجائي، استاد قادربخش راڄپر، نيازراڄپر، خليفه منورعباسي، رحيم بخش ڪٽوهر، شمس الدين عباسي، واجب ڪوسو ۽ خادم حسين اجڻ شامل هئا.

***رپورٽ: محمد اقبال سوهو/خيرپور***

## عظيم الشان ميلاد النبي پروگرام

24 جنوري تي ڳوٺ حاجي والي وڏايو شر لڳ پڪاچانگ ۾ عظيم الشان جشن ميلاد النبي ﷺ ملهايو ويو، جنهن ۾ مولانا عابد حسين راڄپر تلاوت، فقير محمد جمن جاني طاهري نعت رسول مقبول ﷺ پڙهيا، جڏهن ته عمرالدين چانگ، مولانا عابد تقريرون ڪيون، خصوصي خطاب خليفه مولانا محمد اسحاق شر ڪيو، پروگرام ۾ مختلف مڪتبه فڪر سان تعلق رکندڙ ماڻهن شرڪت ڪئي، آخر ۾ صلواة و سلام پيش ڪيو ويو.

***رپورٽ: محمد طيب شر / پڪاچانگ***

90

## ر.ط.ج ضلعي نوشهروفيروز جي چونڊ

ر.ط.ج ضلعي نوشهروفيروز جي چونڊن ۾ صدر محرم وسطڙو، راجہ منصورعباسي،حافظ مزمل، محمد امين قائمخاني، عبدالحڪيم سولنگي، محمد عاصم، آفتاب تنيو، عمران پٽي، حافظ مظهربرڙو، سيد ماجد، ڊاڪٽر نديم سومرو عهديدار چونڊياويا.

## ترڙي حاجران ۾ پروگرام

ج.ا.م برانچ ترڙي حاجران جو چونڊ اجلاس ٿيو، جنهن ۾ بشيراحمد پٽو ڪمپيئرنگ، عبدالڪريم دلير فقير، حافظ يارمحمد طاهري، مجيب علي چن نعتون،منقبتون پڙهيون، جڏهن تہ محمد علي چن پاران تنظيمي رپورٽ پيش ڪئي، جنهن بعد مولوي غلام فريد عباسي ۽ مولوي محمد عاشق حسين طاهري خطاب ڪيو.

***رپورٽ: مهر علي چن طاهري /وارھ***

## ج.ا.م ضلعي لاڙڪاڻي جي اڳواڻن جو تنظيمي دورو

ج.ا.م ضلعي لاڙڪاڻي جي ج.س محمد امين چانديو ۽ جوائنٽ س محمد احسن جلباڻي پاران ج.ا.م بادھ جو تنظيمي دورو ڪيو ويو، ان موقعي تي عهديدار چونڊيا ويا، خليفہ معشوق مسڻ، حافظ نثارجوڻيجو، نعيم ميمڻ، خادم ٻگهيو، محمدطاهرنورهيسباڻي، برڪت ملاڻو، حافظ دودو مسڻ کي چونڊيو ويو.

***رپورٽ: محمدطاهر هيسباڻي /بادھ***

## نصيرآباد ۾ جلسو

18 ڊسمبر تي جامع مسجد صديقي طاهريہ نصيرآباد ۾ جلسوٿيو، جنهن ۾ عدنان بشير ڪمپيئرنگ، حافظ سجاد بروهي، محمد صالح طاهري حافظ عبدالرحمٰن ۽ ٻين نعتون منقبتون پڙهيون، مولانا شڪيل احمد راهوجو، سيد فهد واحد طاهري خطاب ڪيو، جڏهن تہ خليفہ قاري عبيدالله طاهري اجتمائي دعا گهري. پروگرام ۾ جماعت سان وابستہ سوين ماڻهن شرڪت ڪئي.

***شرف الدين/نصيرآباد***

## ج.ا.م ضلع ٽنڊومحمد خان جي چونڊ

ج.ا.م ضلع ٽنڊومحمد خان جي چونڊن ۾ حاجي محمد صديق ڪيڇي صدر، محمد حسن لانگاھ، محمد سليمان وساڻ، خليفه محمد عيسىٰ ڪٽي، حاجي امتياز ميمڻ، حاجي امتياز، نورمحمد وساڻ، علي خان ڪلهوڙو، جنيد اشرف، اميربخش، بخش فقير طاهري چونڊيا ويا.

## وفد روانو

ج.ا.م ضلع ٽنڊو محمدخان پاران ٻه رڪني وفد خليفه محمد عيسىٰ ڪٽي ۽ حاجي امتياز ميمڻ جي نگراني ۾ ڳوٺ شاڏي ٻهر لاءِ روانو ٿيو، جتي عرس مبارڪ لاءِ دعوت ڏني وئي، 18 جنوري تي ج.ا.م جو 5رڪني وفد ضلعي صدر حاجي محمد صديق ڪيڇي جي رهائشگاھ تي تبليغ ۽ دعوت عرس مبارڪ لاءِ پهتو، جنهن ۾ نون دوستن ڪي درگاھ شريف جو تعارف ۽ عرس مبارڪ جي دعوت عرض رکي وئي.

## سياڳو فقير ۾ يارهين شريف

22 جنوري تي ج.ا.م ضلع ٽنڊومحمدخان پاران محمدي مسجد حاجي سياڳو فقير ۾ يارهين شريف ٿي، جنهن ۾ مولانا قاري غلام حسين خصوصي خطاب ڪيو، جنهن بعد خليفه محمد عيسىٰ ڪٽي طاهري مراقبو ڪرايو. ***رپورٽس: علي خان ڪلهوڙو ضلع ٽنڊو محمدخان***

## ج.ع.ط ٻُڙهي خيرو پاران پروگرام

12 جنوري تي ج.ع. ط ٻُڙهي خيرو پاران ڳوٺ حاجي اميربخش بروهي ۾ميلاد شريف جو پروگرام منعقد ڪيو ويو، جنهن جي صدارت مولانا فاروق احمد طاهري ڪئي، صاحبزاده محمد ديده دل خطاب ڪيو، جڏهن ته آخر ۾ درگاھ شريف جو تعارف ۽ ماهوار پروگرام جي دعوت ڏني وئي.

***رپورٽ: حافظ محمد موسىٰ طاهري***

## عيدميلاد النبي ﷺ جلسو

7 فيبروري تي ر.ط.ج برانچ شاھ محمد ينگوار ۾ جلسه جشن ميلاد النبي ﷺ ٿيو، جنهن ڪي مولانا محمد عاشق لنڊ خطاب ڪيو، جڏهن حاجي عبدالحق نعت و منقبت پڙهي.

91

# ج.ا.م راڻي پور جي رپورٽ

03.01.2016 تي راڻيپور ويجهو ڳوٺ موساجي عباسي ۾ محفل ميلاد شريف ٿي، نعت خوانن هديه نعت و منقبت پيش ڪيون ۽ خصوصي خطاب خليفه احمد بخش گلال ڪيو. * شمس الدين عباسي جي گهر ۾ عظيم الشان طاهري خواتين جي ميلاد شريف جي محفل ٿي جنهن ۾ نعت منقبت ۽ مراقبو ڪرايو ويو.ساڳئي ڏينهن تي ارشاد احمدعباسي جي گهر ۾ عظيم الشان طاهري خواتين جي ميلاد شريف جي محفل ٿي.* 08.01.2016 تي ج.ا.م برانچ برانچ راڻي پور جي چونڊون ٿيون، عهديدار چونڊيا ويا، * 17.01.2016 تي راڻي پور ۾ ج.ا.م ۽ ر.ط.ج پاران موجائي هائوس تي جشن عيد ميلاد النبي ﷺ ملهايوويو. شمس الدين عباسي طاهري خطاب ڪيو. خليفه عبدالقادر پيو مراقبو پڻ ڪرايو.* 22.01.2016 تي هڪ وفد ڳوٺ موساجي عباسي ۾ پهتو. جمع نماز کان بعد محفل ذڪر ٿي جنهن ۾ هديه نعت و منقبت فقير فراز احمد موجائي پيش ڪئي ۽ خليفه عبدالقادر تقرير ڪئي. * 25.01.2016 تي باپرده خواتين جو پروگرام ٿيو، جنهن ۾ سيدنا عبدالقادر جيلاني رحمة الله عليه جي ملفوظات تي پڻ روشني وڌي وئي. * 29.01.2016 تي خليفه عبدالقادر پيو جي نگراني ۾ وفد کهڙا پهتو جتي محترم استاد عبداللطيف رتڙ جي ڀاءُ جي وفات تي ساڻس تعزيت ڪئي وئي.* 29.01.2016 تي موجائي هائوس برانچ سرپرست خليفه عبدالقادر پيو ۽ ضلعي جوائنٽ س شمس الدين عباسي جي زير صدارت ٿيل ميٽنگ ۾ تنظيم جي ڪم کي بهتر بنائڻ، تربيتي ورڪشاپ عيسوي مهيني جو ٻئين جمعي ۽ ماهوار پروگرام عيسوي مهيني جو ٻئين ڇنڇر منعقد ڪرڻ تي متفقه راءِ سان فيصلو ڪيو ويو. * حضرت خواجه محبوب سجڻ سائين مدظله العالي جن جو محبت جو پيغام عام ماڻهن تائين پهچائڻ لاءِ راڻي پور ۽پرپاسي جي ڳوٺن ۾تبليغي وفد روانا ڪرڻ بابت فيصلو ڪيو ته وفد ۾ گهٽ ۾ گهٽ 3 ميمبر هوندا. ميٽنگ ۾ برانچ جي سيني عهديدارن شرڪت ڪئي.

**رپورٽ: فراز احمد موجائي، صدر ج ا م برانچ راڻي پور**

## گابر مسڻ ۾ يارهين شريف جو پروگرام

ج.ا.م برانچ باڍھ پاران ڳوٺ گابرمسڻ ۾ خليفه معشوق علي مسڻ جي صدارت هيٺ يارهين شريف جو پروگرام ٿيو، جنهن ۾ حافظ دودو مسڻ ۽ ٻين خطاب ڪيو.

**رپورٽ: محمد بلال هيسباڻي/ باڍھ**

## تعزيتي اجلاس

ج.ا.م برانچ يار محمد بروهي جي مسجد ۽ مدرسي جو باني مولانا مولابخش بروهي جي وفات تي مدرسه گلشن پٺائي ڪالوني ۾ تعزيتي اجلاس مولانا صوفي مختار احمد ٽانٽڙي جي صدارت ۾ ٿيو، جنهن ۾ فاتحه خواني ڪئي ۽ مغفرت واسطي دعا گهري وئي.

**رپورٽ: مختيار احمد ٽانٽڙي طاهري /نوابشاهه**

## 14هين شريف

ج.ا.م برانچ نوشهروفيروز پاران ماهوار 14هين شريف جو پروگرام اقصىٰ مسجد ۾ منعقد ڪيو ويو، جنهن ڪي مرڪزي اڳواڻ خليفه محمد حنيف سولنگي، صوبائي عهديدار قاضي مشهود احمد قريشي، مشتاق احمد سومرو، حافظ غلام مرتضىٰ ميمڻ، برانچ اڳواڻ ممتاز لانگاهه ۽ ٻين پڻ خطاب ڪيو.

**رپورٽ: بشير احمد طاهري پ س برانچ N.Feroze**

## عيدميلاد النبي ﷺ پروگرام

ج.ا.م ڪوٽ علي نواز جلباڻي ۾عيدميلاد النبيﷺ جو پروگرام ٿيو، جنهن ڪي خليفه فاروق احمد طاهري، خليفه محمدعثمان جلباڻي، مولوي محمد حسن جلباڻي خطاب ڪيو، خصوصي خطاب مولانا مولوي حضور بخش غفاري ڪيو. **رپورٽ: مولانا سردار بخش جلباڻي**

## برانچ حسين ڪلهوڙو جو اجلاس

ج.ا.م برانچ حسين ڪلهوڙو جو اجلاس جمال الدين عباسي جي صدارت ۾ ٿيو، جنهن ۾ ميلاد مصطفىٰ ﷺ جو پروگرام شاندار نموني ملهائڻ جو فيصلو ڪيو ويو، هر انگريزي مهيني جي ٻئي ڇنڇر تي بعد نماز مغرب ماهوار پروگرام منعقد ڪيو ويندو، تنظيم جي نظم ۽ ضبط ڪي دستورالعمل مطابق برقرار رکيو ويندو.

**رپورٽ: غلام علي طاهري پ س برانچ حسين ڪلهوڙو**

92

## استاد الهہ رکيو عباسي جو ٻارهو ٽي گذريو

ج.ا.م برانچ ڪنڊيارو جي ذوالفقار علي عباسي ۽ درگاهہ الله آباد شريف جي هيڊماستر استاد سليم رضا عباسي جي والد استاد الهہ رکيو عباسي جو ٻارهو ٽي گذريو، ان موقعي تي مهيسر مقام تي قرآن خواني ڪرائي وئي، جنهن بعد خيرات ڪئي وئي، جنهن ۾ استاد محمد منير ميمڻ، نانو رسول بخش راڄپر، وفا شرطاهري ۽ ٻين پڻ شرڪت ڪئي.

**رپورٽ: علي رضا عباسي/ڪنڊيارو**

## ج.ا.م ڳڙهي خيرو جي رپورٽ:

ج.ا.م برانچ ڳڙهي خيرو پاران ربيع الاول مهيني ۾ 15 کان مٿي پروگرام منعقد ڪيا ويا، جماعت پاران مختلف ڳوٺن ڳوٺ دوداپور، خميسو بروهي، چام خان ايري، سائين خليفہ مولوي محمدابراهيم ۽ ٻين ۾ ميلاد جا پروگرام منعقد ڪيا ويا، جن ڪي مولانا فاروق احمد طاهري، حافظ محمد موسيٰ طاهري مولانا محمد حسن جلباڻي، مولانا سردار بخش طاهري خطاب ڪيو.

**رپورٽ: غلام رسول ڪوڪر/ڳڙهي خيرو**

## ر.ط.ج پاران محفل نعت

ر.ط. ج برانچ ڳڙهي خيرو پاران ڳوٺ عبدالعزيز لنڊ ۾ مولانا فاروق احمد جي صدارت ۾ محفل نعت ٿي جنهن ۾ سنڌ جي مشهور نعت خوانن قربان علي ناريجو، سندس ساٿي ۽ فقير لاکي ڏنو طاهري، نعت و منقتب پڙهي.

**رپورٽ: جابرحسين طاهري، ضلع ن ص ر ط ج ڳڙهي خيرو**

## ر.ط.ج ضلع مٽياري جي چونڊ

ر.ط.ج ضلع مٽياري جي چونڊن ۾صدر حافظ آصف سوڍر، غلام فريد ٿهيم، عبدالرشيد، حافظ مهتاب، عابد علي، هارون راجپوت، رحم علي ٿهيم، عبدالقدير ٿهيم چونڊياويا.

**رپورٽ: عبدالرشيد طاهري**

## انچارج وفد نمبر 113 جي رپورٽ

انچارج وفد نمبر: 113 مولانا مختار احمد ٽاٽري پاران جنوري ۽ فيبروري مهيني دوران نوابشاهه شهر جي مختلف علائقن ۾ پروگرامن ۾ شرڪت ڪئي ۽ خطاب ڪيو. 14.1.2016 تي جامعه مدينة العلوم طاهريه جي برانچ جي چونڊ ٿي، جنهن ۾ عهديدار چونڊيا ويا. 22 تاريخ تي منهڙي شهر ۾ عظيم الشان پروگرام ۾ مولانا غلام قادر نعتون پڙهيون، پيران پير جي شان ۾ مختصر بيان ڪيو ويو، آخر ۾ مولانا مختار احمد ٽاٽڙي ايثار و قرباني جي موضوع تي ليڪچر ڏنو، مولانا حبيب الله، مولانا شفيق پاران پروگرام جو بندوبست ڪيوويو، 28 تاريخ تي هفتيوار جامعه مدينة العلوم طاهريه ۾ پروگرام ۾ حافظ عبدالمجيد، حافظ اياز، حافظ شاهنواز، حافظ محمد شريف طاهري نعتون، منقبتون پڙهيون، آخر ۾ اتباع سنت تي هن عاجز خطاب ڪيو.

**رپورٽ: مختار احمد ٽاٽڙي نوابشاهه**

## انچارج وفد نمبر 200 جي رپورٽ:

انچارج وفد نمبر 200 ملڪ انور علي طاهري (صدر ج.ا.م برانچ شاهپور چاڪر) پاران ڪافي پروگرام ترتيب ڏنا ويا، جن موجب 12 فيبروري تي ڳوٺ حاجي نصير شر ۾ پروگرام ڪيوويو، جنهن ۾ ملڪ انور علي طاهري خطاب ڪيو، جنهن ۾ محمد جميل مغل طاهري نعت پڙهي، جڏهن ته جماعت جي وڏي انگ شرڪت ڪئي، ملڪ انور علي طاهري، 20 فيبروري تي ماهوار پروگرام يارهين شريف جامع مسجد الله والي ۾ ٿيو، محمد امين تلاوت، نعت و منقبت ملڪ انور علي طاهري، محمد انور ڪنڌاٽي، محمد نواز مري، جميل احمد مغل طاهري پڙهيون، جڏهن ته خصوصي خطاب خليفه مولانا محمد حسن اونو طاهري ڪيو، جماعت جي وڏي انگ شرڪت ڪئي. * 6 ربيع الاول تي شاهپورچاڪر مرڪزي مسجد ۾ حضرت سهڻا سائين عليه الرحمة جن جو عرس مبارڪ ملهايو ويو، جنهن ۾ ر.ط.ج ۽ ج.ا.م جي ڪثير تعداد ۾ شرڪت ڪئي.

**رپورٽ: ملڪ انور علي شاهپور چاڪر**

93

**انچارج وفد نمبر 52 جي رپورٽ:**

انچارج وفد نمبر 52 مولانا خالد حسين راڄپر طاهري پاران جشن ميلاد النبي ﷺ جي سلسلي ۾ 22 پروگرام منعقد ڪيا ويا، ڳوٺ ٿاڦي ٻڙدي ۾ مچ ڪچهري جو اهتمام ڪيو ويو، جنهن ۾ مختلف مڪتبہ فڪر جي ماڻهن شرڪت ڪئي، ان موقعي تي مرشدن جو پيغام بيان ڪيو ويو، تلاوت ڊاڪٽر مشتاق احمد موجائي، محبوب لاشاري نعت ۽ خطاب مولانا خالد حسين راڄپر ڪيو، عرس مبارڪ درگاهہ فقير پورشريف تي اچڻ جي دوستن ڪي دعوت پڻ ڏني وئي، * جمعي ڏينهن ڳوٺ سعيدخان راڄپر ۾ پروگرام ۾ مظهر لاشاري تلاوت، نديم علي طاهري ۽ عاطف طاهري نعت و منقبت پڙهي، جڏهن تہ مولانا خالد راڄپر طاهري تقرير ڪئي ۽ دوستن ڪي ذڪر قلبي جي متعلق بيان ڪيو ويو، ان موقعي تي ڳوٺ فيض محمد موجائي ۾ روحاني طلبہ جماعت جي چونڊ پڻ ڪئي وئي، جن ۾ مولانا عاطف علي، مسرور علي طاهري، الطاف، راشد عيل، آفاق، نوشاد، شيراز، سرفراز ڪي عهدن تي چونڊيو ويو.

***رپورٽ: خالد حسين راڄپر***

**انچارج وفد نمبر 303 جي رپورٽ:**

انچارج وفد نمبر 303 جي محمد علي چن پاران پهرين جنوري ڪان 31 جنوري 2016ع تائين معاونين جي مدد سان 15 ڪان مٿي پروگرام منعقد ڪيا ويا، جن ۾ ڳوٺ ٽرڙي حاجران، فريدآباد، رسول بخش بروهي، وڳڻ ستي، خيروجتوئي، مندرلاڪا، جوٽيجا، غازي خان مرڪند ۽ ٻين علائقن ۾ وفدن جي صورت ۾ وڃڻ ٿيو، تبليغ دين جو پيغام پهچايو، درگاهہ شريف جو تعارف ڪرايو ويو، ان موقعي تي حافظ يارمحمد، غلام نبي عباسي ۽ ٻيا پڻ ساٿس گڏ هئا.

***رپورٽ: محمد علي چن / وارهہ***

## ج.ا.م ضلع دادو (1) جي تنظيمي ۽ تبليغي رپورٽ

5 جنوري 2016 ع تي ج.ا.م برانچ سهرابيہ مسجد ۾ عظيم الشان ميلاد مصطفىٰ جو جلسو ٿيو، جنهن کي خصوصي خطاب مولانا قاري عاشق علي راڄپر ڪيو، جنهن ۾ جماعت جي معززين ۽ شهرين وڏي انگ شرڪئي ڪئي. * 23 جنوري تي مدني مسجد دادو ۾ عظيم الشان يارهين شريف جو پروگرام ٿيو، جنهن کي خصوصي خطاب مولانا قاري عاشق علي راڄپر ڪيو، جنهن ۾ ج.ا.م صوبہ سنڌ جي سينئر نائب ص خليفہ نعمت الله قريشي، ج.ع.ط جي مرڪزي عهديدار مولانا علي حسن لاشاري، مفتي نواز بروهي، مفتي سعيد نواز بروهي، رط ج جي اڳواڻن عدنان ميمڻ، عبدالغفارکوکر ۽ علائقي واسين وڏي انگ ۾ شرڪت ڪئي. * 6 فيبروري تي بابري مسجد جوهي ۾ عظيم الشان شان مصطفيٰ و يارهين شريف جو پروگرام ٿيو، جنهن کي خصوصي خطاب مولانا قاري عاشق علي راڄپر خطاب ڪيو، علائقي واسين ڀرپور انگ ۾ شرڪت ڪئي. * 8 فيبروري تي جامع مسجد امام حسن رضي الله عنہ قاضي محلہ سيوهڻ شريف ۾ پروگرام ٿيو، جنهن ۾ برانچ سرپرست خليفہ عيسيٰ عرف مجاهد چنہ خطاب ڪيو، ج.ا.م سيوهڻ شريف جي عهديدارن، علائقي واسين جو وڏو انگ شريڪ ٿيو، * 14 فيبروري 2016ع تي ٻيٽو جتوئي ڳوٺ ۾ ضلعي عهديدار محترم فداحسين چانديو جي والد جي ايصال ثواب خاطر ۽ يارهين شريف جو پروگرام ٿيو، جنهن ۾ خصوصي خطاب قاري مسعود احمد لاکو ڪيو، جنهن جي صدارت خليفہ عيسيٰ عرف مجاهد چنہ ڪئي، * 20 فيبروري تي ج.ا.م ضلع دادو (1) جي ميٽنگ ٿي، جنهن ۾ ضلعي عهديدارن کي برانچز لاءِ وزٽ پروگرام جو شيڊيول جاري ڪيو ويو ۽ سالانہ عرس مبارڪ جي حوالي سان اشتهارات ڏنا ويا.

***رپورٽ: غلام نبي ميمڻ طاهري ج.ا.م ضلع دادو (1)***

94

## نري ميرواھ ۾ تبليغي ڪم ۾ اضافو

نري ميرواھ تعلقي ۾ مفتي خليفہ محمد اسحٰق شر طاهري جي زيرسرپرستي، سندس ڪوشش سان ج.ا.م ضلعي خيرپور جي سهڪار سان اهڙن علائقن ۾ برانچز جو قيام عمل ۾ آندو ويو آهي، جتي اڄ کان 50 سال اڳ ۾ حضرت پير مٺا سائين عليہ الرحمة جا عقيدتمند مريد هئا، مرحوم فقير سراج الدين جيڪو حضرت پير مٺا سائين عليہ الرحمة جو ايترو محبتي فقير هو، جو سندن جي پونيئرن وٽ حضور پير مٺا سائين عليہ الرحمة جن جا قلمي نسخا اڃان تائين وٽس موجود آهن، سندس پٽ فقير امام علي شر جي ڪوشش سان 31 جنوري تي برانچ کولي وئي. * مينگھو فقير شر ۾ بہ حضرت پير مٺا سائين عليہ الرحمة جي عقيدتمند فقير مرحوم ڳوٺ خاوند ڏنو شر لڳ هنديارِي ۾ پڻ برانچ کولي وئي.

**رپورٽ: محمد اشفاق طاهري /نري ميرواھ**

## خليفہ معين الدين عمر جي والد جي وفات

ج.ا.م صوبہ پنجاب جي صوبائي آڊيٽر مولانا خليفہ معين الدين عمر طاهري جو والد گلزار عزيز صاحب جو رضاءِ الاهي سان انتقال ٿي ويو، حضرت محبوب سجڻ سائين مدظلہ العالي مرحوم جي بلند درجات لاءِ دعا فرمائي.

## مولانا محمد مشتاق طاهري ۽ علامہ اسرار احمد طاهري پاران تعزيت

مولانا محمد مشتاق شر طاهري، ج.ع.ط جي ضلعي نوشهروفيروز جي صدر ۽ تبليغي وفود جي انچارج مولانا اسرار احمد طاهري پاران صادق آباد پهچي خليفہ معين الدين عمر سان سندس والد جي وفات تي تعزيت جو اظهار ڪندي مغفرت لاءِ دعا گهري.

**رپورٽس: وفا شر طاهري**

## انچارج وفد 122 جي رپورٽ:

انچارج وفد نمبر 122: فقير مظهر حسين چنھ، 27 ڊسمبر تي خليفه مختاراحمد، فقير مظهر چنه، فقير شبير شاهه، سندس فرزند ابصر پاران هوسڙي ۾ دوستن سان ملاقات ڪئي وئي. مرشد ڪريم جي محبت جو درس ڏنو ويو. جڏهن ته جنوري ۽ فيبروري مهينن ۾ پڻ حيدرآباد ۽ پرپاسي جي علائقن ۾ 15 ڪان مٿي مختلف پروگرام ڪيا

## پرياروڊ جون چونڊون

ج.ا.م برانچ پرياروڊ جي چونڊ ضلعي اڳواڻ ربنواز چنه، پروفيسر شمشاد سومروجي نگراني ۾ٿي،مشتاق راجپوت صدر، محمودسومرو، تنويرآرائين، عليشير سومرو، محمد رفيق ڏونرو، ڊاڪٽر محمد اشرف ملڪ، بشيرآرائين، عاشق آرائين ۽ حافظ عبدالوحيد آرائين ڪي عهديدار چونڊيو ويو.

**رپورٽ:محمد رفيق ڏونرو/پرياروڊ**

## الوداعي تقريب!

جامعه عربيه غفاريه درگاهه الله آباد شريف جي استاد علامه رفيق احمد طاهري کي سرڪاري ملازمت ملڻ ڪري انتظاميه پاران سندس مهتا طور الوداعي تقريب منعقد ڪئي وئي، جنهن جي صدارت صاحبزاده محمد جميل عباسي طاهري ڪئي، ان موقعي تي اداري جي استادن مولانا اسرار احمد، مولانا ساجد گهانگهرو، محمد بلال حبوي، علامه نثار احمد چانڊيو ۽ ٻين خطاب ڪيو.

**رپورٽ: سعيداحمد چانڊيو/ درگاهه الله آباد شريف**

## ج.ا.م ضلع ٽنڊوالهيار پاران تنظيمي دورو

2016 01 22 تي ج.ا.م ضلع ٽنڊوالهيار پاران ضلعي جي 20 برانچن جي سليڪشن ڪئي وئي ، جڏهن ته مختلف برانچن پيارو لنڊ، بڪيرا شريف، ڊاسوڙي ۽ ٻين جاين تي تنظيمي ڪم کي وڌايو ويو. صدر خليفه رمضان مغل طاهري، جنرل سيڪريٽري مفتي مولانا عبدالجبار مستوئي ۽ ٻين خصوصي ليڪچر ڏنا.

**رپورٽ: ابوبڪر بوزدار طاهري ف س ٽنڊوالهيار**

95

## پکا قلعہ جي چونڊ

19.2.2016 تي ج.ا.م برانچ پکا قلعہ، برانچ مير فضل ٽائون پاران سالانہ پروگرام پکا قلعہ چوڪ حيدرآباد ۾ ٿيو، جنهن ۾ خلفاءِ فقراء جي وڏي انگ شرڪت ڪئي، ان موقعي تي شبير احمد نيازي، علامہ بلال احمد مدني طاهري جو خطاب ٿيو.

## ج.ع.ط ضلع حيدرآباد جي چونڊ

ج.ع.ط ضلع حيدرآباد پاران مرڪزي صدر حضرت علامہ مولانا صاحبزاده محمد جميل عباسي طاهري ۽ مولانا ديدار حسين طاهري جي نگراني ۾ ٿيون، جنهن ۾ صدر مولانا مسعود لاکو، مولانا عبدالستار بوزدار، مولانا محمد علي، مولانا عبدالخالق چاچڙ، مولانا شاهد علي ٻرڙو، مولانا غلام قادر اعواڻ، مولانا اصغر صادق طاهري، حافظ عرفان علي عهديدار چونڊيا ويا.

***رپورٽ: غلام قادر اعواڻ پ س ج.ع.ط ضلع حيدرآباد***

## انچارج وفد نمبر 202 جي رپورٽ

انچارج وفد نمبر202 خليفہ محمد اسحاق شر پاران گذريل ٻن مهينن دوران وفد جي صورت ۾ 10 ڪان مٿي پروگرام ڪيا ويا، جن ۾ فضل آباد، شيرمحمد نوحپوٽو، ڪوٽري، ڏيوڻ، رسولپور، ٽالپر وڏا، ابڙا ڳوٺ، سبب ابڙو ۽ ٻيا شامل آهن، جڏهن تہ مختلف جاين ۾ 45 ڪان مٿي پروگرامن ۾ شرڪت ڪري تقرير ڪئي، درگاهہ شريف جو تعارف ڪرايو ويو، عرس مبارڪ جي دعوت ڏني وئي.

## انچارج وفد نمبر 125

انچارج وفد نمبر 125 پاران ڳوٺ عبدالوهاب راڄپر ، ڳوٺ سوٽ پري خاصخيلي، ڳوٺ سڳن ڪوٽ ۽ ٻين جاين تي پروگرام ڪيا ويا، جنهن ڪي مشتاق احمد، ڈاڪٽر محمد اشرف ۽ ٻين خطاب ڪيو.

## ج.ع.ط ٽنڊومحمدخان جي چونڊ

ج.ع.ط ضلع ٽنڊومحمدخان جي چوندون خليفہ عبدالخالق چاچڙ، مولانا خالد حسين راڄپر جي نگراني ۾ ٿيون، صدر يوسف ملاح، قاري غلام حسين، مولانا بخشل، محمد عيسيٰ ڪٽي، غلام حيدر، ايازشاهہ، مولانا اصغر لانگاهہ، رحيم بخش خاصخيلي، عبدالواحيد پنهور، غلام حيدرملاح چونڊيا ويا.

## انچارج وفد نمبر 104 جي رپورٽ

انچارج وفد نمبر 104 خليفه محمد عيسيٰ عرف مجاهد چنه پاران يوم حضرت صديق اڪبر رضه جي سلسلي ۾ 19 فيبروري تي مريم گارڊن ڪوٽڙي ۾ پروگرام ٿيو، جنهن ۾ مولانا محمد عيسيٰ چنه خطاب ڪيو.

## انچارج وفد نمبر: 29 جي رپورٽ

انچارج وفد نمبر 29فقير سڪيلڏو طاهري پاران جنوري ۽ فيبروري مهينن ۾ 80 ڪان مٿي عمرڪوٽ ۽ پرپاسي جي ضلعن جي مختلف علائقن ۾ تبليغي ۽ تنظيمي پروگرام ڪيا ويا، جن مطابق مرڪزي پروگرام مرڪز جامعه عربيه طاهريه وهرو شريف ۾ ٿيو، جنهن ۾ حافظ شبير احمد، حاجي علي حسن، حافظ انصر، غلام فريد، خليفه سڪيلڏو طاهري خطاب ڪيو. * لياقت ميڊيڪل اينڊ هيلٿ سائنسز (LUMHS) ڄامشورو ۾ 4 پروگرام ڪيا ويا، فاروق منور، مير صاحب، مولانا محمد عالم، مولانا غلام فريد، خليفه سڪيلڏو طاهري خطاب ڪيو. * چوڌري نورالاهي ۾ ٿيل ماهوار پروگرام ۾ تلاوت حافظ مدثر، محمد طاهر، مولانا محمد عالم، حافظ انور، سڪيلڏو طاهري خطاب ڪيو. * ماهوار پروگرام ڪي صدام حسين، مولانا مير سميجو، درس ڪياري، چاچرو، ۾ ماهوار پروگرام ٿيو، شهاب الدين، محمد صديق ۽ فقير سڪيلڏو طاهري خطاب ڪيو.ان ڪان علاوه ڪياڙي، چاچرو، مٺي، ڪنري، چوڌري نورالٰهي، جهڏو، عمرڪوٽ شهر، مرڪزي پروگرام وهرو شريف ۾ 8 ربيع الاول تي ڪيو ويو، نعت خوان علي حسن مري بلوچ، خطاب مولانا محمد حيات مري، مولانا فريد احمد، مولانا انصر صاحب ۽ ٻين خطاب ڪيو.

## انچارج وفد نمبر 189 جي رپورٽ

انچارج وفد نمبر 189 حضور جوکيو طاهري پاران برانچ هاشم بروهي لڳ چتو چنڊ، پنجون ميل ۽ ٻين جاين تي ماهوار يارهين شريف جو پروگرام ٿيو، جنهن ڪي خطاب ڪيو، جڏهن ته 28 فيبروري تي محفل نعت خواني ۾ شبير احمد نيازي طاهري نعتون، منقبتون پيش ڪيون، ر.ط.ج جو وفد سڄڻ علي، محمد عالم،اشرف علي، غلام حيدرجي اڳواڻي۾مختلف جاين تي روانو ٿيو

96

## ڏيوڻ جي رپورٽ

21 فيبروري تي ج.ا.م برانچ ڳوٺ ڏيوڻ ۾ ماهوار يارهين شريف جو پروگرام ٿيو، جنهن کي برانچ سرپرست مفتي محمد اسحٰق شر خصوصي خطاب ڪيو، جڏهن ته حافظ اعجاز، غلام شبير منگي، علي نواز منگي ۽ بين پڻ خطاب ڪيو، مدرسي جي فارغ ٿيندڙ صابر سهتو جي دستاربندي پڻ ڪئي وئي.

***رپورٽ: قاري حافظ علي نواز منگي***

## نوابشاهه جي رپورٽ

ج.ا.م جي زيراهتمام ربيع الاول ۾ نوابشاهه ۾ مختلف جاين تي محفل نعت جا پروگرام ٿيا، مولانا محمد حسن اوٺو، صوفي مختاراحمد ٽانري جي صدارت ۾ ٿيندڙ پروگرامن ۾ شبيراحمد نيازي، سڪندر چنو، غلام سرور گل، اخترخاصخيلي ۽ بين نعتون منقبتون پڙهيون، جڏهن ته قاري عاشق حسين راڄپر، مولانا محمد ادريس ڏاهري، مولانا محمد عاشق لنڊ، مولانا بشيرڏاهري ۽ بين خطاب ڪيو.

***رپورٽ: اخترخاصخيلي/نوابشاهه***

## ڪوٽري ڪبير جي رپورٽ

ج.ا.م برانچ ڪوٽڙي ڪبير ۾ ٻن مهينن دوران نورمصطفيٰ مسجد ۾ 2 ماهوار پروگرام ٿيا، يارهين شريف جي پروگرام کي برانچ سرپرست مولانا مفتي خليفه محمد اسحٰق شر خطاب ڪيو، جڏهن ته منئار، حافظ رياض ۽ بين حصو ورتو، واضح رهي ته برانچ ۾ روزانو 2 دفعا مراقبو، درس قرآن، هفته وار ۽ ماهوار محفل ذڪر جو اهتمام ڪيو ويندو آهي.

***رپورٽ: نويد حسين چنه صدر ڪوٽري ڪبير***

## پڊعيدن جي رپورٽ

ر.ط.ج ۽ ج.ا.م ٻاران ربيع الثاني ۾ شان غوث اعظم جي سلسلي ۾ ۽ شان اولياءُ الله جي موضوعن تي جامع مسجد گلزار مدينه پڊعيدن ۾ پروگرام ڪيا ويا ۽ خاص ڪري يارهين شريف جو پروگرام منعقد ڪيو ويو، فهيم علي، استاد علي حميد، نعيم طاهري، سراج احمد،زبير علي ۽ بين نعت منقبت ۾ حصو ورتو، خطاب عمران علي پٽي طاهري ڪيو. ***رپورٽ: عمران پٽي/ر.ط.ج نوشهروفيروز***

## ج.ا.م قمبر شهدادڪوٽ 2

ج.ا.م ضلع قمبر شهدادڪوٽ جي سيڪشن 2 ۾ مرڪزي صدر صاحبزاده جعفر صادق پاران 16 جنوري تي پروگرام ڪيو ويو، هڪ نئين برانچ سان ضلعي ۾ 31 برانچز جي سليڪشن ٿي چڪي آهي.

**رپورٽ: نذر محمد پنهور/قمبر شهدادڪوٽ**

## ج.ع.ط مٽياري پاران وفد روانو

22 فيبروتي تي ج.ع.ط پاران مفتي اصغر علي جي نگراني ۾ خليفه حافظ بشارت ميمڻ جي حڪم تي سالانه عرس مبارڪ حضرت پير مٺا سائين عليه الرحمة جي دعوت واسطي 5 وفود تشڪيل ڏنا ويا، مولانا محمد وارث ٿهيم جي نگراني ۾ خادم مري، صابر مري، آصف نائچ، ڳوٺ پيربخش ڪوسو، مولانا مفتي اصغر طاهري جي نگراني ۾ حامد انڙ، وقار علي ٿهيم، ڳوٺ رشيد ٽگر، مولانا بشام علي ميرجت جي نگراني ۾ حافظ سڪندر، منظور مري،، شرجيل احمد پيرزادو، ڳوٺ محمد صالح مگريو، حافظ انور علي ميمڻ جي نگراني ۾ عبدالڪريم جڪريجو، مولوي معشوق مري، دانيال احمد پيرزادو، ميرخان چانهيون، غلام سرور پنيرو، ڳوٺ محمد حسين پنيرو ، لياقت سومرو جي نگراني ۾ وفد ربنواز مري، اميد علي چانڊيو ڳوٺ ڇڄو ميمڻ ۾ پهتو.

**رپورٽ: حافظ انور ميمڻ/مٽياري**

## هفته وار محفل

روحاني هفته وار محفل واپڊا ڪالوني حسين آباد ۾ خليفه طفيل احمد سيال جي صدارت ۾ ٿي، جنهِ ڪي خصوصي خطاب علامه علي انور چانڊيو، قاري خليل الرحمان وڳڻ خطاب ڪيو.

**رپورٽ: ڈاڪٽر مظفر خشڪ**

## محسن شاهه ۾ جلسو

12 فيبروري تي ج.ا.م برانچ محسن شاهه ۾ماهوار پروگرام خليفه احمد بخش گلال جي نگراني ۾ ٿيو، جنهن ۾ جماعت جي وڏي انگ شرڪت ڪئي، صدر انور، نائب صدر نوراحمد شر، محمد نواز، سجاد چنه، شاهنواز ڪبر ۽ ٻين نعتون منقبتون پڙهيون.

**رپورٽ: نوراحمد شر/سوئي گيس**

97

## ر.ط. ضلع خيرپور جي چونڊ

ر.ط.ج ضلع خيرپور جي چونڊ صوبائي عهديدارن ظفر اوڳاهي ۽ عارف نياز طاهري جي نگراني ۾ ٿيون، صدر حافظ قدرت الله ڪلهوڙو، س ن ص حافظ محمد حليم گلال، ن ص اظهر علي سوهو، ج س ڊاڪٽر نعمت الله ڪلهوڙو، جوائنٽ س محمد عاصم، پ س حافظ ارشاد طاهري، ف س محمد افتخار طاهري، اط س آفاق علي طاهري، آفيس س مظفر علي چنه طاهري،

## ر.ط.ج ضلع خيرپور جي رپورٽ

13 فيبروري تي ر.ط.ج خيرپور پاران سٽي هگورجا جي سليڪشن برانچ سرپرست خليفه احمد بخش گلال ۽ ج.ا.م صدر حبيب الله گلال جي نگراني ۾ ٿي، وفد نمبر 1 صدر حافظ محمد گلال، ن صدر محمد اظهراقبال سوهو، ج س ڊاڪٽر نعمت الله ڪلهوڙو، جوائنٽ س عاصم نياز راڄپر، مظفر چنه، ر.ط.ج گلال محله هگورجا جي چونڊ استاد محمد عرس جي نگراني ۾ ڪئي وئي

***رپورٽ: ڊاڪٽر نعمت الله ڪلهوڙو/هگورجا***

## انچارج تبليغي وفد نمبر 147 جي رپورٽ

انچارج وفد نمبر 147 فقير حبيب الله ڪلهوڙو، حضور قبله عالم جي نگاهه ڪرم سان تبليغي ۽ تنظيمي ڪم ۾ اضافو ٿيندو پيو وڃي، هي عاجز روزانو مختلف نون دوستن سان ملاقات ڪري ڪين درگاهه شريف جو تعارف ۽ ماهوار پروگرام جي دعوت ڏيندو رهندو آهي، جڏهن ته سنڌي رسالو الاصلاح جي حوالي سان پڻ نوجوانن کي زور ڏيندو آهي، جنهن سان ماشاءَ الله ڪافي فائدو ٿي رهيو آهي، گذريل ٻن مهينن جنوري ۽ فيبروري دوران 11 پروگرام دالي موري ۽ پرياسٽي ۾ ڪيا ويا، انفرادي طور تي 300 پروگرام ڪيا ويا، حضرت پير مٺا سائين عليه الرحمة جن جي ساليانه عرس مبارڪ ۾ شرڪت لاءِ پڻ دوستن کي دعوت ڏيندو رهيو. پرياسٽي بس اسٽاپ مسجد وٽ روزانو فجر نماز بعد درس ڏيندو آهي، ٻن مهينن دوران 60 درس ڏنا ويا، عشاء نماز بعد قاري سڪندر علي تنيو درس ڏيندو آهي. 2 دفعا مراقبو ڪرايو ويندو آهي فجر ۽ عشاء. جمع نماز بعد درس مراقبو (يوسف) دالي موري ۾ باقائدگي سان ٿيندو آهي.

***رپورٽ: حبيب الله ڪلهوڙو طاهري/پرياسٽي***

## مختصر اهم خبرون

ج.ا.م حاجي سياڳو فقيرجون چونڊون ضلعي صدر حاجي محمد صديق جي صدارت ۾ ٿيون.
ج.ا.م برانچ لاکاڻ جون چونڊون خليفه عيسيٰ کٽي جي نگراني ۾ ٿيون.
ج.1.م برانچ حاجي گهرام وساڻ، برانچ شيرمحمد لانگاهه، هڪ نئين برانچ غلام علي زئنور جي چونڊون حاجي محمد صديق ڪڇي جي نگراني ۾ ٿيون.
ر.ط.ج ۽ ج.ا.م برانچ صوبو خان اوڳاهي ۾ جلسو ٿيو، جنهن کي مولانا صوفي غلام محمد ملڪ خطاب ڪيو.
5 فيبروري تي ر.ط.ج ضلع خيرپور جي وفد فيض محمد موجائي جي چونڊ ڪئي وئي، خليفه خالد راڄپر ۽ ج.ا.م جي ضلعي عهديدار ظهور احمد موجائي به شريڪ ٿيو.
ج.ا.م برانچ ڏيوڻ جون چونڊون حافظ علي نواز منگي، الهه رکيو، غلام مصطفيٰ ڏوبل جي نگراني ۾ ٿيون، غلام مصطفيٰ، غلام مرتضيٰ ۽ ٻيا چونڊياويا.
ج.ا.م برانچ ڪوٽ لعل بخش مهيسر جو اجلاس صاحبزاده ديده دل جي صدارت ۾ٿيو جنهن ۾ برانچ جي سمورن دوستن شرڪت ڪئي.
ج.ا.م برانچ پير قادربخش شاهه جي چونڊن ۾ غلام حسين مهيسر، روشن علي چنه، واجد مهيسر ۽ ٻيا عهديدار چونڊيا ويا.
ج.ا.م برانچ حسين ڪلهوڙو جي چونڊن ۾ جمال الدين عباسي، عبداللطيف، محمد امين، غلام شبير، نديم عباسي، محمد حسين، بدرالدين، غلام علي عباسي، امداد علي، حافظ مٺل، حافظ بشير احمد عباسي شامل آهن.
ج.ا.م مٽياري پاران مرڪز قاضي مسجد ۾ چونڊ ٿي، جنهن ۾ عهديدار چونڊيا ويا.
ج.ا.م مٽياري پاران 24 جنوري تي درگاهه اسماعيل گهوٽ جو عرس ملهايو ويو.
* گڏاپ ويجهو بنديچا اسٽاپ تي ماهوار پروگرام ٿيو، جنهن ۾قاري عاشق حسين راڄپر، جڏهن ته ٻئي پروگرام کي مولانا محمد عالم

98

جت خطاب ڪيو.
* ر.ط.ج برانچ ڪرن خان شورو جي چوندن ۾ صدر عاقب حسين، شوڪت علي، نياز احمد، حسين بخش، عبدالغفار، ملاح، صفدر، شهباز علي چوندبا ويا.
* نئو ويجهو فقيرڳوٺ ۾ شاهه يقين جو عرس ملهايو ويو، جنهن ۾ مولانا موسيٰ بروهي خطاب ڪيو، خليفه حضور علي جوکيو، حاجي وسيم ۽ ر.ط.جي اڳواڻن شرڪت ڪئي. ٻئي پروگرام ۾ مولانا قاري مسعود لاکو خطاب ڪيو.
* انچارج وفد نمبر 147 فقير حبيب الله ميمڻ پاران جنوري ۽ فيبروري مهينن دوران 20 کان مٿي تبليغي پروگرام منعقد ڪيا ويا. ج.ا.م برانچ N.Feroze جي چوندن ۾ ممتاز لانگاهه صدر، عبدالرزاق سولنگي، غلام مرتضيٰ ميمڻ، عبدالقيوم، بشيراحمد، رحمت الله سومرو، خدابخش وسطڙو، اعجاز سيال، وڪيل راڄپر چوندبا ويا.
* ر.ط.ج برانچ نوحپوٽو جي چوند برانچ سرپرست مفتي محمد اسحاق شر جي نگراني ۾ ٿي، جڏهن ته برانچ راڻي پور جي چوند ج.ا.م ضلعي عهديدار شمس الدين عباسي ۽ برانچ صدر فراز احمد موجائي جي صدارت ۾ ٿيون.

## خوشخبري

**هاڻي اوهان جماعت اصلاح المسلمين صوبه سنڌ جي ٽوئيٽر ذريعي حاصل ڪري سگهو ٿا، تڪڙي ۽ تصديق ٿيل معلومات، حضرت خواجه سجڻ سائين مدظله العالي جن جا پروگرام هجن يا وزٽ پروگرام، اوهان پنهنجي موبائيل تي ايس ايم ايس جي صورت ۾ مفت معلومات حاصل ڪري سگهو ٿا ته پوءِ دير ڇا جي؟**

**هاڻي ئي پنهنجي موبائيل تان رائيٽ ميسيج ۾ Follow لکي اسپيس ڏيو JIM_SINDH**

**لکي Send ڪيو 40404 تي، جواب اچڻ بعد پنهنجو نالو لکي ايس ايم ايس ڪيو. نوٽ: اوهان جا صرف هڪ دفعو ٻه رپيا چارج ٿيندا.**

## انچارج وفد نمبر 138

انچارج وفد نمبر 138 خليفه طفيل احمد طاهري جي صدارت ۾ 11 جنوري تي فليٽ ڊي 15 واپڊا ڪالوني ۾ محفل ٿي، گل محمد، سعيد ڪلهوڙو ۽ ٻين حصو ورتو، 18 تي فقير ڊاڪٽر مظفر خشڪ جي رهائشگاهه تي پروگرام ٿيو، مظفراحمد خشڪ، سعيد احمد طاهري، معشوق علي، تلاوت، نعت و منقبت پڙهي، 25 تي پڻ حسين آباد ۾ پروگرام منعقد ڪيو ويو.

## ٺٽو جي رپورٽ

انچارج وفد نمبر 189 فقير حضور علي جوکيو پاران 12 هفته وار پروگرامن ڪي خطاب ڪيو ويو، ٻن مهينن دوران 25 ڪان مٿي وفد مختلف ڳوٺن ڏانهن روانا ڪيا ويا، گھارو شهر جي پروگرام کي ڪامياب بڻائڻ لاءِ ايف ايم ريڊيو ۽ لائوڊ اسپيڪر ذريعي اعلانات ڪرايا ويا.

*رپورٽ: حضور علي جوکيو طاهري/مڪلي*

## انچارج وفد نمبر 233 جي رپورٽ

انچارج وفد نمبر 233 اعجاز احمد ورياهه پاران 22.2.2016 تي ضلع مٽياري ۾ درس قرآن پيش ڪيو ويو، 24 تي خيبر مسجد ۾ فقير اعجاز احمد ورياهه جي صدارت ۾ درس ٿيو، 26 فيبروري تي مولانا اصغر ميمڻ جامع مسجد ٻچل ورياهه ۾ خطاب ڪيو، خليفه امير بخش مري پاران پروگرام ڪيو ويو، جڏهن ته مولانا عبدالحفيظ ڪوسو، ڊاڪٽر عبدالحميد ۽ ٻين خطاب ڪيو، اهڙي ريت عاجز فقير اعجاز احمد ورياهه پاران ٻن مهينن دوران 28 ڪان مٿي پروگرامن ۾ شرڪت ڪئي وئي.

**رپورٽ: اعجاز احمد ورياهه/اڏيرولعل**

## گذارش!

**الاصلاح جي پڙهندڙن کي گذارش ته هو پنهنجي رپورٽ پوسٽ ذريعي اماڻين، موبائيل تي ايس ايم ايس جي صورت ۾ رپورٽ مختصر جامع هئڻ گھرجي. SMS لاءِ: 03053416660، رابطي لاءِ: 03018222602**

**اي ميل:** alislahdadu@gmail.com

# تعليمات امام رباني

وفا شر طاهري

شارح: علام حبيب الرحمٰن گبول طاهري

الاصلاح پبليڪيشن دادو پاران تاريخ ۾ پهريون دفعو سنڌي زبان ۾ شايع ڪرايل

"تعليمات امام رباني ترجمہ ۽ شرح مڪتوبات امام رباني"

(جلد پهريون) شايع ٿيو.

560 صفحات، خوبصورت ۽ مضبوط جلد، اعليٰ طباعت، عمده پيپر، جنهن ۾ حضرت امام رباني مجدد ومنور الف ثاني قدس سره جن جي سوانح حيات ۽ 12 کان مٿي بزرگان دين جي تقاريظ پڻ شامل آهن، هن ڪتاب ۾ آرٽ پيپر تي ڇپيل 16 خوبصورت رنگين صفحات به شامل آهن، جن ۾ شجره نقشبنديه غفاريه بخشيه ۽ مشائخ نقشبند جي مزارات جون تصاوير به شامل آهن.

26 جنوري 2016ع تي لاهور پريس مان شايع ٿيل هن ناياب ڪتاب جون صرف ڏيڍ مهيني دوران اڪثر ڪاپيون فروخت ٿي چڪيون، اداره وٽ هن وقت محدود تعداد ۾ ڪاپيون موجود آهن. مقامي اخبار ۾ اشتهار جي اشاعت ڪانپوءِ سنڌ، بلوچستان جي ڪنڊڪڙڇ کان دوستن فون ۽ ايس ايم ايس ذريعي مڪتوبات امام رباني ڪتاب گهرائي پسنديدگي جو اظهار ڪيو، سنڌ جي مختلف شهرن جهڙوڪ دادو، مٽياري، راڻيپور، خيرپور، لاڙڪاڻو، نوابشاهه، ڄامشورو، بدين، نوشهروفيروز، ڪشمورڪنڌڪوٽ، ٺٽو، سانگهڙ، پيرجوڳوٺ، مٺي، عمرڪوٽ، سکر، حيدرآباد، ڪراچي، مورو، ميرپورخاص، پڪاچانگ ۽ ٻين شهرن ڏانهن اماڻيا ويا. انشاءَ الله هن سال مڪتوبات شريف جي پهرئين دفتر جو ٻيو حصو شايع ڪيو ويندو، جنهن تي ڪم هلي رهيو آهي.

# انتقال پرملال

الاصلاح جي معاون اعزازي ايڊيٽر وفا شر طاهري جي ماسي جي وفات، برانچ رسولپور جي صدر اڪبر شر جي والده جي وفات، خليفه غلام شبير رند جي مامي جي وفات، ج.ا.م برانچ عبدالرحمٰن پيو جي آفيس س حافظ محمد رفيق پيو جي وفات، مولانا غلام مصطفيٰ چانڊيو جي والده جي وفات، ج. ا. م ٽنڊوالهيار جي ضلعي اڳواڻ ابوبڪر بوزدار جي چاچي محمد اسحاق غفاري، بخشي جي وفات، مشهور شاعر عاجز رحمت الله لاشاري جو پيٽيوي شفيع محمد لاشاري جي وفات، خليفه حاجي احمد حسن لاشاري جو پوٽو محمد صالح لاشاري جي پٽ محمد اطهر جي وفات، درگاهه الله آباد جي رهواسي چاچا حاڪم علي ڏامراهه جي معصوم نياڻي جي وفات، علامه قربان علي شيخ جي والده جي وفات، علامه علي حسن ابڙو جي والده جي وفات، محمد امين ملنگي جي گهرواريءَ جي وفات، عبيدالله مگريو جي والد جي وفات،غلام مصطفیٰ سومرو جي والده جي وفات، مولانا مولابخش بروهي جي وفات، جنسار علي ميمڻ جي والد جي وفات، مير خان سهتو جي ڀاءُ جي وفات، نورمحمد شاهه جي وفات، رحيم بخش ڪٺوهڙ جي چاچي جي وفات، بوزدار وڏا جي استاد امان الله پنهيار جي سوٽ غلام اڪبر پنهيار جي وفات، برانچ بخشو سولنگي جي فقير عرفان سولنگي جي نياڻي جي وفات، ڳوٺ رحيم بخش وساڻ جي عطا حسين وساڻ جي ڀاڻيجي جي وفات، ج.ا.م برانچ بنگل خان چانگ جي صدر حافظ ظهير احمد چانگ جي ڏاڏي جي وفات تي جمله مسلمان ڀائرن ۽ ڀينرن بالخصوص پير ڀائرن جي اوچتي لاڏاڻي تي گهري غم ۽ ڏک جو اظهار ڪندي، جمله عزيزن ۽ رشته دارن سان تعزيت ڪريون ٿا.

انا لله وانا اليه راجعون

ڏٽي در دعا آهي ته شال الله تعاليٰ مرحومين کي غريق رحمت فرمائي. (آمين)

ادارو

# سوالن جا درست جواب

جواب:(1) بغداد
جواب: (2) 26 ذوالحج ۽ 11 آڪٽوبر2015ع
جواب: (3) حضرت علي هجويري رحمة الله عليه
جواب: (4) دادو
جواب: (5) جگر کا خون دے دے کر یہ بوٹے میں نے پالے ہیں۔ حضرت سوہنا سائیں رحمة الله عليه

## انعامي سلسلي ۾ ڪوپن پريندڙ دوستن جا نالا

محمد خان سيهڙ/نصيرآباد، عبدالغفور جکريجو، عبدالڪريم جکريجو، شهباز علي جکريجو، حاجي خان جکريجو، توفيق علي جکريجو، علي شير جکريجو/ڳوٺ مصري جکريجا، ربنواز علي مري، سجاد علي بروهي، امان الله نائچ، غلام حسين ڏيتو، غلام مصطفيٰ اطهر ميمڻ، زڪيع الله ميمڻ، سميع الله ميمڻ، شاهد حسين طاهري، وقار علي ٿهيم/ مٽياري. حافظ امير علي خاصخيلي، /شاهه پور درپور، محمد بچل ياٽون، لڳ يٺ شاهه، شرف الدين طاهر مرڪنڊ، نصيرآباد، سراج الدين گورگيج، وارهه، عبدالغفار ٽيبو /ڏاسوڙي شريف ضلع ٽنڊوالهيار، محمد يعقوب ابڙو طاهري/ وارهه، محمد معصوم گورگيج /وارهه،محمد عيسيٰ ڪٽي طاهري، اصغر علي لانگاهه،علي خان ڪلهوڙو،مدثر علي ڪلهوڙو/ ٽنڊو محمد خان، عبدالرب رتڙ طاهري/گمبٽ کهڙا، شهباز علي سيال /هاءِ اسڪول مسو، طيبه طاهري/دادو،احسن، اشتياق شر/ نورمجتبيٰ راشدي/ پارس هاءِ اسڪول ڪنڊيارو

**انعام حاصل ڪندڙ خوشنصيب**

**حافظ امير علي خاصخيلي /شاهه پور درپور**





101

# سوالن جا جواب ڏيو

هيٺ ڏنل ڪجهہ سوال رسالي مان ۽ ڪجهہ سوال عام معلومات جا ڏنل آهن، هيٺين سوالن جا درست جواب اوهان 28 **اپريل** 2016ع تائين الاصلاح جي ڏنل ايڊريس تي ڏياري موڪليو.

نوٽ:ڪوپن ڪانسواءِ حصو وٺندڙ کي انعامي مقابلي ۾ شامل نہ ڪيو ويندو، جڏهن تہ صحيح جواب اماڻيندڙن کي ڪٽي ذريعي انعام ڏنا ويندا. هي رسالو اوهان جو پنهنجو آهي، هن کي بهتر بڻائڻ ۽ عام ڪرڻ ۾ پنهنجي اخلاقي ذميواري محسوس ڪندا. (ادارو)

## سوال

سوال: 1 حضرت پيرمٺا سائين عليہ الرحمة جن جو جنم ڪهڙي ڳوٺ ۾ ٿيو؟

سوال: 2 حضرت پير مٺا سائين‌عليہ الرحمة جن جي مزار مبارڪ ڪٿي آهي؟

سوال: 3 ديوان غفاريہ ڪنهن جو لکيل آهي ؟

سوال: 4 قرآن مجيد جي پهرين سورة ڪهڙي شيءِ تي لکي وئي؟

سوال: 5 ڪلمہ طيبہ ۾ ڪيترا نقطا آهن؟

## ڪوپن نمبر18

موڪليندڙ جو نالو:________________

ايڊريس:________________

جواب 1:________________

جواب 2:________________

جواب 3:________________

جواب 4:________________

جواب 5:________________

# الاصلاح جا معزز رپورٽر حضرات

| نمبر | نالو | شهر | موبائل نمبر |
|---|---|---|---|
| 01 | خليفه مولانا محمد حسن اوٺو | نواب شاهه | 03003226609 |
| 02 | خليفه عبدالقادر پيو طاهري | خيرپور | 03073722130 |
| 03 | خليفه شيردين طاهري | حيدرآباد | 03332721407 |
| 04 | محترم عنايت الله قريشي | ڄامشورو | 03003042070 |
| 05 | خليفه محمد اسماعيل طاهري | بدين | 03073030564 |
| 06 | محترم محمد طاهر نورهيسباڻي | باڊهه | 03003259809 |
| 07 | محترم محمد رفيق سومرو | ڪشمورڪنڌڪوٽ | 03337309565 |
| 08 | محترم حافظ انور ميمڻ | مٽياري | 03073263922 |
| 09 | محترم علي خان ابڙو طاهري | شڪارپور | 03158511762 |
| 10 | محترم طلحٰه محمد جوڻيجو | لاڙڪاڻو | 03352656765 |
| 11 | محترم محمد پنهل جوکيو | گڏاپ | 03212699633 |
| 12 | محترم غلام النبي ميمڻ طاهري | دادو | 03003273389 |
| 13 | ڊاڪٽرخليفه وجهه الدين ميمڻ | مورو | 03333407271 |
| 14 | خليفه محمد عاشق عباسي | دين پور | 03072303083 |
| 15 | مولانا محمد نعيم شاهاڻي | فقيرپور | 03003270315 |
| 16 | محترم نذرمحمد پنهور طاهري | قمبرشهدادڪوٽ | 03068230928 |
| 17 | محترم محمد اشرف ملڪ | پرياروڊ | 03012736898 |
| 18 | محترم خليفه ناصر حسين | گلشن حديد | 03043659645 |
| 19 | محترم ڪليم الله جوکيو | ٺٽو | 03212924884 |
| 20 | خليفه اصغر علي چنه طاهري | ميرپورخاص | 03003314416 |
| 21 | محترم ابوبڪر بوزدار طاهري | ٽنڊوالهيار | 03453711517 |
| 22 | محترم الله ڏنو سومرو طاهري | جيڪب آباد | 03342672908 |
| 23 | محترم محمد عارف مغل طاهري | سانگهڙ | 03332961646 |

# منقبت شريف

## عاجز رحمت الله لاشاري طاهري

تنهنجا گداگر آهيون دلبر، چونداسين حق پير مٺا
فقير سارا اِهي نعرا هڻنداسين حق پير مٺا

1: ڳِهي پنجابئون قرب ڪري سهڻي سنڌ سجائي تو
نِرمل نقلي پِيرن ڪان، سنڌي قوم بچائي تو
ڏِسي ايڏا احسان اوهان جا، ٿرنداسين حق پير مٺا

2: لالڻ تو لاڙڪاڻي ۾ دين جو ويهي درسُ ڏنو
نقشبندين جا نعرا ٻُڌي ريهون ڪري شيطان رُنو
سبق سمورا ڏنل اوهان جا، پڙهنداسين حق پير مٺا

3: فاسق، فاجر جاهل هئا، عالم ڪُل بڻايا تو
الله هو جي نعرن جا هر دم هُلَّ مچايا تو
نفس شيطان جو نعرن سان سِرُ ڪٽنداسين حق پير مٺا

4: منهنجي سُهڻي سائينءَ وٽ تنهنجو فيضُ غفاري آ
نائبَ ڪي تو نوازيو آ ساڳيو جذبو جاري آ
پير سڄڻ سائينءَ جي صدقي ترنداسين حق پير مٺا

5: تنهنجي عرسَ مبارڪ تي فقيرپور ۾ فيض ڏِسي
دور ڪان عاشق آيا پر دشمن جي دل پئي آ قِسي
سويَ ڳتي اڄ لويَ ڪي پاڙئون لُٽنداسين حق پير مٺا

6: اوهان ڏي اڇبو ترقي ملندي ”لاشاري“ ڪي لوڪ اندر
دين مليو آ دانُ ٻہ مِلندو، ڏسبو مديني جو منظر
مڪو پاڪ مدينو پيارو گهمنداسين حق پير مٺا

# منقبت شريف

## محمد امين اوٺو طاهري (نوابشاهہ)

آهين سهڻي نبيءَ جو تون پيارو، اي منهنجا پير مٺا
تو سان پيار ڪري جڳ سارو، اي منهنجا پير مٺا

1: پيارا پنجاب مان هِتڙي آئين، قربَ ڪيا تو صدقي وڃائين
اسان پارن جو ٿئين سهارو، اي منهنجا پير مٺا

2: فيض اوهان جو پير مٺا سائين، زنده رهندو قيامت تائين
آهي دنيا ۾ اهو نعرو، اي منهنجا پير مٺا

3: سهڻي سائين جي محبت توسان، پيار سندي آ نسبت تو سان
ڪَني تو سان هئا سيارو اونهارو، اي منهنجا پير مٺا

4: سلسلو اوهان جو هيءُ غفاري، سڄڻ سائين آ رکيو جاري
ساڳيو ذڪر فڪر تو وارو، اي منهنجا پير مٺا

5: فقيرپور ۾ آيا آهيون، عرس اوهان جو پيا ٿا ملهايون،
ٿيو بخت اسان جو ڀلارو، اي منهنجا پير مٺا

6: ڪوجها ڪِنا تو سي ڳُل لايا، جَي بہ اوهان جي در تي آيا
سدا آهين تون جيءَ جياريو، اي منهنجا پير مٺا

7: ”امين“ غلامن ۾ تون ڳڻ جا، حشر ڏهاڙي ”اوٺو“ ڪڻ جا
بدڪار بُرو مون پارو، اي منهنجا پير مٺا

خوشخبري خوشخبري خوشخبري

# الاصلاح پبليڪيشن دادو

تاريخ ۾ پهريون دفعو حضرت امام رباني قدس سره جن جي مڪتوبات شريف جو ترجمو ۽ شرح سنڌي ۾

## "تعليمات امام رباني"




ڪمپيوٽرائزڊ ڪتابت، معياري ڪاغذ، خوبصورت رنگين مضبوط جلد محدود تعداد ۾ موجود.

مترجم ۽ شارح: علام حبيب الرحمٰن گبول طاهري

صفحات: 576 تعارفي قيمت: 550

رابطي لاءِ: وفا شر طاهري 0300-3159721, 0333-3176973

0302-3227609